# سنڌڙي جو شهباز قلندر




سهيڙيندڙ

آزاد انور ڪانڌڙو





ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ

# سنڌڙيءَ جو
# شهباز قلندر

سهيڙيندڙ

آزاد انور ڪانڊرو



ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

ڪراچي- 2012ع

# فهرست

حصه اردو

# پبلشر پاران

ثقافت کاتي جي وزير محترمہ سسئي پليجو جي ذاتي دلچسپيءَ ڪري پوين ڇئن سالن کان ثقافت کاتو قلندر لعل شهباز جي عرس مبارڪ جي موقعي تي ملڪي سطح جي ڪانفرنس ڪرائيندو آيو آهي. هن کان اڳ ضلعي انتظاميہ ڪي ادبي ڪانفرنس وغيره لاءِ گرانٽ ڏني ويندي هئي، جيڪا ايامن کان ان سلسلي ڪي قائم رکندي پئي آئي. اهڙيءَ ريت پهريون ڀيرو قلندر لعل شهباز جي زندگي، فڪر ۽ فلسفي تي ڪتاب ڇپائڻ جو سلسلو پڻ شروع ڪيو ويو آهي. قلندر لعل شهباز جي تعليمات تي تحقيق ۽ ان جي ڦهلاءَ جي تمام گهڻي ضرورت آهي، ڇو تہ سندس تعليمات ۾ عالمي ڀائيپي ۽ انسان دوستيءَ جو درس ملي ٿو. هن دؤر ۾ جڏهن دهشتگردي، تشدد، انسان دشمني ۽ بدامني چوٽ چڙهي چُڪي آهي ۽ نسل پرستي، فرقي واريت وڌ ويڙهيءَ وانگر ڦلهجي رهي آهي، اهڙين حالتن ۾ انسان دوست بزرگن جي پيغام کي ڦهلائڻ ۽ سمجهائڻ جي ضرورت تهائين وڌي وڃي ٿي. ثقافت کاتو حڪومت سنڌ ان ضرورت جي پورائيءَ لاءِ هر لحاظ کان ڪوششون ڪري رهيو آهي.

هي حضرت لعل شهباز جي شخصيت، ان جي قلندري طريقي ۽ خلق خدا جي ڀلائي ۽ ماڻهن جي سڌراي لاءِ ڪيل ڪوشش متعلق مختلف ناميارن عالمن ۽ ليکڪن جي مضمونن تي آڌاريل آهي، جنهن سان معلومات جا مختلف گوشا پڌرا ٿي پڙهندڙن جي آڏو اچن ٿا. خاص طرح سان علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو مضمون ”اسلامي تصوف ۾ قلندري مرتبو“، رئيس ضياء الدين بلبل جو مضمون ”فلسفه قلندريہ ۾ مستيءَ جو تصور“ ۽ جناب گل محمد عمراڻيءَ جو مضمون ”قلندر لعل شهباز جو عقيدو

۾ مسلڪ" جهڙا اساسي مضمون حضرت لعل شهباز جي فڪري ڌارائن کي وضاحت سان پڙهندڙن جي آڏو آڻين ٿا. اهڙي طرح سائين غلام محمد گراميءَ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ دادويءَ جا مضمون به قلندري سلسلي کي سمجهڻ ۾ بيحد ڪارائتا آهن. اهڙي طرح سيوهڻ شهر جي تاريخي پسمنظر، سندس شاعري ۽ روضي جي تاريخ جي حوالي سان به مضمونن جي مناسب معلومات هن ڪتاب جي اهميت ۾ اضافو ڪري ڇڏيو آهي.

ثقافت کاتي جي پاران حضرت لعل شهباز قلندر جي متعلق به اهم ڪتاب:

قلندر لعل شهباز (مرتب ڊاڪٽر محمد علي مانجهي 2010ع)

قلندر، صوفي ۽ ملامتي (ڊاڪٽر نواز علي شوق 2011ع)

ڇاپيا ويا آهن ۽ هي ٽيون ڪتاب انهيءَ سلسلي جي ٽين ڪڙي آهي..

محترمه سسئي پليجو صاحبه پنهنجي وزارت جي شروعات کان ئي گهڻي دلچسپيءَ سان ڪتابن جي اشاعت ۾ رهنمائي ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ اسان 142 ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪري نه صرف سنڌي ادب جي خزاني ۾ واڌارو ڪيو پر کاتي جي چاليهن سالن جو رڪارڊ صرف ٽيڻ سالن ۾ پورو ڪيو. انهيءَ شاندار ڪارڪردگيءَ تي محترمه سسئي پليجو صاحبه جَسُ لهڻي. ايڊيشنل سيڪريٽري سيد اشفاق حسين موسويءَ ۽ ڊائريڪٽر جنرل ڪلچر رفيق احمد برڙو به اشاعتي سلسلي ۾ پنهنجي ڪوشش جو حصو ونديو ۽ لعل شهباز جي ڇپجندڙ ڪتابن بابت مختلف مرحلن تي اسان جي مدد ڪئي، جنهن لاءِ اُهي جس لهڻ.

عبدالعزيز عقيلي

سيڪريٽري

ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

18 جون 2012ع

مرتب پاران

# سنڌڙيءَ جو شهباز قلندر

حضرت عثمان مروندي المعروف حضرت قلندر لعل شهبازؒ ڪنهن بہ تعارف جا محتاج نہ آهن. سنڌ جي تاريخي شهر سيوهڻ ۾ سندن درگاهہ صدين کان هزارين، لکين بلڪ ڪروڙين ماڻهن لاءِ "روحاني سڪون جو مرڪز" بڻيل آهي. "سنڌڙيءَ جو شهباز قلندرؒ" هڪ صوفي بزرگ، اولياءَ ۽ روحاني رهبر هو، جنهن حق ۽ سچ جو پيغام پهچائڻ لاءِ ايران جي مروند کان ملتان، پاڻيپٽ، ۽ سيوهڻ تائين سفر ڪري، سيوهڻ ۾ قيام ڪيو.

تاريخ جي ڪتابن ۾ لکيو ويو آهي تہ سيوهڻ شهر جا ماڻهو ان دور ۾ اخلاقي، سماجي براين ۽ شرڪ ۾ ورتل هئا. حضرت قلندر لعل شهبازؒ جي سيوهڻ ۾ قيام ڪانپوءِ سندن تعليم، دين حق جي پيغام سيوهڻ جو چرخوئي تبديل ڪري ڇڏيو. سيوهڻ ۽ آس پاس جا ماڻهو حضرت قلندر لعل شهبازؒ جي تعليم ۽ پيغام کان متاثر ٿي توبهہ تائب ٿيا. اخلاقي، سماجي براين جو خاتمو اچي ويو، ماڻهو شرڪ جي اوندهہ مان نڪري الله تعاليٰ ۽ الله جي رسول اسان جي پياري پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي ڏسيل دنيا ۽ آخرت جي روشن واٽ تي هلڻ لڳا.

حضرت قلندر لعل شهبازؒ نہ صرف اعليٰ درجي جو صوفي، درويش ۽ اولياءَ هو پر پاڻ بلند پايي جو عالم، ماهر لسانيات ۽ شاعر بہ هو. ڪتاب "آب ڪوثر" جي مصنف شيخ محمد اڪرام هڪ هنڌ رچرڊ برٽن جي حوالي سان لکي ٿو "جنهن وقت انگريز سنڌ تي قابض ٿيا، تنهن وقت شيخ عثمان مروندي جون بہ تصنيفون "ميزان الصرف" ۽ "صرف صغير" هتان جي فارسي نصاب ۾ شامل هيون."

حضرت قلندر لعل شهبازؒ بلند پايي جو صوفي شاعر بہ هو. سندس فارسيءَ ۾ ڪلام مير علي شير قانع ٺٽوي جي ڪتاب " مقالات شعراءَ ۽

تحفته الڪرام“ ۾ بہ ملي ٿو. حضرت قلندر لعل شهبازؒ جو شاعر طور ذڪر تاريخ جي مختلف ڪتابن مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي ڪتاب مدح سنڌ ،مخدوم عبدالواحد سيوستاني جي ڪتاب فتويٰ واحدي ،مولائي شيدائي جي ڪتاب جنت السنڌ ، تاريخ تمدن سنڌ ،هرومل سدارنگاڻي جي ڪتاب Persian Poets of Sindh،خداداد خان جي ڪتاب لب تاريخ سنده،قادر بخش بيدل جي ڪتاب سندالموحدين / رموز العارفين ۾ بہ ملي ٿو.اهڙي تصديق سنڌ جي ناميار محقق ۽ عالم ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي هڪ مضمون ”قلندر جي ڪلام تي ٿيل تحقيق جو جائزو “۾ بہ ڪئي آهي.

سنڌڙيءَ جي شهباز قلندرؒ جي سوانح ،تعليم ،فڪر ،پيغام ،شاعريءَ بابت سنڌي ٻوليءَ ۾ تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي. حضرت قلندر لعل شهبازؒ جي سوانح ، سنڌ ۾ آمد ،سيوهڻ ۾ قيام بابت تحقيق توڙي سندس پيغام ۽ فڪر کي عام ڪرڻ جي لاءِ حڪومتي سطح تي ڪو بہ ادارو اڄ تائين نہ ناهي سگهيو.جنهن جي کوٽ محسوس ٿيندي رهي ٿي.پر محترمہ سسئي پليجو صاحبہ جي صوبائي وزير ثقافت مقرر ٿيڻ کانپوءِ گذريل چئن سالن کان حضرت قلندر لعل شهبازؒ بابت سندس عرس جي موقعي تي ثقافت کاتي ڪجهہ ڪتاب شايع ڪيا آهن.جن جي مطالعي سان حضرت قلندر لعل شهبازؒ جي سوانح ۽ پيغام کي سمجهڻ ۾ وڏي مدد ۽ رهنمائي ملي ٿي.

حضرت قلندر لعل شهباز بابت هن وقت تائين تمام ٿورڙا ڪتاب شايع ٿيا آهن.جن ۾

- قلندر شهباز ( ڊاڪٽر نبي بخش قاضي)
- رسالہ سوانح قلندر (مولچند مهتاب )
- انوار قلندر (خليل الرحمان )
- حضرت قلندر شهباز (انگريزي) (انعام محمد )
- سوانح شهباز (اردو)(عبيدالله دستي)
- گلزار قلندر (محمد پريل سولنگي)
- سنڌ اينڊ اٽس صوفيز (انگريزي)(پي جي نگراج)
- ضياءُ القلندر (ضياءُ الدين ايس بلبل ضيا 1965ع)
- سردار قلندر (مرتب :پروفيسر محبوب علي چنا 1967ع)
- تذڪره شهباز (ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي1969ع)

- لعل قلندر (مرتب :قيوم راشد1970ع )
- قلندر نامو (حڪيم فتح محمد سيوهاڻي1972ع)
- ضياءُ الشهباز اردو (ضياءُ الدين ايس بلبل ضيا 1972ع)
- (ZIA_U_SH_SHAHBAZ (Writer : Late Zia u ddin S Bulbul)
- قطب قلندر (مرتب :حافظ احسن چنا 1973ع)
- سخي شهباز قلندر (مرتب: تاج صحرائي 1980ع)
- قلندر شهباز ( اطلاعات کاتو 1985ع)
- سيرت پاڪ حضرت عثمان مروندي المعروف حضرت قلندر لعل شهباز ﷫ (اردو) (سيد ارتضيٰ علي ڪرماني2001ع)
- حضرت قلندر لعل شهباز (سهيڙيندڙ :احمد ضيا2002ع)
- قلندر جا پيغام (سهيڙيندڙ :احمد ضيا2004ع)
- سوانح حضرت قلندر لعل شهباز ﷫ (ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي2007ع)
- قلندر شهباز هڪ مطالعو(مرتب :نفيس احمد شيخ2007ع)
- دما دم مست قلندر (نگران اعليٰ : احمد بخش ناريجومرتب :انور ساگر 2008ع)

ثقافت کاتي پاران.

- قلندر لعل شهباز (مرتب :ڊاڪٽر محمد علي مانجهي2010ع)
- قلندر، صوفي ۽ ملامتي (ڊاڪٽر نواز علي شوق2011ع )
- تذڪره قلندر لعل شهباز (مرتب: انور ساگر 2011ع)

حضرت قلندر لعل شهباز ﷫ جي عرس مبارڪ جي موقعي تي ثقافت کاتي ، اطلاعات کاتي ، ضلعي حڪومت ۽ ضلعي انتظاميا (اڳوڻي دادو ضلعي ۽ هاڻوڪي ڄامشوري ضلعي) پاران شايع ٿيندڙ سوينيئر به ڪافي معلوماتي رهيا آهن.

حضرت قلندر لعل شهباز جي سوانح ، تعليم ، فڪر ،پيغام ۽ شاعريءَ بابت سنڌ جي نامياري اديبن شاعرن ،محققن ۽ تاريخدانن جي لکيل مضمونن ۽ مقالن کي سهيڙي حضرت قلندر لعل شهباز جي مختلف پهلوئن تي مون هي ڪتاب ترتيب ڏنو آهي ته جيئن حضرت قلندر لعل شهباز﷫ بابت مطالعي جي سلسلي ۾ پڙهندڙن لاءِ هيءُ ڪتاب معلوماتي ۽ ڪارائتو

ثابت ٿئي. ڪتاب سهيڙڻ وقت اهو خيال رکيو ويو آهي ته هن ڪتاب ۾ شامل مضمون ۽ مقالا ، شاعرن پاران منظوم خراج، ثقافت کاتي پاران اڳ شايع ٿيل ڪتابن ۾ شامل نه هجن ته جيئن ورجاءُ نه ٿئي.

آءُ محترم سسئي پليجو صاحبه، صوبائي وزير ثقافت ، محترم عبدالعزيز عقيلي، سيڪريٽري ثقافت ،محترم رفيق احمد ٻرڙو ڊائريڪٽر جنرل ،محترم ڊاڪٽرمحمد علي مانجهي اڳوڻو ڊائريڪٽر،محترم اعجاز شيخ ڊپٽي ڊائريڪٽر ثقافت کاتي ۽ ٻين جو ٿورائتو آهيان، جن حضرت قلندر لعل شهباز رحمة الله عليه بابت مون پاران مرتب ڪيل ”سنڌڙيءَ جو شهباز قلندر“ ڪتاب ثقافت کاتي پاران حضرت قلندر لعل شهباز رحمة الله عليه جي سالياني 760 هين عرس مبارڪ جي موقعي تي ڇپائي پڌرو ڪري منهنجي حوصلا افزائي ڪئي آهي.

آءُ سنڌ جي ناميارې عالم ۽ شاعر سائين جوهر بروهي، محبوب بروهي، رحمت سومرو ۽ ٻين دوستن جو پڻ ٿورائتو آهيان، جن مواد گڏ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ۽ ڪتاب جي سلسلي ۾ سٺيون صلاحون ڏنيون.

آزاد انور ڪانڌڙو
03068577522

تاريخ :30 جون 2012ع
ميهڙ، سنڌ

# اسلامي تصوف ۾ قلندري مرتبو ۽ مقام



علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي

جيئن اسلام دنيا جي سينني دينن جو خلاصو ۽ قرآن مقدس، مڙني الهامي ڪتابن جو ماخحل ۽ نچوڙ آهي. اهڙي طرح اسلامي تصوف بہ سينني قومن ۽ ملتن جي صوفيانہ ڪمالات جو پاڪيزه ۽ صاف مجموعو آهي. اسلامي تصوف جو احساس ۽ بنياد نبي ڪريم ﷺ جي لفظن ۾ "احسان" تي رکيل آهي، جيئن "صحيح مسلم شريف" جي هڪ طويل روايت ۾ اچي ٿو تہ هڪ ڀيري هڪ شخص اجنبي ماڻهوءَ جي صورت ۾ آيو ۽ نبي ڪريم ﷺ سان گوڏا گوڏن ۾ ملائي ويٺي هٿ رانن تي رکي ويٺو رهيو. ان ماڻهوءَ جا وار تمام ڪارا هئا ۽ ڪپڙا نهايت اڇا هئا. اُتي ويٺل صحابين سڀني مان ڪنهن بہ ڪيس نہ ٿي سڃاتو. ان ڪان پوءِ اهو اجنبي ماڻهو حضور سائين ﷺ ڪان اسلام ۽ ايمان بابت سوال ڪندو رهيو ۽ جواب ملڻ تي ان جي تصديق بہ ڪندو رهيو. ٻڌندڙن کي ان تي عجب ٿيو تہ سوال بہ ڪري ٿو وري ان جي جواب ۾ تصديق بہ ڪري ٿو. آخر ۾ هن آنحضرت ﷺ ڪان احسان جي حقيقت بابت سوال ڪيو. حضور اڪرم ﷺ فرمايو تہ "تون هن طرح عبادت ڪر جو ڄڻ تون خدا پاڪ ڏسي رهيو آهين يا تنهنجو ايئن سمجهڻ تہ خدا توکي ڏسي رهيو آهي ۽ ان جي حضور ۾ عبادت ڪري رهيو آهين!" هن سائل لاءِ اچي ٿو تہ اهو جبرئيل عليه السلام هو جيڪو صحابہ ڪرام ۽ امت جي تعليم لاءِ آيو هو.

اسان جي مسلمان صوفين سڀني ۽ تصوف ۽ سلوڪ جو سارو مدار انهيءَ "احسان" تي رکيو آهي. تصوف، انسان جي زندگيءَ ۾ عمل جي ڪا

خاص واٽ مقرر نہ ڪندو آهي. اهو اصل ۾ شريعت جو ڪم آهي، پر تصوف نالو آهي "احسان" جو. اهو هڪ اهڙي جذبي کي پيدا ڪري ٿو جنهن سان عمل جي واٽ تي همت ۽ استقامت سان هلڻ آسان ٿيو پوي.

تصوف سان انساني "انا" بيدار ٿيندي آهي. منهنجا استاد مولانا عبيدالله صاحب سنڌي فرمائيندا هئا تہ جڏهن انسان ۾ اهو اندروني شعور پيدا ٿيندو آهي تہ هو ان وقت اهو محسوس ڪندو آهي تہ منهنجي هيءَ "انا" ڪنهن ٻئي بلند ۽ برتر وجود جي پيداوار يا اولڙو آهي. اهو آهي خدا تعاليٰ جي هستي ۽ وجود بابت انسان جو شعور. مولانا نظامي گنجوي پنهنجي ڪتاب سڪندر نامي ۾ هن حقيقت کي هيئن پيش ڪيو آهي:

توئی آنکہ تامن منم با منی

مطلب تہ تون اهو آهين جو جڏهن مان پنهنجي انانيت يا هستيءَ جو خيال ڪيان ٿو تہ ان ۾ تنهنجي جهلڪ نظر اچي ٿي.

جهڙي طرح انبياءَ عليهم السلام لاءِ قرآن مقدس ۾ ارشاد آيل آهي:

تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلَىٰ بَعْض

*(اهي رسول عليهم السلام آهن جن مان ڪن کي ٻين تي اسان فضيلت ڏني آهي.)*

امت محمديءَ جو اولياءَ ۽ عرفاءَ بہ اهڙي طرح مختلف مدارج ۽ مرتبن جا مالڪ هوندا آهن ۽ سندن نالا بہ مرتبي ۽ مقام جي ڪري مختلف هوندا آهن. انهن مان قلندر کي مخصوص مقام حاصل هوندو آهي، اهي قرآن حڪيم جي ارشاد لاءِ يخافون لومة لائم (مطلب تہ اهي ڪنهن بہ ملامت ڪندڙ جي ملامت جو خوف ۽ ڊپ ڊاءُ نہ ڪندا آهن) جو صحيح مصداق آهن. ان ڪري انهن جو عام عارفن ۽ صوفين کان مقام ۽ مرتبو نهايت بلند هوندو آهي.

تصوف جي تاريخ تي نظر ڊوڙائبي تہ اسان کي ٻي صديءَ جي آخر ۽ ٽين صديءَ جي اوائل ۾ پهريون قلندر پنهنجي خطي سنڌ ۾ ملندو. اهو آهي ابو علي سنڌي قلندر. جنهن کي تصوف جي پهرين ڪتاب اللمع ۾ ٻن جاين تي حضرت بايزيد بسطامي سلامتيءَ جو شيخ ۽ مرشد ٻڌايو آهي. بايزيد، شيخ جنيد بغداديءَ جو همعصر ۽ ان کان عمر ۾ وڏو آهي ۽ قلندرن جو امام آهي. ستين صديءَ ۾ هن طريقت کي حضرت مخدوم قلندر لعل شهباز نئين سر سنڌ ۾ اچي جياريو. بايزيد بسطاميءَ جو ناني علامہ ديبلي انهيءَ قلندرن

واري ڪڙيءَ جو هڪ وڏو بزرگ هو جنهن جو بيان هيٺيـ اولياءَ عربيءَ ۾ آيو آهي. ان کان پوءِ شهباز جي پايي جو ڪو بہ هتي قلندر نظر نہ ٿو اچي.

قلندري مرتبو ڇا اهميت رکي ٿو؟ ان جو اندازو هن مان ڪري سگهجي ٿو تہ قلندر جڏهن پاڻ ڪلمہ توحيد لااله الاالله جو ورد ڪندو آهي يا ٻئي کي ان جي تلقين ڪندو آهي تہ ان ڪلمي اچارڻ سان ان ۾ اهو يقين محڪم پيدا هوندو آهي ۽ ٻين ۾ بہ اهو يقين محڪم پيدا ڪرڻ گهرندو آهي تہ حڪم ۽ حڪومت فقط هڪ خدا لاءِ آهي. ظالم طاقت جنهن کي قلندري مشرب ۾ شريڪ سڏيو ويجي ٿو. پوءِ اها مذهبي طاقت هجي يا غير مذهبي، دنيا مان ميٽي ڇڏڻو آهي. قلندر وٽ اهوئي هڪ نقطو آهي جو انسان کي دارين جي سعادت لاءِ تيار ڪري سگهي ٿو.

هن سلسلي ۾ قلندري مرتبي واري انسان ۾ ان جي پوئلڳ جو پهريون قدم اهو هوندو آهي تہ لااله الاالله جو معتقد ماڻهو الله جي مخلوق کي پنهنجي جان ۽ مال جي قربانيءَ سان انصاف ڏيارڻ ۾ پوئتي نہ پوندو آهي. قلندر جي نظر ۾ اهوئي جذبو هو جنهن ڪري رسول الله ﷺ جي رفيقن ڪسريٰ ۽ قيصر جهڙين وڏين غير مسلم ۽ ظالم طاقتن جو مقابلو ڪيو. اهوئي سبب آهي جو الله الله ڪرڻ واري جماعت ٿورن سالن کان پوءِ يڪدم حڪومت جو انتظام سنڀاليو.

قلندري مشرب وارا اولياءَ الله پاڪ جي جلال ۽ جمال ٻنهي صفتن سان رڱيل هوندا آهن پر منجهن جلال جو عڪس ۽ اولڙو غالب هوندو آهي. اهي ظاهري سببن جي انتظار ۽ اوسيئڙي کان هٽي جلال مان قدرتي سببن کي آڏو رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. انهيءَ راز کان واقف نہ هجڻ ڪري ظاهربين کين ملامت ڪندا آهن جيئن خضر عليہ السلام ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام واري قرآني قصي مان پڌرو ٿئي ٿو.

قلندرن جي پهچ ملاءَ اعليٰ تائين هوندي آهي، اها عالم بالا جي هڪ پارليامينٽ آهي، جتي مقدس اوراح ۽ وڏا ملائڪ موجود هوندا آهن. هو اتان انسانيت جي ڀلائي لاءِ تقاضا ڪندا رهندا آهن. اهي شريعت جا بلڪل پابند ۽ طريقت ۾ وڏي روحانيت جا مالڪ هوندا آهن. اهڙا قرب الاهي وارا قلندر جڏهن مرڻ کانپوءِ پنهنجي ڪشف بدن جي بار کي پري رکندا آهن. تڏهن يڪدم مستقل طور ملاءَ اعليٰ کان مٿي اسري الله پاڪ جي تجلي ۾ گم ٿي ويندا آهن. ان جو مثال قطري جو آهي جو سمنڊ ۾ داخل

ٿي پاڻ کي سمنڊ سمجهندو آهي. هيءُ هڪ وڏو عارفانه راز آهي جو جذبي وارن قلندري مشرف صوفين ۽ ٻين بزرگن لاءِ لکيو ويو آهي.

اين سعادت بزور بازو نيست
تا نه بخشد خدائی بخشنده

شاهه ولي الله صاحب فرمايو آهي ته مرشد اهڙي ماڻهوءَ کي ونڻ کپي جنهن جو تعلق ۽ لاڳاپو ملاءَ اعليٰ سان هجي. انهن جي پرک، شاهه صاحب ﷫ اها بيان فرمائي آهي ته اهڙن بزرگن ۽ اوليائن ۾ هي وصفون هونديون آهن.

1_ تعلق بالله- يعني الله سان لاڳاپو- انهي جي ڪچهريءَ ۾ ويهڻ سان خدا پاڪ ياد اچي ويندو ۽ خدا جو خوف پيدا ٿيندو. قيامت جو نظارو اکين آڏو اچي ويندو.

2_ اهي علم ۽ عمل سان گڏ شريعت جا پورا پابند هوندا آهن. انهن جو طريقو حضور اڪرم ﷺ وارو هوندو ۽ شريعت جي هرگز مخالفت نه ڪندا آهن.

3_ انسان ذات جي ڀلائي، سڌاري، معاشي زندگيءَ کي سڌارڻ ۽ مخلوق تان ظلم ٽارڻ لاءِ هر وقت ڪوشان هوندا.

*-*-*

# سيوهڻ شهر جو تاريخي پسمنظر



ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ

سيوهڻ دادو ضلعي جو مشهور شهر آهي. اهو درياهہ جي ساڄي ڪپ تي، لکيءَ جي ڪڙ ۽ منڇر ڍنڍ جي پير ۾، هڪ اهڙي هنڌ تهيل آهي جو قديم توڙي وسطي دور ۾ ڪاڌ خوراڪ، واپار ۽ دفاع جي خيال کان نهايت اهم تصور ڪيو ٿي ويو. دادو ضلعو جنهن کي سنڌ جو پنڌتي پيل ضلعو تصور ڪيو وڃي ٿو اولهہ سنڌ جو وچيون حصو آهي، جنهن ۾ آثار قديمہ سان دلچسپي رکندڙن لاءِ نهايت اهم ۽ مشهور دڙا ۽ پڙا، ڪوٽ ۽ ڪڙا موجود آهن. بدقسمتيءَ سان آثار قديمہ جي کوٽائيءَ واري ڪاتي انهن ڏانهن نهايت گهٽ دلچسپي ڏيکاري آهي ۽ جيڪڏهن انهن دڙن جي باقاعدي کوٽائي ٿئي تہ جيڪر سنڌ جي تاريخ ۽ تمدن جا ڪيترا ئي وڃايل بابت وري نکري نروار ٿين. انهن دڙن ۽ پڙن ۾ آمري سڀ کان وڌيڪ مشهور آهي، جنهن جي تهذيب ۽ تمدن جو دور ڪنهن بہ حالت ۾ موهن جي دڙي ۽ ڪوٽڏيجيءَ کان گهٽ نہ آهي.* ساڳيءَ ريت سيوهڻ جو دڙو (قلعو)، رني ڪوٽ، خداباد، جهانگارا، ٿلتي، جوهي وغيره ۽ انهن جي آسپاس وارن ايراضين جي اڃا تائين تفتيش نہ ٿي سگهي آهي. موهن جي دڙي مان جيڪي ڪتبا ۽ مهرون لڌيون آهن، انهن جو ذڪر عراق جي قديم شهر "عُر" سان گهاٽو سنبنڌ ٻڌايو ويو آهي. سر جان مارشل هن گڏ ڪيل 288 نشانن مان روس ۽ فنلنڊ جا ماهر 35 نشانن جي آوازن جي تشريح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن، جن جو مفصل احوال "ڊان" اخبار جي 10 جولاءِ 1929ع واري پرچي ۾ اچي

---

* 25 جنوري 1961ع واريءَ "ڊان" اخبار ۾ ٻڌايو ويو هو تہ آمريءَ تي فرينچ ماهرن جي هڪ ٽولي ڪم ڪري رهي آهي، اڃا تائين ان جي نتيجي جي ڪا بہ خبر شايع نہ ڪئي وئي آهي.

چڪو آهي. انهن ۾ ”عُر“ لفظ بہ شامل آهي جو ”هَر“ جي لاءِ استعمال ٿيل آهي. ڏکڻ عراق ۾ پوکي ڪرڻ جو طريقو جنهن ۾ هر ۽ ڦيٿو شامل آهي، واديءِ سنڌ مان آندو ويو هو. ان ڪري اتي جي جهوني ۾ جهوني مشهور شهر جو نالو ”عُر“ رکيو ويو هو. ٻيا لفظ جن جي تشريح ٿيل آهي، سي هي آهن: ”ڪُت“ (ڪُت)، ”پيٽ“ (وڏو)، ”نات“ (نيات)، ”ميٺي“ (مٺي، ماتا) ”مين“ (مڇي)، ”ايل“ يا ”ايلا“ (گهر، خدا)، ”پٽتي“ (ڦٽوتي)، ”مُتا“ (مَٽ)، ”آما“ (ماءُ)، ”تمپا“ (دهل)، ”وندر“ (اسمان)، ”ڪلا“ (ناڪئو)، ”اوتا“ (ربيڙو)، ”ولِ“ (پيالو) ”ڪارو“ (پکي)، وغيره. ”ميٺي“، ”مين“، ”ايلا“، وندر“، ”ڪارو“، ”اڪلا“، ”ول“، وغيره، اڄ بہ ساڳيءَ معنيٰ سان دراوڙي ٻولين ۾ موجود آهن. ان ڪري، سنڌي ٻوليءَ جو سنبنڌ دراوڙي ٻولين سان هو ۽ پوءِ آرين جي اچڻ ڪري سنسڪرت جو مٿس اثر ٿيو. سر جان مارشل جو چوڻ آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جا 19 پد سنڌوءَ جي اوائلي رسم الخط سان وابستا آهن. اهي 19 پد هي آهن: آ، ا، اي، اُو ڪا، گا، غا، چا، جا، تا، ٿا، پا، با، ما، يا، را، لا، وا، وُو وغيره.[1]

سيوهڻ جو ماڳ سنڌ جو نهايت قديم ۽ تاريخي يادگار آهي ۽ ان جو تعلق هڪ وڏيءَ قوم سان وابستا آهي، جنهن کي ”شبي“، ”سبي“، ”شِوي“ ۽ ”سِوي“ ڪري سڏيو وڃي ٿو. ”سبي“ يا ”سوي“ قوم جو ذڪر سڀ کان اڳ مهاڀارت ۾ آيل آهي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ سندن بادشاهہ ”سبي-آسينارا“، هڪ ڪبوتر جي جان بچائڻ خاطر پنهنجي بدن جو گوشت ڏنو هو. ساڳيءَ طرح ”ٻُڌ-جتڪا“ نمبر 499 ۾ پڻ سبي راجا جي درياهہ دليءَ جي ساراهہ ڪئي وئي آهي ۽ اهو بہ ٻڌايو ويو آهي تہ سبي قوم جا ٻہ شهر، ”ارتٿا پورا“ ۽ ”جيتوتارا“، سندن قومي، اقتصادي ۽ سياسي هلچل جا مکيہ مرڪز هئا. پراڻن ۾ بيان ٿيل آهي تہ ”آسيتارا“، جنهن سبي قوم جي حڪومت جو بنياد وڌو. تنهن کي پنج پٽ ٿيا، جن مان ”سبي-آسينارا“ وڏي دٻدٻي ۽ شان شوڪت جو صاحب هو. باقي چئن پٽن مان هي چار گهراڻا پيدا ٿيا: وريشد راچاس، سئو ويراس، ڪيڪاياس ۽ مدرڪاس[2] انهيءَ ڳالهہ جي تصديق برهمڻي روايتن ۾ بہ

---

[1] ”موهن جو دڙو“، جلد 2.

[2] ”ويدڪ ايج“، ص 279.

موجود آهي، جنهن ۾ پڻ انهن قبيلن کي آسينارا سان ملايو ويو آهي. [1] سنڌي ٻوليءَ جو پڻ بنياد "وراشد راچاس" ڏانهن منسوب ڪيل آهي ۽ اهو ٻه ٻڌايل آهي ته "سنڌو ديس" ۾ "سنڌاوا" ۽ "سئوويرا" قومون رهندڙ هيون. ٻڌمت جي مشهور ڪتاب "مها وستو" ۾ ٻڌايو ويو آهي ته عيسوي سن کان ڇهه سئو سال اڳ سبي قوم جي حڪومت. انهن سورهن مها جنپاداس مان هڪ هئي، جن اتر هندستان ۽ پاڪستان واريءَ ايراضيءَ تي حڪومت ڪنديون هيون.

سڪندر اعظم جي حملي وقت "سبوئي" قوم جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ۽ انهيءَ جو مکيه مرڪز جهنگ ضلعي ۾ ڏيکاريو ويو آهي. [2] ٻي طاقتور قوم جنهن جو ذڪر ٿيل آهي، اها هئي "مَلوئي" يا "مالواس". جنهن جي نالي پٺيان مالوا جو ملڪ مشهور آهي، پر پوءِ سبوئي قوم کي چتور جي آسپاس ۾ رهندڙ ڏيکاريووبو آهي، جنهن جا ڪجهه سڪا ٻه هٿ آيا آهن. [3] اهو سڀ ڏيکاري ٿو ته سبي قوم جو سنڌو ماٿر ۾ زور هو پر پوءِ ٻين قومن جي اچڻ ڪري اهي مالواس وانگر ڏکڄي، پاڪ-هند جي وچ تائين هليا ويا. اڄ به انهيءَ قوم جا ٿي يادگار شهر واديءِ سنڌ ۾ موجود آهن. يعني ته پنجاب ۾ شورڪوٽ، بلوچستان ۾ سبي ۽ سنڌ ۾ سيوهڻ. سيوهڻ کي اصل ۾ "شوي استن" (يا سيوستان) سڏيو ويندو هو. "سبي" لفظ کي "سيو" "سِو"، "سب" يا "شبي" ۾ بدلائي سگهجي ٿو ۽ ساڳيءَ طرح "استن" لفظ "استان"، "تن"، "هن" ۾ مٽاسٽا ڪري سگهجي ٿو.

سر اليگزينڊر ڪننگهام، جنهن هندستان جي قديم جاگرافي لکي آهي، تنهن پهريون دفعو ظاهر ڪيو ته سبي قوم شور ڪوٽ ۽ ان جي آسپاس رهندڙ هئي. ان جو اصل نالو "شوا نگري" يا "شِو پور" هو پر پوءِ اهو "شور ڪوٽ" جي نالي سان مشهور ٿي ويو. ڪننگهام جي لکت جو علمي دنيا تي خير ڪو اثر ٿيو. تان جو پروفيسر ووگيل انهيءَ ڪوٽ مان ٿامي جي هڪ ڦرهيءَ تي هڪ نهايت اهم ڪتبو لڌو جنهن جي پڙهڻ سان سچي ڳالهه ظاهر ٿي پئي. انهيءَ ڦرهيءَ تي هي اکر ڪليل آهن:

"ستام. 38 ماگها سُڪلادي 5 (وا) ديا برتيا ڪارا ٻُڌداس اوتٿا پتا شبي

---

[1] "آئيتريا برهمنا"، حصو 8، 23/10 پڻ ڏسو رگ ويد (انگريزي ترجمو)، حصو 10، ص 169.

[2] سمٿ: "هندستان جي قديم تاريخ"، ص 93.

[3] "ڪئٽالاگ آف دي ڪوائنس آف اينشنٽ انڊيا"، جي. الانا، ص 146، 202.

پورا اوپاد نا راڌيڪا وهارا چترد دسا سَرو استيوادي پيڪشو سمگهاسيا“. [1]

(83 سال جي ماگها (مهني) جي چوڏس واري پندرهي ۾ ڀڏداس ڀاٽئي، هيءَ (ڦرهي) سرواستيوادي پروهتن جي عالمي ميڙ کي، جو راڌيڪا جي وهاري (مندر) ۾ جو سبي پورا جي پارڪ ۾ ٿيو آهي، ان کي ارپڻ ڪيو.)

رگ ويد ۾ ”سبي“ يا ”سوي“ قوم کي ”سِوا“ جو نالو ڏنل آهي ۽ وڏيڪ ٻڌايو ويو تہ ”پاروشني“ (راوي) نديءَ جي ڪناري تي انهن کي ٻين ڇهن قبيلن جهڙوڪ الييناس، پليناس، پڪتوس ۽ ورشانين سان گڏ، ڀارتا قبيلي جي راجا ”سُداسا“ کان شڪت ملي هئي. [2] ”مهاوستو“ ۾ ٻڌايل ”سبي-جنا پادسيا“ جي تصديق انهن سڪن مان بہ ملي آهي، جن تي هيءَ عبارت لکيل آهي: ”مَحهيمڪايا سبي-جناپادسيا“. يعني تہ مڌيا مرڪا ملڪ جي سبي حڪومت (جو سڪو). سڌيامڪا کي ناگري ديس سان تشبيهہ ڏني وئي آهي، جو راجپوتانا جي چتور ڳڙهہ قلعي جي آسپاس وارو ملڪ آهي. اها ساڳي ڳالهہ سنسڪرت جي مشهور گرامر نويس پتنجليءَ جي لکت مان بہ ثابت ٿي آهي. [3]

سڪندر مقدونيءَ جي ڪاهہ وقت سيوهڻ جي ايراضيءَ کي ”سنڊومانہ“ ٻڌايو آهي، جو ”سنڌي ماڻهو“ جو يوناني ترجمو آهي ۽ اتي جو راجا جو ”استنبموس“ ٻڌايو ويو آهي. شمبوس لاءِ ڪن ماڻهن جي راءِ آهي تہ اهو ”شمس“ يعني ”سج“ جو بگڙيل اُچار آهي پر صحيح معنيٰ ۾ اهو ”شمبو“ يا ”سبوس“ هو، جو پڻ ”سبي“ قوم سان لاڳاپو ڏيکاري ٿو. ڪرٽس جو بيان آهي تہ سڪندر سيوهڻ جي قلعي ۾ ڀاڙ ۾ بارود وجهرائي ان کي ڪيرايو هو. [4] جو ڏيکاري ٿو تہ سيوهڻ جي راجا آڻ نہ مڃي هئي ۽ قلعو بند ڪري جنگ ڪئي هئائين. ڏٺو ويندو تہ ڌارين قومن سنڌ تي تڏهن فتح حاصل ڪئي آهي، جڏهن هنن سنڌ ۾ ان وقت ڪم ايندڙ هٿيارن کان وڌيڪ طاقتور ۽ جديد هٿيار جنگ ڪرڻ لاءِ پاڻ سان گڏ آندا آهن. عربن جي فتح جو راز پڻ منجنيق، دبابہ ۽ نفط جي استعمال ۾ سمايل هو جن نہ فقط قلعا پيچي نٿي ڇڏيا پر ان سان گڏ انهيءَ ۾ باهہ لڳائي ٿي

---

[1] ”ايپيگرافيڪا انڊيڪا“، جلد 14، ص 15، 17.

[2] رگ ويد (انگريزي ترجمو). حصو ستون، ص 7_18.

[3] ”ليڪچرس آن اينشنٽ انڊين هسٽري“، ڀنڊاڪر، ص 173.

[4] ”ارلي هسٽري آف انڊيا“، سمٿ، ص 101.

ڇڏي. راوڙ جي جنگ ۾ پڻ نفط ۽ تيل سان باهه لڳل تيرَ راجا ڏاهر جي هاٿيءَ جي پالڪيءَ ۾ لڳا هئا ۽ باهه لڳڻ سبب هاٿي درياهه ڏانهن منهن ڪري ڀڳو ۽ عربن جي گهيري ۾ اچي مارجي ويو.

يوناني ليکڪن سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايل ٻڌايو آهي. سنڊومانہ ڪانسواءِ سنڌ جون ٻہ ٻيون حڪومتون اتر سنڌ ۽ لاڙ واريءَ ايراضيءَ ۾ هيون، جن جي گاديءَ جا هنڌ اوسڪانا ۽ پٽالا هئا. اوسڪانا جي راجا جو نالوموشڪانوس هو ۽ اهو شهر لاڙڪاڻي جي ڀر ۾ مهوڙٽا واريءَ ايراضيءَ تي ٻڌل هو. پٽالا (يا پاتالا) جنهن کي هاڻوڪي حيدرآباد واري ايراضيءَ سان تشبيهہ ڏني وئي آهي، ان جو راجا موريس هو. [1] جو پائنجي ٿو تہ "موريو" لفظ جو بگڙيل اچار آهي. سيوهڻ جو قلعو ۽ دڙو کوٽائيءَ لاءِ اجا تائين آثار قديمہ جي کاتي جي زير ويچار ڪو نہ آيو آهي. جڏهن ان جي باقاعدي کوٽائي ٿيندي، تڏهن تي سگهي ٿو تہ سنڌ جي تاريخ جا ڪي لڪل بابت نڪري نروار ٿيندا. في الحال رڳو ڀنڀور جي کوٽائيءَ تي زور آهي، جنهن کي بنا ڪنهن عالمانہ تحقيقات جي برهمڻ دور جي ديبل شهر سان مشابهت ڏني پئي وڃي.

سيوهڻ جي باري ۾ ٻيو حوالو چندر گپت ٻئي (375_413ع) جي دور ۾ ملي ٿو جو گپتا گهراڻي جو ٽيون بادشاهہ هو. سندس ڀاءُ راجا پرتري (پرت_هري) کي جڏهن ملڪ بدر ڪيو ويو، تڏهن هن اچي سيوهڻ وسايو. [2] پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سنڌ جا هندو قلندر کي راجا پرتري ڪري سڏيندا هئا. [3]

سنڌ جي راءِ گهراڻي ۽ پڻ برهمڻ راڄ جي دور ۾ سيوهڻ سنڌ جي پنجن ولايتن مان هڪ ولايت جو مرڪزي شهر هو جنهن ۾ اولهہ سنڌ ڪانسواءِ ٻڌيہ، جنڪان، ڪوهہ پايہ ۽ مڪران شامل هئا. سيوهڻ تي ٻڌ شمني حڪومت ڪندو هو. جنهن عربن سان سازباز ٿي سيوهڻ جو قلعو سندن حوالي ڪيو هو. محمد بن قاسم سيوهڻ مان چار هزار جت (بدوچ) پرتي ڪيا هئا. [4] جن نہ فقط راجا ڏاهر جي خلاف راوڙ جي جنگ ۾ حصو ورتو پر

---

[1] ايضا، ص 102.
[2] "جنرل آف پاڪستان هاسٽاريڪل سوسائٽي"، جلد 10، حصو 4، ص 314.
[3] "سنڌ گزيٽيئر"، هيوز ص 724، "سنڌ گزيٽيئر" سمٿ، جلد4، ص 48. "سنڌ ريوزيٽيڊ"، ڊيوڊ راس، ص 47.
[4] "فتوح البلدان"، بلاذري، ص 443.

سچيءَ سنڌ جي فتح ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. عربي دور ۾ سيوهڻ سنڌ جي ڪنجي تصور ڪيو ويندو هو ۽ واپار جي خيال کان نهايت اهم شهر هو. عربي شهر منصوره جي تباهي ۽ بکر جي زور وٺڻ کان پوءِ سيوهڻ جي اهميت ڪي قدر گهٽجي وئي هئي، پر دفاع جي خيال کان اهو شهر اڃا به اهم تصور ڪيو ٿي ويو.

التمش جي حڪومت جي دور ۾ سلطان جلال الدين خوارزم شاهه جڏهن چنگيزي فوجن کان شڪست کائي ڀڳو، تڏهن هن سيوهڻ تي قبضو ڪري پناهه ورتي هئي.[1] ان وقت سيوهڻ ملتان جي ولايت جو شهر هو ۽ ان جو گورنر ناصرالدين قباچه هو. پر پوءِ سنت ئي التمش اهو شهر قتلغ خان جي حوالي ڪيو هو.

بلبن جي دور حڪومت ۾ جڏهن شهزادو محمد ملتان جو گورنر ٿيو، تڏهن هي شهر به سندس حوالي ٿيو. قلندر شهباز سيوهڻ ۾ اچڻ کان اڳ، ملتان جي ٻين بزرگن کانسواءِ شهزادي محمد سان به مليو هو. جنهن کيس ملتان ۾ رهڻ لاءِ چيو پر هن قبول نه ڪيو ۽ سيوهڻ هليو آيو.[2] غلام گهراڻي جي زوال کان پوءِ سنڌ جو ملڪ خود مختار ٿي ويو هو ۽ سومرا، جي لاڙ ۾ اڀري ئي حڪومت ناهيو ويٺا هئا، تن جو اثر اتر سنڌ ڏانهن وڌڻ لڳو. ايتريقدر جو اُچ جو حاڪم به هڪ سومرو بڻايو ويو آهي. فرشته جو چوڻ آهي ته سومرا ان وقت اسماعيلي مذهب جا پيرو هئا ۽ اُچ جي سومري حاڪم هڪ سُني درويش کي اُچ جي جامع مسجد مان ڪيرائي ڇڏيو هو. سيد جلال الدين بخاريءَ کي جڏهن خبر پئي، تڏهن هن چيو: "سومره مگر ديوان شده" (سومرو متان چريو ٿي پيو آهي.) جلال الدين جي ايئن چوڻ سان سومرو سچ پچ چريو ٿي پيو ۽ پوءِ سندس ماءُ جي معافي وٺڻ کانپوءِ چڱو ڀلو ٿيو ۽ سني مذهب اختيار ڪيائين.[3]

علاءُالدين خلجيءَ جي دور حڪومت ۾ صلداي خان نالي هڪ منگول سيوهڻ تي زبردستي قبضو ڪري ويهي رهيو ۽ پوءِ علاءُالدين جي سپهه سالار نصرت خان قلعي کي بارود سان اُڏائي، منگول فوج کي به تباهه ڪري ڇڏيو. ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته ان وقت سيوهڻ جو راجا چلديو هو. جنهن مغلن جي

---

[1] "جهان ڪُشا"، جويني، جلد 2، ص 147.

[2] "تحفته الڪرام"، قانع ٺٽوي، جلد 3، ص 43_44.

[3] "تاريخ فرشته"، جلد 2، ص 416.

مدد سان اولهہ سنڌ ۾ هڪ خودمختار حڪومت قائم ڪئي هئي، پر علاءُالدين جي ٻئي سپهہ سالار ظفر خان کين شڪست ڏئي قيد ڪيو ۽ مال غنيمت سان گڏ کيس دهليءَ موڪليو هئائين.

غازي ملڪ غياث الدين تغلق جڏهن هندستان جي حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکيون، تڏهن هن اتر سنڌ کي انتظام جي خيال کان ٻن حصن ۾ ورهايو: بکر تي خواجہ خطير ۽ سيوهڻ تي علي شير کي مقرر ڪيائين. سنڌ جو لاڙ وارو حصو ان وقت غالباً سومرن جي قبضي ۾ هو پر انهن جي بہ پڇاڙي اچي چڪي هئي، ڇاڪاڻ تہ سما ۽ جاڙيجا قومون ان وقت زور وٺنديون پئي ويون. آخر نتيجو اهو نڪتو جو سمن طاقت ۾ اچي سومرن جي پڄاڻي آندي. محمد تغلق عرف جونا خان جي دور حڪومت ۾ سمن جي پهرين حاڪم ڄام انڙ (اصل ۾ مڪراني هو) جنهن کي سومرن جي ظلم ۽ تشدد کان تنگ اچي، سنڌ جي سمن مڪران مان گهرايو هو. سومرن جي آخرين حاڪم حمير کي قتل ڪري، لاڙ تي قبضو ڪيو پر اتر سنڌ، جنهن ۾ بکر ۽ سيوهڻ جا شهر هئا، دهليءَ جي سلطان جي هٿ هيٺ هئا. ۽ سيوهڻ تي ملڪ رتن حڪومت ڪندو هو. ڄام انڙ ملڪ رتن کي شڪست ڏئي، سيوهڻ تي قبضو ڪيو ۽ اتان جي سرڪاري خزاني کي لٽيو ويو جنهن ۾ ٻارهن لک دينار* هئا.[1] امير قيصر سيوهڻ جو گورنر ٿيو ۽ جلد ئي مارجي ويو ۽ سندس سر ٻين سردارن جي منڍين سان گڏ قلعي جي ديوار تي ٽنگيو ويو. اهو نظارو ابن بطوطہ پنهنجين اکين سان ڏٺو هو ۽ ان بابت سفرنامي ۾ ذڪر ڪيو اٿس.[2]

قنڌار جي حاڪم شاهہ بيگ ارغون، پنهنجي لشڪر جي پهريون دفعو سمن جي هٿان شڪست کائڻ کان پوءِ، وري ٻيو دفعو ميرزا عيسيٰ ترخان جي هٿ هيٺ لشڪر ڏياري مڪو جنهن بکر ۽ سيوهڻ فتح ڪيا. بکر تي فاضل بيگ ڪوڪلتاش ۽ سيوهڻ تي خواجہ بيگ کي مقرر ڪيائين. ان وقت سيوهڻ سنڌ جي ڪنجي سمجهيو ويندو هو ۽ هو بہ ايئن ڇاڪاڻ تہ ٿوري وقت کان پوءِ شاهہ بيگ جو ٺٽي تي بہ قبضو ٿي ويو. شاهہ بيگ ۽ ڄام فيروز جي جنگ بہ سيوهڻ جي پر ۾ ٽلٽيءَ واريءَ ايراضيءَ تي ٿي هئي،

---

* دينار سون جو سڪو هو جو هاڻوڪي پائونڊ کان بہ وڌيڪ قيمتي هو.

[1] "تاريخ فيروز شاهي"، سراج عفيف، ص 198.

[2] "عجائب الاسفار"، جلد 2، ص 11.

جنهن ۾ سنڌ جو سورهيه سپوت دريا خان جنگ ڪندي مارجي ويو. ٽلٽيءَ جي ٻيءَ جنگ ۾ مخدوم بلاول جهڙو محب وطن سورهيه بزرگ به شامل هو ۽ جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ ارغونن مٿس اسلام دشمن تهمت رکي گهاڻي ۾ پيڙائي مارائي ڇڏيو. "حديقة الاولياءُ" ۾ سندن وفات جي تاريخ 30 صفر 931هه/1525ع ڄاڻايل وئي آهي.[1] پر مير معصوم سندن وفات سن 929هه ۾ ٻڌائي آهي.[2] مخدوم بلاول جو ڏوهه فقط هيءُ هو ته هن ڌارين جي حڪومت کان سنڌ کي بچائڻ لاءِ سنڌين کي جنگ ڪرڻ لاءِ همٿايو. مخدوم صاحب جن جو آخرين آرمگاهه باغبان ۾ آهي، جو دادو تعلقي ۾ آهي ۽ ان تي هر مهيني جي پهرين جمعي تي رات جو ميلو لڳندو آهي. مشهور سياح ابن بطوطا، جو سنڌ ۾ 734هه-1334عيسويءَ ڌاري سنڌ ۾ آيو هو انهيءَ جو چوڻ آهي ته هن سيوهڻ جي شهر ۾ مشهور تاريخدان خطيب بغداديءَ کي ڏٺو هو. ٻيو هڪ عالم شيخ محمد بغدادي، سندس چوڻ موجب مخدوم لعل شهباز قلندر جو متولي هو. ان وقت سندس عمر 140 سال ٻڌائي وئي آهي.[3] مغل بادشاهه همايون جڏهن شير خان کان شڪست کائي سنڌ پهتو، تڏهن هن پهرين چار باغ ۾ منزل ڪئي ۽ پوءِ اتان سيوهڻ تي قبضي ڪرڻ لاءِ حملو ڪيائين، پر شهر جي ڪوتوال مير عليءَ جي توبن ۽ رسد جي گهٽجي وڃڻ سبب واپس بکر هليو ويو.

سنڌ جو ملڪ جڏهن اڪبر بادشاهه جي دور ۾ دهليءَ جي ماتحت هو، تڏهن سيوهڻ ٺٽي سرڪار جو هڪ شهر هو. هي شهر نير جي اُپت جي ڪري مشهور هو ۽ هتي جا آڏاڻا نصرپور ۽ ٺٽي وانگر (سوٽي ڪپڙي لاءِ) مشهور هئا. ساڳئي وقت هتي ڪاشيءَ جو سامان به ٺهندو هو. عالم ۽ فاضل شخصن هن شهر کي پنهنجو مسڪن بڻايو هو. ان ڪري هتي سنڌ جي ٻين شهرن وانگر وڏا مدرسا هئا، جن ۾ پري پري جا شاگرد علم حاصل ڪرڻ ايندا هئا. ابن بطوطا جو چوڻ آهي ته سڪندريه (مصر) جي مشهور عالم شيخ برهان الدين اعرج جو پاءُ، زين الدين، مصر مان ڪهي سيوهڻ ۾ آيو هو ۽ اتي تعليم حاصل ڪيائين.[4]

---

[1] "حديقة اولياءُ"، ص 80.
[2] "تاريخ معصومي"، ص 117.
[3] "عجائب الاسفار" جلد- 2، ص 58
[4] ايضاً، ص 11.

شاهجهان جي دور ۾ نواب دينڌار خان قلندر شهباز جي مقبري جي صحن کي فرش هڻائي ۽ مسجدون به ٺهرايون هيون. ان کان سواءِ هن چٽتي امرائٽيءَ جي تربت تي قبو اڏائي، پٿين ۽ فرش تي ڪاشيءَ جون سرون هڻايون. شيخ ابوالفضل "آئين اڪبري" ۾ سيوهڻ ۽ ان جي پسگردائيءَ جي سارا هـ ڪئي آهي، ۽ منڇر ڍنڍ جو به ذڪر ڪيو اٿس.[1]

ڪلهوڙن جي دور ۾ سندن گادي خداباد ٿيڻ ڪري، سيوهڻ جي اهميت گهٽجي وئي هئي ۽ ان کانپوءِ ٽالپرن ۽ انگريزن جي دور ۾ به ان جو ساڳيو حال رهيو. سيوهڻ جي سڌاري لاءِ هاڻي ڪوششون جاري آهن ۽ اهو تيستائين ترقي نٿو ڪري سگهي جيستائين منڇر ڍنڍ جي سڌاري جي ڪوشش نہ ڪئي وئي آهي. منڇر ۽ سيوهڻ واري ايراضي سياحت جو بهترين مرڪز ٿي سگهي ٿي، ڇاڪاڻ تہ لڪي جبل، منڇر جي ڍنڍ، آمري، رني ڪوٽ، خداباد، ڪيرٿر جبل جا نظارا، سڀ سيوهڻ جي پسگردائيءَ ۾ آهن. ساڳيءَ ريت هي شهر مڇيءَ جي واپار جو بہ مرڪز ٿي سگهي ٿو. اهڙو پلانٽ نصب ٿيڻ کپي، جنهن ذريعي مڇي ۽ ان سان گڏ منڇر جي ٻيءَ پيدائش کي ٽين جي دٻن ۾ بند ڪري ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪلجي.

*-*-*

---

[1] "آئين اڪبري"، ص 254.

# فلسفئہ قلندريہ ۾ مستيءَ جو تصور



رئيس ضياءُالدين بلبل
مترجم: محبوب علي چنہ

*(هيءَ مقالو حضرت قلندر شهباز جي 708 سالہ ورسي جي موقعي تي سيوهڻ ۾ 26 جنوري 1962ع تي ادبي ڪانفرنس ۾ انگريزي ۾ پڙهيو ويو.)*

جناب صدر ۽ هن اديبانہ مجلس جا حاضرين!

منهنجي تقرير جو عنوان قلندر لعل شهباز سيوهاڻيءَ جي فلسفي ۾ مستيءَ جي تصور بابت آهي. سندس تعليم جي دائري ۾ هي عنصر تمام معروف ۽ بنيادي آهي ۽ شايد هن جي فلسفئہ حيات جوهي پهلو صريحاً غلط سمجهيل ۽ غلط استعمال ڪيل آهي. مادي طرح دنيا گرم ٿيندي رهي ٿي ۽ ترڪيب اجساموي جي لحاظ کان سرد ٿيندي رهي ٿي. ايتريقدر جو جنگ جو جوشيلو حس بہ مستقل طرح سرد ٿي چڪو آهي، دنيا جي اهڙين حالات ۾ مان سمجهان ٿو تہ هي بي مهل نہ ٿيندو جو هن فيلسوف شاعر ۽ ولي الله جي فلسفي ۾ حقيقت جي هن عنصر کي وري جاچجي جوچجي ۽ استعمال ڪجي، جنهن جي ورسي 26 جنوري 1962ع جي رات سيوهڻ جي تاريخي شهر ۾ ملهائي رهيا آهيون.

حضرات! "مست قلندر" جو نعرو هن الله واري جي رندانہ ۽ قلندرانہ قسم جي تعليم جي روح، مغز ۽ انتها کي عام طرح زور وناٺڻ لاءِ مناسب طرح هنيو ويندو آهي. لعل شهباز ميموريل ڪاميٽيءَ جو چيئرمين پڻ پنهنجي خطبئہ استقباليہ ۾ هن ضروري عنصر جي انتساب کان رهي نہ سگهيو پر رحم جوڳي حقيقت آهي تہ هن شاندار ۽ انتهارس "نموني" ۽

"طريقي" کي گهٽڻ ئي غلط استعمال ڪيو آهي ۽ شر جي آڙ بنايو آهي. اهوئي هڪ سبب آهي جو مان هي مقالو اڄ رات پيش ڪري رهيو آهيان ۽ انگريزي ۾ پيش ڪري رهيو آهيان. مان هي نٿو چاهيان تہ مان خود غلط سمجهيو وڃان ۽ پاڻ مونجهاري کي وڌايان. منهنجو مقصد آهي تہ بافهم دلين کي بيدار ڪريان، جيئن هن حياتيءَ جي نمايان ۽ شديد پهلوءَ کي حياتيءَ جي مصروف ۽ متعدد مشڪلاتن کي دفعي ڪرڻ لاءِ ۽ ان کي اصلي صورت ۽ پوري جمال ۾ وري زندهہ رکڻ ۽ استعمال ۾ آڻين.

هڪ ڏينهن منهنجي هڪ دوست جو ضلعي آفيسر آهي، تنهن مون کان هڪ سوال پڇيو جو مان سمجهان ٿو تہ موجوده زماني ۾ هڪ اهم ۽ قابل توجهہ سوال آهي. هن سوال تي ٻن سالن جي مطالعي ۽ غور و فڪر بعد مون هن جو جواب "مستي" جي صورت ۾ لڌو آهي، جنهن جي جهلڪ حضرت عثمان مروندي ڏيکاري آهي. اهو سوال هو:

> "ڇا سبب آهي جو اڄ ڪلهہ بداخلاق ماڻهو پاڻ ۾ گڏجن ٿا ۽ گگر وانگر ڳنڍجي ٿا وڃن، ايتريقدر جو هو پنهنجو سڀ ڪجهہ پئسي، ملڪيت، شهرت ۽ حياتي سوڌو پنهنجي عمل دوران قربان ڪن ٿا، مگر نيڪ انسان، مرد خواهہ زالون هڪٻئي کي مدد نہ ٿا ڪن ۽ دور ۽ بي وس ٿا رهن".

حضرات! اوهان بہ مون وانگر سوال جي گهرائي جي همہ گير دلالت ۽ نتيجي ڪري ضرور اثر پذير ٿيندؤ. هي سوال اسان سڀني جي سامهون منجهيل مسئلي وانگر مد مقابل آهي. هي ان ڪري آهي جو اوهان محسوس ڪريو ٿا تہ عوام جو نيڪ حصو ڪنهن ٻين (بمعہ سرڪار) جو منتظر هوندو آهي تہ هو انهن لاءِ حالات سڌارين. اسان جون ڪيتريون نيڪ تجويزون رائگان ٿي ٿيون وڃن جو انهن کي سرانجام ڪرڻ لاءِ اهل ماڻهو نہ ٿا ملن. معاشري ۾ خراب ماڻهن خلاف شاهدين ڏيڻ لاءِ ڪو بہ اڳتي نہ ٿو اچي. ڪو بہ همت نہ ٿو ٻڌي جو ڪٺي پدچالن جي ڪوڙڪي ۾ ڦاسڻ وارن اشرافن کي مدد ڏني. غير مساوات، ملاوٽ، گهٽ تور، ڳريون قيمتون، ضروريات زندگي جي هٽرادو اٿاٽ، خويش پروري، رشوت، ليڊرن خلاف مخفي منصوبا، اسان جو رت چوسين ٿا مگر اڃا اسان ننڊ ۾ آهيون ڇڻ تہ نشي ۾ آهيون يا ڪنهن جا رواجي زير اثر آهيون ۽ مدد لاءِ مسيحا جي آمد

جي انتظار ۾ آهيون. صنعتي ۽ مشنري نظام نه رڳو مٽن گهرن جي گهاٽن کي گرڙي ڇڏيو آهي، مگر سرد خون بداخلاق گروه کي به اچي گڏ ڪيو آهي. بدي منظم ٿي چڪي آهي. نيڪي جڙن کان ڪٽجي رهي آهي. هن غفلت، لاغرضي ۽ ڪاهليءَ جو علاج منهنجي نظر ۾ "مستي" آهي جنهن جا ڪلاسيڪي مثال حسب ذيل آهن: اسين جي ڪناري تي عبدالرحمان طارق جون ٻيڙيون ساڙڻ، ڪابلنڪا جو ٻرندڙ جهاز جي ڊيڪ کان ذرو به پري نه هٽڻ، نيلسن جو جهنڊو نه ڍسڻ ۽ لڙائي بند نه ڪرڻ، ترڪن جو جنگ جي باهه ۾ ٽپو ڏيڻ جڏهن مسلمان شڪست کائي رهيا هئا. ٽيپو سلطان جو فرار ٿيڻ کان انڪار ڪرڻ ۽ سخت مشڪلات سان آخرين مقابلو ڪرڻ، اويس قرنيءَ جا سڀ ڏند پٽڻ، غازي عبدالقيوم جو نٿورام ڪري مفيد ٿيڻ ۽ ڪربلا جو "ذبح عظيم".

حضرات! اوهان هن ڳالهه سان متفق ٿيندؤ ته اهي ۽ هن جهڙا مستيءَ جا ڪم تواريخ ۾ انساني تقدير کي مبدل ڪرائڻ جا منبعا هئا.

صدر صاحب! مونکي اجازت ڏيو ته مان پهريائين پهريائين اوهان کي ٻڌايان ته قلندر لعل شهباز جي "مستي" "مذمتي صوفين" وانگر نه آهي جن جو مقصد هوندو آهي ته روح کي تقويت ظاهري طرح نازيبا ڪمن ڪرڻ سان ڏجي. قلندر لعل شهباز نه انهن صوفين جي فرقي مان هو ۽ نه وري مجذوبن جي حلقي مان. مگر پاڻ هڪ وڏو فاضل ۽ حافظ قرآن هو. انڪري هن جي تعليم مذمتي صوفين خواهه مجذوبن کان نرالي آهي. قلندر واري مستي جذباتي ۽ تصوراتي انسان جي همت جو مظهر آهي، جا حق ۽ انصاف ڪري اپري ۽ حالات جي دستور موافق تمام توثيق سان عمل جو هڪ رستو اختيار ڪيو جو تردد ۽ تاويل جي وهمن کان بالاتر هو. مستيءَ ۾ جو حرف "ميم" آهي سو منهنجي نظر ۾ محبت، مدد ۽ مجاهده لاءِ آهي، جي صحيح عمل جا سرچشما آهن. "س" سخاوت لاءِ اچي ٿو جو صحيح عمل لاءِ موزون قدم ۽ مقصد آهي. "ت" "تضرج" جو بيان ڪري ٿي جنهن جي معنيٰ آهي رت ۾ ڳاڙهو ٿيڻ- يعني قرباني ۽ شهادت جي نشاني. "ي" جي معنيٰ آهي "يم"- يعني ٻوڏ جو اچڻ ۽ درياهه جو چڙهڻ. سنڌو درياهه جي ڪناري تي ويهي ۽ هن جي چڙهڻ ۽ لهڻ جو منظر پسي، زندگي کي نشوو نما ڏيندڙ سبزيءَ ۽ ڪاڏي جي وڌڻ ۽ وبجهڻ کي ڏسي، هن ڏٺي ڏوٺل ضرور "مستي" جو نظريو پاڻ ۾ وڌايو هوندو. قلندر جو لال پوشاڪ لاءِ ذوق ۽

هن جو خود لقب لال ”تضرج“ مان نڪتا آهن. ميندي‌ءَ جي تقريب ۾ خون جي لالاڻ لاءِ مثال آهي ۽ هن جي مستي‌ءَ جي موج جو منظر آهي. ان جو سبب هي آهي ته منصور جي مستي‌ءَ وانگر قلندر جي مستي عارضي يا بيهوشي واري نه هئي پر مسلسل باهوش ڪيفيت هئي. مگر منصور جي خلاف قلندر جو مقصد خود قرباني (عبادت) هو ۽ نه انا (الوهيت). قلندر جي مستي‌ءَ جو غرض خود نمائي نه هو پر الله جي محبت هئي. ان جو هڪ معمولي پهلو ”جهاد بالسيف“ آهي. طور طريقي ۾ هي‌ءَ مستي ”خشوع“ ۽ ”خضوع“ جي بهترين شڪل آهي. هن جون ڪمانون ”فقر“ ۽ ”ايثار“ آهن.

مستي جي نظرئي جي خلاف برهمڻ يا يهودي جي سرد ۽ بي ثمر عقليت آهي جا موجوده هارورڊ ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽين جي پيش رو آهي. مغربي ليکڪن هان ارنيسٽ هيمنگوي Earnest Hemingway تمام نمايان شخصيت هو جنهن مستي‌ءَ جو نظريو پنهنجي نموني ۾ اسپين جي ڏڳن جي ويڙهه يا آفريڪا ۾ شينهن جي ويڙهه ذريعي اظهار ڪيو. جديد زماني ۾ هن خصوصي فلسفءِ حيات تي جو ڪتاب لکيل آهي، ان جو عنوان آهي For whom the Bells toll هن جو آخرين عمل مستي‌ءَ جي باري ۾ هي‌ءُ هو جو هن پنهنجي نفس اماره تي بندوق جي ٻن نالن سان نشانبازي ڪئي. هي نفس اماره آهي جو پنهنجي سلامتي‌ءَ مادي اجزا ۽ خودپسندي‌ءَ ڪري مستي‌ءَ کي اکاڙي ٿو. نفس اماره جو ٻيو هٿ نوڪيو نوڪر، عقل، آهي جو جذبات کي جلايو ڇڏي. عقل جي حدن ۽ قبود مان ڪانٽ فيلسوف جي ڪتاب Critique of Pure Reason ۽ امام غزالي جي ”تحفتہ الفلاسفہ“ ڏي اشارو ڪريان ٿو. ”اهنسا“ وري مستي‌ءَ جو ٻيو برخلاف تصور آهي. هي معلوم ڪري مسرت ٿي ٿئي ته وڏا برهمڻ ۽ پنڊت به هاڻي اهنسا مان اڇي بيزار ٿيا آهن (جيئن گوئٽا جو مثال ونجي ٿو).

Laisez_Faive جي غير تحرڪ ۽ غير مداخلت واري فرانسوي نظرئي جهڙي موجوده مدبري جو بين الاقوامي ۽ سرڪاري سطحن تي مڪر ۽ فريب جو رعبدار نالو آهي ۽ حيله سازي پڻ مستي‌ءَ جي برعڪس آهي. سياست ۾ راست بازي ڪم از ڪم مستي‌ءَ جي هڪ سخت دشمن کي دفع ڪيو جا صدر فيلڊ مارشل محمد ايوب خان عمل ۾ آندي ۽ جاپاني سرڪاري جي سربراهه مسٽر اڪيڊا اياري، جذبات ۽ احساسات وري هيڪر ساراهيا وڃن ٿا ۽ حياتي‌ءَ جي جهاز جا سڙهه ۽ اولا ليکجن ٿا.

حضرت علي پهريون عظيم مدبر هو جنهن قرآن شريف مان سبق وٺندي، مڪر ۽ منافقت جي خلاف ڪات کهڙا ڪنيا. هي پهريون صاحب هو جنهن انساني معاملات ۾ بدعتي شخصيتن جي بدڪارين کي ظاهر ڪيو. انساني معاملات ۾ صحيح ۽ سڌي برتاءُ جو اصول جو اسد الله جي الاهي همت سان ملحق هو. قلندر لعل شهباز جي مستي جي فلسفي جو بنياد بڻيو. جيئن ته لعل شهباز حضرت عليءَ جو مٽيادار مريد آهي ته پوءِ مونکي اجازت ڏيو ته پنهنجي سخا واري ۽ شفقت واري انقلاب جي اپٽار ڪريان جو مستيءَ جو هڪ سهڻو مثال آهي.

سائين! اوهان دريافت ڪري سگهو ٿا ته آيا مستي نابينا آهي؟ هي سوال پڇندي اوهان اهڙا عمل مثلاً عرب جي لارينس جي حرفت ڪري عربن جي ترڪن خلاف بغاوت، خيال ۾ آڻيندو. هن سوال لاءِ منهنجو جواب آهي ته مستي نابينا نه آهي. هن کي روشني محض عقل يا ڪوڪلي ذهن مان نه ٿي ملي پر ادراڪ، عرفان ۽ شخصيت ڪل جي حڪمت مان مليس ٿي. جيئن:

رقابت علم و عرفاں کی، غلط بینی ہے مبر کی
کہ وہ حلاج کی سولی کو سمجھا ہے رقیب اپنا
زمانہ عقل کو سمجھا ہوا ہے مشعل راہ
کسے خبر کے جنوں بھی ہے صاحب ادراک

پهرين مها ياري لڙائي ۾ عربن جي بغاوت جِي مستي ناڪام رهي اهو فقط ان ڪري جو ان جي روح افزائي بيروني هئي، نڪي اندروني، ان جو مقصد خود قرباني نه هو مگر ان مان پنهنجي عظمت جي مراد هئي. مستيءَ جي صرف ميم جي معنيٰ محبت، مدد ۽ مجاهدو آهي ۽ تمام باطني بصارت سان تعلق اٿس. هي روبو گهٽ ٿي ٿو وڃي، جڏهن بدن ڏاريو ناپاڪ ۽ غليظ آهي. ان بدن ۾ خون کي صاف نه ڪرڻو آهي ۽ نه ڪو هنن سان تعلق رکڻو آهي. "اهو شخص جو حق کان هٽي پنهنجي خودي کي هلڪو ڪري ٿو رفته رفته حق، باطل، وهم ۽ حقيقت کي پيٽڻ واري قوت متميزه وڃائي ويهي ٿو. (سيد اطلاعت حسين). اقبال قبول ڪري ٿو ته عشق ئي آهي جو ڪنهن کي بہ حديث رندانہ جي حدود کان بالاتر ڪري ٿو. مستيءَ جي آتش تي ٿڌو گوشت ۽ سرد خون پاڻي وڃهي ٿو.

ان مستيءَ کي شريعت جي حدن جي خبر هئڻ گهرجي. حقوق الله،

حقوق العباد، حدود شرعي آنحضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي عشق کان سواءِ حاصل ٿي نہ ٿا سگهن. فقط رسول صلعم جي هستي آهي جنهن انهن کان براهہ راست سکيو ۽ مڪمل طرح عمل ڪيو.

اگر بہ او نرسيدی، تمام بولهبی ست

اهوئي سبب آهي جو هيٺيون بيت قلندر لعل شهباز جي مزار تي چسپان آهي:

زهے ز پنجتن آمد وظيفۂ احسن
محمد است علی فاطمہ حسين حسن۔

هن نظرئي جي وڌيڪ اپٽار لعل شهباز جي "جلالي طريقي" ۾ ملي سگهي ٿي. هن جو ڪجهہ بيان جليلي سيوهاڻي جي ڪتاب "الشهباز" ۾ طريقت نامہ قلندر جي باب ۾ سوال ۽ جواب جي صورت ۾ صفحي 114 تي ملندو. جيتوڻيڪ ڪتاب جو بيو ڪو افادي پهلو نہ آهي. قلندر جو هيٺيون بيت اهڙو اشارو ڏئي ٿو:

از مئ عشق شاه سر مستم "بنده مرتضیٰ علی هستم"

هوبهو سبق جو هن حضرت علي کان پرايو اهو مذڪوره بيت ۾ آيل آهي. هن جي مستي منصور کان بہ ڪئين سرس ٿي وئي اهو هيٺئين شعر مان ظاهر آهي:

منم عثمان مروندی کہ یار خواجہ منصورم،
ملامت می کند خرقم کہ من بردار می رقصم۔

هن صاحب ملامتي مسلڪ کي پنهنجي خرقہ ڏانهن منسوب ڪيو آهي پر پاڻ ٻنهي کان مٿانهون آهي ۽ پاسي جي تختي تان بہ اعليٰ ڪوشش ڪندو رهي ٿو ۽ موت کي شڪست ڏئي ٿو ۽ هاءِ هاءِ جي فريادن کي يا موت جي ماٺ کي تف ڪري ٿو. ان ڪري هن جي مستي لازوال، شاداب، بي داغ ۽ لال آهي. هيمنگ وي هن کي هن طرح ترجمو ڪيو تہ موت انسان کي شڪست نہ ٿو ڏئي ۽ مسٽر ڊلس جي زير بحث "ٽانگهائي" هن مستيءَ کي ڪاميابيءَ سان حيلہ سازيءَ جي حد ۾ پهچايو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي مستيءَ جو هي ساڳيو روح هيٺين طرح پڌرو ڪيو آهي:

جي گهڙيا سي چڙهيا ايئن اٿيئي،
مئي مٿي مهراڻ ۾ پو ٿيو ڏيئي،
ته ساهڙ مليئي، سنيوڙو سيٽاه سين.

اقبال کي پڻ هن فلسفہ حيات بابت ڪجهہ چوڻو آهي هن کي بہ مستيءَ جو خيال آهي جڏهن هي هيئين طرح دعا گهري ٿو تہ:

یا رب دلِ مسلم کو وہ زندہ تمنا دے
جو روح کو تڑپادے اور قلب کو گرمادے۔

اقبال جي زندهہ تمنا مستي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي. مستيءَ جون سرحدون هن صاحب هن طرح بيان ڪيون آهن:

(1) علم حق غیر از شریعت ھیچ نیست
اصل سفت جز محبت ھیچ نیست

(2) آئین جواں مرداں حق گوئی وبے باکی
اللہ کے شیروں کو آتی نہیں روباھی

حياتيءَ جو هي نظريو "غير جانبداري" ۽ "تڪيہ" جي نظرين خواهہ "ڊبل ڪارنجي" جي گهٽ مقابلي ڪندڙ طريقي جي مد مقابل آهي. از انسواءِ "يوگي جو دم روڪڻ" بہ سياست جي روءِ سان هڪ قسم جي بي تعلقي آهي جا قلندر جي نقطئہ خيال سان متفرانہ آهي. فرئنڪلن-ڊي روز ويلٽ جو رهبانيت جي سرد واديءَ کان جان بچائڻ بہ موجوده حيات ۾ هڪ وڏي طاقت جي مستي جو مثال آهي. هر ڪنهن کي هن حڪمت عملي کان بہ ڪم وٺڻو آهي تہ ڪنهن "جهاد بالسيف" قري "جهاد بالڪلام" ٻڌجي.

جائز کیا جہاد کو شمشیر کے بغیر
قرآن اگر پڑھا بھی تو تفسیر کے بغیر۔

حضرات! قلندري جهاد. جهاد جو ٽيون قسم آهي، يعني روحاني قوت ذريعي جهاد. اقبال هن کي ضربِ ڪليم سڏيو آهي. مسلمان جا چار عناصر اقبال هن طرح بيان ڪيا آهن:

قهاري و غفاري و قدوسي و جبروت
يه چار عناصر هون تو بنتا هے مسلمان

هي لعل شهباز جي مستي جي محبت، سخا، تضرع ۽ بم (موج مهراڻ) جا ڏار ڏار نالا آهن. اقبال ڪانسواءِ پنهنجن شاعرن مان جو پيو شاعر هن خيال جو آهي ۽ جو هاڻي مون تائين پهچي ٿو سو آهي اڪبر الهه آبادي ۽ هن رجحان جا جي نثر نويس آهن انهن مان فقط مسٽر ايم آر ڪياني جو خيال ڪري سگهجي ٿو. هيءَ مستي علي ڳڙهه ۾ سر سيد احمد هتان "حرڪت" ۽ ابتدا جي صورت ۾ زير تربيت آئي. مسلم يونيورسٽي جا پراڻا شاگرد انهن پراڻن اصطلاحن جو مفهوم چڱي طرح سمجهي سگهن ٿا. جيڪڏهن مستورات طرف نظر ڪبي ته هن فلسفي جو جهلڪو بي بي عائشه، حبيبه بنت هاشم، رابعه بصري، حارث بن عبدالرحمان مروي جون ٿي نياڻيون راڻي جهانسي ۾ نظر ايندو پر مان جون آف آرڪ کي هنن سان شامل نه ڪندس جنهن جو سبب هي آهي ته سندس مستيءَ چارلس ستين جو سهارو ورتو. مستي جا ناڪام ٿئي سا مستي نه آهي؟ ان جو آخري مقصد الله سائين نه آهي. "انفرادي تقدير" جو ڦري وصال خدا ٿيڻ "منظم قوت" جي ذريعي لويالٽ زوندي جي نظرئي مطابق قلندري مستيءَ جي آخري فتح ۾ ڪارگر آهي. وليم مڪڊوگال جي "ارادي فلسفي" مطابق حياتيءَ جي نظريه به انساني حرڪت مطابق مساوي آهي. ذات پات ۽ رنگ روپ جون دعوائون مستيءَ جي ڦيٽڻ تي بدنما بار آهن. قلندر لعل شهباز ۾ هر ڪنهن کي هن جي مذاق ۽ ظرف مطابق نظر ٿو اچي. هي سهارو هو آقا هو شيعو هو سني هو شاعر هو الله وارو هو وغيره وغيره. مختلف شخصيت مختلف نظرين ۾ هندن جي نظر ۾ ڪرشن مهراج جو اوتار هو. هي عقيدو هن جي عجيب گهوٽ ٿيڻ جو ذريعو آهي ۽ ساليانه گوپي ڏيڻ جي تقريب. ڪي خاص صوفي ساڳي طرح پنهنجن مريدن ۽ معتقدن پاران ليکيا ويا آهن. اهوئي سبب آهي جو نقشبندي طريقي وارا ظاهري طور طريقي ۽ نشانات تي زور ڏين ٿا. (ارڪعوا مع الراڪعين). جيڪڏهن رسومات ۽ عقائد روزانه هلت چلت کان ٿوڙجڻ ته جيڪر بين الاقواميت کي ڳري قيمت ادا ڪري ٿو نئين قومي گڏ ثقافت جي ڏاڪڻ جا ڏاڪا ناهين ٿا جي آخري تميز واريون نشانيون انسانيت جي فرقن کي ڏار ڪرڻ لاءِ مهيا ڪن ٿا.(ڊاڪٽر اقبال- اسلام ۾ مذهبي تذڪر جو احياءَ) هن حد تائين مان مسٽر ايم آر ڪياني ۽ اي اي قبضي سان متفق

ٿيندس جي رسومات کي محض نمائش سمجهي ترڪ ڪن ٿا. قلندر لعل شهباز هن ڳالهه کان دور هو ته:

جوئي آهيان سوئي آهيان، هندو مومن ناهيان.

سائين منهنجا! ميندي ۾ مستيءَ جي نشان لال پوشاڪ ڪانسواءِ هن جا ٻيا به ٻه رڪن آهن: هڪ ڌمال؟ ٻيو پير-ڌمال مستي جو قوت آفرين ناچ آهي. پارسين جو ”هون“ ابدي آتش جي چوڌاري مرڪوز آهي ۽ اُهي وڏن گولن ۾ حرڪت ڪن ٿا ۽ سنڌن اشارا باهه کي اپارڻ لاءِ هوندا آهن. هي صنم پرستي جو هڪ شعبو آهي. ڪٿا ڪاليءَ ٽنگن جي موزون حرڪت چيلهه جي مٿان بدن جي باقي حصي جي متناسب ۽ با اشاره حرڪات کان ٽٽي وڃي ٿي. هي غير تعلقي يا ٻيائي ڌمال لاءِ ناگوار آهي. استنبول جي درويش جي ناچ جا حرڪات و سڪنات ترڪ ۽ غيرجسم کي ٿقڙ هٽن ٿا. ڪٿڪ ناچ به ايئن آهي جو پڻ ننگين تلوارن سان زياده جنگجو آهي. ڌمال جي ويجهو محض غوث بهاءُالدين جي فقيرن جي ”سمع“ آهي. ڌمال جي عدم المثالي هٿن جي متناسب حرڪات سان گڏ پيرن جي روڪيل ۽ طريقه وار آهستي هيٺ مٿي چر پر ۾ آهي. جيڪڏهن مون ڪو به باضابطا افراط ڏنو آهي سو هي آهي. قلندر جي مستي جي ڌمال مختصر طور هيٺين طرح سمجهائي سگهجي ٿي: باضابطا جوش جي منظم حرڪت.

سنڌ واري ”جهمر“ نه رڳو عجلت ۽ نمائش واري آهي پر ان جا وقتي هيٺيان حرڪات بدن جي مٿئين حصي کي گهلي ٿا وجن جو ڌمال جي راسخ عظمت جي خلاف آهي. ڌمال جڳهه جي هڪ جهڙائي تي زور ڏئي ٿي ۽ حرڪت جي جاءِ کان وڏي وڃڻ يا انداز کي وڌائڻ روا نه ٿي رکي. سنڌي موسيقي جو اوزار ”يڪتارو“ به ڌمال سان موزون آهي. هي مساوي آهي ۽ توحيد تي بنا اٿس. ڪعبه شريف جي طواف مان ڌمال کي تقويت ملي ٿي. نظم جي دائره ۾ هڪ غالب جو هي غزل ملي تو جنهن جو روح ڌمال جي قريب آهي.

مدت ہوئی ہے یار کو مہماں کئے ہوئے۔

هڪ وقت ڌمال اسان کي فوج جي آمد جي ياد ڏهاني ڏئي ٿي. اها الله وارن جي فوج ڪنهن ملڪ جي سرحدن کي فتح ڪرڻ نه آئي آهي پر ساري انسان ذات جي بهبودي خاطر نفس کي مات ڪرڻ آئي آهي.

ان نقطئه نگاهه سان، پير پنهنجو سامان فراهم ڪري ٿي. يعني نغارن کي وڄائڻ ۽ نفيلن جو آواز هي نفيل رواجي جنگي توتارو نه آهي

پر "ثور" جو نشان آهي جو اسرافيل دنيا کي ويڙهڻ لاءِ استعمال ڪندو. قلندر جي فقيرن لاءِ نفيل نفس اماره جو خاتمو آٽي تو. "فقر اختياري" "فقراستمراري" ۾ بگڙي ويو آهي. دنيا جي شين کي ترڪ ڪرڻ جو مسئلو هاٽي پنڻ ۾ اچي ويو آهي. قلندر لعل شهباز جي سچي مستي بدمستيءَ ۾ مٽجي وئي آهي. هي منطقي تعلق سيئي شين لاءِ جي ضدن ڏانهن مائل آهن هجي يا نہ. پر هي وقت آهي جو وصال آٽجي. ان ڏس ۾ هي مجلس پهريون قدم آهي. ڏٽي تعاليٰ شال اسان تي رحم فرمائي آمين. ـ*

# ضياءُ القلندر



ضياءُالدين۔ايس۔ بلبل

*هزار نكتهٔ باريك تر ز مو اينجاست*
*نه هر كه سر بتراشد قلندري داند*

عام طرح صوفيائي ڪرام جا رڳا چار طريقا مشهور آهن: سهروردي، قادري، چشتي ۽ نقشبندي. انهن مڪيه سلسلن جو مختصر احوال "تذڪره شهباز" ۾ جناب ميمڻ عبدالمجيد صاحب سنڌي ڏنو آهي، پر قلندري طريقو جيترو ئي اهميت وارو ۽ انوکو آهي اوترو ئي اڻ لکو ۽ نامعلوم پڻ آهي. مٿي ذڪر ڪيل "تذڪره شهباز" جي مهاڳ لکندي مون چتاءُ ڏنو هو ته "اسلامي تصوف ۾ قلندري طريقي جي مقام ۽ قلندري طريقي ۾ شهبازي قلندري جنس جي جاءِ ۽ شهبازي قلندري مسلڪ ۾ مستي جو مفهوم وغيره به اجا بحث طلب نڪتا چاتا وڃن ته بهتر ٿيندو. جيستائين انهن سڀني پاسن تي پوري روشني نه پوندي تيستائين جناب حضرت قلندر لعل شهباز جو مخصوص فلسفو عمل ۽ عقيدو پليءَ پانت پڌرا نه ٿيندا.

"قرب قلندر" ۾ مون مستي جو هڪ هلڪو خاڪو پيش ڪيو هو ۽ ان ۾ شڪايت ڪئي هيم ته قلندري طريقي بابت گهڻي غلط فهمي پيدا ٿيل آهي جنهن کي دور ڪرڻ جي ضرورت آهي.

ڪوشش ڪري هن موقعي تي قلندري شهبازي طريقي تي روشني وجهڻ گهران ٿو انهيءَ لاءِ ته مٿي اشاره ڪيل مهم جي پوري ڪرڻ ۾ هڪ قدم ته اڳتي وڌي.

**قلندري طريقي بابت سنڌيءَ ۾ اڳ لکيل ڪتاب:**

حڪيم فتح محمد صاحب سيوهاڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ مخزن راز تذڪره لعل شهباز جو سڌاريل نسخو 2 ڊسمبر 1920ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو. هن صاحب قلندري طريقي بابت ان ۾ تحقيقات صوفيہ، خير المجالس، حديقتہ السلوڪ، ڪشف اللغات، مصباح الهدايت ۽ بياض واحدي مان ٽڪرا چونڊي پيش ڪيا آهن. پر هيءُ ڪتاب ناياب ٿي چڪو آهي. ميمڻ عبدالمجيد صاحب پنهنجي "تذڪره شهباز" ۾ اهي سمورا حوالا سهيڙي سموهي ڏنا آهن. جتان ڏسڻ گهرجي. هن وڏيڪ سيرالاولياءَ، اخبار الاخبار، تذڪره الفقراءَ، خزينتہ الاولياءَ، تحقيقات الصوفيہ ۽ همعات مان بہ روشني حاصل ڪئي آهي ۽ قلندري طريقي کي هڪ جدا مستقل طريقي قرار ڏيڻ بابت بحث ڪيو آهي. هتي انهيءَ سڄي بحث کي آڻبو تہ قصو ڊگهو ٿي ويندو. بهتر آهي تہ اهي رايا ۽ انهن بابت بحث انهن ٻنهي ڪتابن مان پڙهي پوءِ هن مضمون کي هيانوَ سان هنڊائجي.

**قلندري شهبازي طريقو:**

اسلام جي ابتدا کان ئي زاهد عابد هڪ طرف تہ صوفي ٻئي طرف شروع ٿي ويا. پهريان چار ئي خليفا زاهد، عابد، عالم، مجتهد ۽ صوفي هئا. تاريخ تصوف اسلام ۾ رئيس احمد جعفري بہ کولي ٻڌايو آهي تہ ڪيئن اجا وهي جو نزول ئي نہ ٿيو هو تہ حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني، حضرت علي المرتضيٰ جون زندگيون روحاني ۽ پاڪ زندگيون هيون. تاريخ خلفاء ۾ مولانا جلال الدين سيوطي صاف ڪيو آهي تہ اسلام آڻڻ کان اڳ ۾ ئي اهي سڀوريون هستيون پاڪ ۽ صاف ٿي چڪيون هيون. بلال حبشي، سلمان فارسي، بي بي خديجہ، صهيب رومي، ابي بن ڪعب، تميم الداري، ابوذر غفاري، حذيفہ بن يمان ۽ مصعب بن عمير جون زندگيون بہ روحاني رنگ ۾ رڱجي ويون هيون.

بلبل جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي باغ ۾ چمن لڳندا آهن. شاخون بلند ٿينديون آهن، هير گهلندي آهي ۽ مکڙيون نڪري نروار ٿينديون آهن.

خود حضور اڪرم ﷺ جي حيات طيبہ تي نظر وجهبي تہ نوبت کان اڳيئي امين مشهور ٿي چڪا هئا. غار حرا جي تنهائي، دنيا کان دوري، باطل کي حق کان الڳ ڪرڻ، سندن روحاني زندگي جا اهڃاڻ هئا. اها نبوت جي

تمهيد هئي.

جڏهن قرآن پاڪ نازل ٿيو تڏهن ان سان گڏ حڪمت جي ملڻ جو ارشاد پڻ ٿيو. هن مان مسلمانن قرآن ۽ حڪمت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ رسول اڪرم ﷺ بنهي جي تعليم ڏيڻ لڳو. ڪردار ۽ گفتار سان عبادات سان گڏ رياضات ۽ مجاهدات جو دور شروع ٿي ويو جن جا جملا ست ٽنيا شمار ٿيڻ لڳا:

تظقيہِ نفس (يعني جذبات جي سنوار)، تصفيہِ قلب (يعني دل جي آئينہ جو اوجار)، تذڪيہِ جسم (يعني صحت بدني جي سڌار)، تڪميل شخصيت (يعني سيني قوتن جو هموار ٿيڻ)، علم شريعت علم معرفت ۽ علم حقيقت جي ايثار، قرب الاهي جو تڪرار ۽ ديدار الاهي جو انتظار. اصحابہِ صفہ اهي سڀورا هئا جن سان خود نبي آخر زمان ﷺ محبت فرمائي ۽ انهن سان گڏ اُٿيا ويٺا. حضرت حسن بن علي بن ابي طالب ۽ عبدالله بن جعفر بقول رئيس احمد جعفري اهل صفہ جي محبت کي دين جي محبت جي برابر سمجهندا هئا.

پهريون قلندر حضرت عبدالعزيز مڪي هو جنهن جو استغراق 40 سالن جي مدت جو هوندو هو. وڌيڪ احوال ڏسجي مفتاح الغيب صفحو 40 جي ڪتاب شيخ عطا محمد ۽ شيخ حبيب الله جو سنہ 1932ع ۾ اشرف برقي پريس سيالڪوٽ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. حضرت عبدالعزيز اصحاب صفہ مان هو ۽ کيس قلندري جو لقب بہ جناب رسالت ماب ﷺ ڏيڻ فرمايو هو.

رسالہ غوثيہ ۾ آيو اهي تہ قلندري سرياني زبان ۾ الله تعاليٰ جي نالن مان هڪ نالو آهي ۽ ان کي اسماءَ الله ۾ شمار ڪرڻ گهرجي. چوٽي آهي تہ صوفي جڏهن منتهي ٿو ٿئي تڏهن هو قلندر ٿو ٿئي. اويس قرني، شمس الدين تبريز، جلال الدين رومي، فخرالدين عراقي، خواجہ حافظ شيرازي، مسعود يک چشتي، مخدوم علاءُالدين علي احمد صابر، سيد شمس الدين ترڪ پاڻي پٽ وارو، شيخ شرف الدين بوعلي قلندر، سيد محمد گيسودراز گلبرگ وارو، شيخ نصيرالدين روشن چراغ دهلوي سڀ قلندري طريقي وارا هئا. مشاهير اسلام جلد اول ۾ مولانا شهباز محمد ڀاڳلپوري کي طريقت شهبازي جو باني سڏيو ويو آهي. سندس اسم مبارڪ جلال الدين بخاري ذڪر ڪيل آهي ۽ سندس والد بزرگ جو اسم گرامي مولانا شاهہ خطاب لکيو آهي. ان جو

مطلب ته شهبازي طريقي وار رڳو ٻه سڳورا ٿيا هڪ هيءُ صاحب ۽ ٻيو اسان جو قلندر لعل شهباز.

**قلندري طريقي جو امتيازي فرق:**

فقر اختياري قلندري طريقي جو امتيازي جزو نه آهي. درويشي جو ان سان خاص تعلق نه آهي. دنيا کان منهن موڙي عالم بالا ۽ حقيقت سان واسطو پيدا ڪرڻ سموري تصوف جي جان آهي. جذب محويت حيرت ته صوفين ڪانسواءِ سائنسدانن، فيلسوفن، شاعرن وغيره تي به طاري ٿي سگهي ٿي، ڇاڪاڻ ته اهي غور فڪر ۽ اندرين اک جي کلڻ جا اهڃاڻ ٿين ٿا. ساڳي طرح مراقبه ۽ استغراق به قلندري جو خاص جزو نه آهن. سڄي روحاني زندگي ۾ اهي لازم ملزوم ٿين ٿا. اٽلندو سڪر ۽ غم کي سيئي چوٽيءَ جا صوفي ننديں ٿا ۽ بيداري ۽ هوشياري جي تائيد ڪن ٿا. اهڙي لاهه ۽ چاڙهه کي امير خسرو هنن لفظن ۾ ڏڪاريو آهي:

*عاشقاں را در جهاں یکساں نباشد روزگار*
*زاکه این انگشتها بر دست من هموار نیست*

رومي دانهن ٿو ڪري:

*گهے بر طارقِ اعلیٰ نشینم گهے پشتِ سر پا خود نبینم*

شاهه پٽائي انهيءَ ٻڏ چڙهه جو سبب دل جي بند ۽ ڪشاد ٻڌائي ٻولي ٿو:

ڪڏهن من ماڪوڙي ڪڏهن ڪيهر شينهن
سرتيون سارو ڏينهن ناهيان مان هڪ حال تي

انهيءَ ڪيفيت تي مولانا رومي صوفي کي ابن الوقت ٿو سڏي:

*صوفی ابن الوقت باشد اے رفیق نیست فردا گفتن از شرط طریق*

بوعلي قلندر پنهنجي حال کي هينءَ ٿو تسليم ڪري:

*شدم چوں مبتلائے او نهادم سر بپائے او*
*شدم محو لقائے او نمی دانم کجا رفتم*

قلندر دراصل اهو صوفي آهي جنهن جو عقل بقول امام محمد غزالي نہ رڳو دنيوي خلافت جي تخت جي اردگرد گهمندڙ هجي پر عرش واري تخت جي چوڌاري بہ چڪر ڪاٽيندڙ هجي ۽ هڪ طرف روح القدس (عقل ڪل) سان تہ ٻئي طرف رسول اڪرم ﷺ سان وابستہ هجي. تفاوت رڳو هي آهي تہ امام غزالي هي ڪم عقل کي سونپي ٿو پر ٻيا صوفي عشق يعني قلب کي اڳواڻ مڃين ٿا. مقصد ساڳيو آهي تہ هر معاملي ۾ امر الاهي جي تلاش هجي. عرف عام ۾ هن کي چئبو آهي ”هٿ هاج ۾ دل يار ڏي“ جڏهن انسان قدر ۽ جبر جي مسئلي ۽ عقل ۽ عشق جي جهيڙي جي اونهي جاچ ٿو وٺي تڏهن هن کي اسلام ڪانسواءِ يعني رضا الاهي جي اڳيان سر تسليم خم ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو چارو نہ آهي، جيڪي هر معاملي ۾ امر جو انتظار ڪن ٿا ۽ جن کي اهو ملندو رهي ٿو سي سئين واٽ تي سولائيءَ سان هلن ٿا ۽ پناهہ ڪيل ٿين ٿا. اهي آهن قلندر. اهي رڳو صحيح عمل کي سڃاڻن ٿا ۽ سوچ ويچار اختيار جي پنيان نہ ٿا پون. عمل جو اشارو هنن کي خود خالق کان ٿئي ٿو. انهن ۾ شهباز اهي آهن جن جي عقابي اک هميشہ رشد رزق ۽ روزي کي عرش تي تلاش ڪندي رهي ٿي ۽ جن جو پرواز بند نہ ٿوٿئي جن ۾ لاهہ ۽ چاڙهہ اصل ڪو نہ آهي.

**عمل جا نمونا ۽ بنياد:**

هڪڙا عمل غير اختياري آهن جهڙوڪ: اک جو چنبڻ، اوٻاسي جو اچڻ، رت جو دورو ساهہ جو کڻڻ وغيره. ٻيا عمل جذباتي آهن جي انسان جي لاشعوري حرڪات تي ٻڌل آهن. بنيادي امنگون انهن کي اسين چاهيون يا تہ چاهيون زور تي پيدا ڪنديون رهن ٿيون. ٻيا عمل سوچ ۽ ويچار چونڊ ۽ ڇنڊڇاڻ جو نتيجو آهن. هتي بہ امنگون ۽ جذبات ڪارستاني ڪن ٿيون پر تجزيہ عقل ۽ سوچ جي آڌار تي انسان انهن کي ڪنهن واٽ سان وٺي هلي ٿو. ٻيا عمل خالص عقيدي پٽاندر هوندا آهن ۽ اچا ڪي ٻيا اخلاقي اصول يا ملڪي قانون ماتحت، مگر ظاهر آهي تہ هي سڄو گورک ڌنڌو اهڙو آهي جو اڪثر حالتن ۾ ماڻهو شيڪسپيئر جي هئمليٽ وانگر منجهيو پوي تہ ٿيان يا نہ ٿيان ۽ هيئن ڪيان يا نہ ڪيان. سائنسدان چون ٿا تہ انسان جڏهن ٻن ٽن ڳالهين مان سوچ ويچار بعد هڪ کي چونڊي ٿو تہ انهيءَ چونڊ ڪرڻ ۾ سندس تجربو مددگار ٿئي ٿو ۽ تجربو امنگن ۽ جذبات ۽ ارادن جي شڪل

۾ ضمير طور لاشعور ۾ محفوظ ٿو رهي، پر حضرت علي ڪرم الله وجهه هن دليل جو پاندو هن سوال پڇڻ سان پيچي ٿو وجهي تہ پلا پوءِ هڪ فيصلي تي پهچڻ بعد اهو فيصلو انسان ڪيئن مٽائي بہ وٺندو آهي. جڏهن ارادا بدلجي وڃن ٿا تڏهن معلوم ٿو ٿئي تہ الله بہ آهي جو دلين جي ڳالهہ جو مالڪ آهي ۽ ڪيل ارادا بہ مٽائي وجهي ٿو. هو چوي ٿو تہ انهن ارادن جي بدلجڻ مان ٿي مون خالق کي پروڙي ورتو آهي. قرآن جي پهرين سورة فاتحا ۾ ٽي ماڻهن جا ٽي گروهہ ٻڌايل آهن. هڪڙا اهي جن کي سنئين واٽ تي هلايو ٿو وڃي ٻيا اهي جيڪي غضب ڪيل آهن ۽ پٽڪي وڃڻ وارا آهن ۽ ٽيان اهي جيڪي پٽڪڻ بعد موٽي پاڻ تي اچن ٿا. قلندر هن سڄي رولڙي کان پار پئي خدائي منشا جا محتاج ٿي ويندا آهن. بس اهو آهي قلندري طريقي جو خاص شيوو ۽ اصول. رڳو صحيح عمل تي زور ڏيڻ سبب هو خيالن ۽ فلسفي جي چوٽن ۽ تصادم کان بچيل رهن ٿا. اهوئي سبب آهي جو هنن کي صلح ڪل سڏيو ويو آهي.

شرف در عشق تو گشت آن قلندر کہ ھفتادو دو ملت یار دارد

هن قلندرانہ قسم جي عمل کي ڇپن جي ٽائو قسم جي عمل يا ڏرم جي نيڪ عمل يا مغربي فلسفي واري وقت جي حالتن پٽاندر ڪو چڱو عمل نظر اچي (PRAGMATISM) ان کان نروار ڪرڻو آهي جو هنن ٻين قسمن جي عمل ۾ وقتي دينوي مصلحت يا مدافعت يا شخصي رعايت يا ذاتي مفاد ڪم ڪندڙ هوندو آهي. مگر قلندرانہ عمل ۾ خالص للاهيت هوندي آهي. پهرين قسم جي عمل ۾ خدا جي خوشي مدنظر هوندي آهي ۽ ٻئي قسم جي عملن ۾ پنهنجي خوشي مدنظر هوندي آهي يعني Hedonism موجب عمل هوندو آهي.

### هن قسم جي عمل جي شروعات:

هن قلندرانہ قسم جي شروعات رسول اڪرم ﷺ کان ٿي. قرآن پاڪ جي سڄي تعليم جو زور هو دليل ۽ حجت تي پر جنگ بدر ۾ رسول اڪرم ﷺ جو مٽيءَ جي مٺ اچلڻ هڪ اهڙو عمل هو جنهن کي نہ جادو چئي سگهبو ۽ نہ دعا. اها مٺ مٽي جو طوفان بڻجي ڪفار جي لشڪر تي ڪڙڪي ۽ هنن جا پير اکڙجي ويا ۽ شڪست کائي ڀڳا. الله تعاليٰ طرفان يڪدم آيت نازل ٿي تہ اي محمد ﷺ اها مٽيءَ جي مٺ تو نہ اچلي هئي پر

مون اچلي هئي. هن مان تصديق ٿي ٿـ هي عمل ايزدي منشا مطابق هو. ان کان اڳ ۾ جو مسلمانن جا پير واريءَ تي ٿي نـ ٿي کتا سو حضور اکرم ﷺ جي دعا گهڙي تي بارش پئي هئي جنهن نـ رڳو واري کي ڄمايو پر پيئڻ لاءِ پاڻي بـ موجود ڪيو. حضرت ابوبڪر جو سڻي مجلس شوريٰ جي صلاح جي خلاف زڪوات نـ ڏيڻ وارن قبيلن تي لشڪر ڪشي ڪرڻ بـ هڪ اهڙو قلندرانـ ڪم هو. حضرت عمر فاروق جو مسجد ۾ خطبي ڏيندي ٿي دفعا پڪارڻ تـ اي ساريـ جبل ڏي وڃ بـ هڪ اهڙو فعل هو جنهن جي نزاڪت ۽ نفع جي پوءِ خبر پئي تـ ٿي سئو ميل پري ڪفار سان جنگ ڪندڙ حضرت ساريـ کي اهو وقت تي حڪم نـ پهچي ها تـ هو بري طرح سان شڪست کائي وڃي ها. حضرت عثمان ذوالنورين جو فسادين خلاف دفاع بـ نـ ڪرڻ ۽ ايئن شهادت جو جام پيئڻ هڪ اهڙو قدم هو ورنـ مدد طلب ڪرڻ تي مسلمانن ۾ ايترا ماڻهو هئا جي سندن بچاءَ ڪري وٺن ها پر ساڳئي وقت اهڙو غيبي اشارو نـ ٿيو. شايد مسلمانن ۾ خانـ جنگي جو بنياد ئي هن سڳوري جي خلافت ۾ پوٽو نـ هو. حضرت علي شير خدا جو خيبر کي فتح ڪرڻ بـ اهڙو قلندري ڪم هو. شاهـ ولي الله الانتباهـ في سلاسل اولياءَ الله ۾ لکڻ فرمايو آهي تـ ناد علي جو وظيفو باعث برڪت ۽ بچاءُ هر بلا جو آهي.

**هن قسم جي عمل جي بگاڙ:**

عوارف المعارف ۾ حضرت شهاب الدين سهروردي قلندرانـ قسم جي بگاڙ طرف ڏيان ڇڪرايو آهي. هڪ تـ قلندر ملامتي فرقـ وانگر عوام جي واضح قطع جا پابند نـ ٿيا ۽ ٻيا وري آزاد رندن جي مسلڪ تي هلڻ لڳا ۽ شريعت جي پابندي کي تقلين سمجهي ڦٽو ڪرڻ لڳا حالانڪ جو اهل حقيقت ٻڌڻ چاهي ٿو سو ضرور حقوق بندگي ۾ جڪڙيل هوندو. هن گمراهي ۾ اهي بـ آهن جيڪي سمجهن ٿا تـ خدا هنن ۾ حلول ڪيو آهي. هي اثر هن جي خيال موجب عيساين جي لاهوت ۽ ناسوت واري عقيدي مان ورتل آهي. حضرت سهل جو ذڪر آندو اٿس تـ هڪ شخص کان جڏهن پڇيو هو تـ هو چوندو هو تـ هڪ دروازي وانگر آهي جو تيستائين نـ ٿو کلي يا بند ٿئي جيستائين هن کي حرڪت ۾ نـ آڻجي تـ حضرت سهل جواب ڏنو تـ اهي لفظ يا تـ هڪ صديق جا آهن يا زنديق جا ـ صديق ۽ زنديق ۾ هي فرق

ڪيو اٿس تہ زنديق پنهنجي گناهن جو بار بہ خدا تي اڇلي وجهي ٿو پر صديق گناهہ کان توبهہ ڪندو ۽ ان جو قبولدار ٿيندو.

منهنجي ناچيز راءِ ۾ حلول جو عقيدو ويدانت فلسفي ۾ بہ آتما ۽ برهما ۽ جوڙ جي مسئلي ۾ بہ موجود آهي، منصور حلاج جڏهن سنڌ جي جوڳين کان منتر جادو سکڻ آيو هو تڏهن هي اثر وٺي ويو هوندو جو مسلمانن صوفين ۾ حلول جو عقيدو پهريان هن سڳوري کان شروع ٿيو.

**قلندرانہ وصفون ۽ وٿون:**

ڳاڙهي مڇن پرون ۽ مٿي جي ڪوڙائڻ جو قلندرن سان رواج لاڳو ٿي ويو آهي. سو سيد جمال مجره جيڪو فعل مصر جي شهر دمباط ۾ ڪيو هو ان جي روايت کي زندهہ رکڻ لاءِ وقت بچائي الله جي جمال ۽ ڪمال جي مشاهدي ماڻڻ لاءِ آهي، وڌيڪ احوال تذڪره شهباز (ميمڻ عبدالمجيد سنڌي) جي صفحہ 28_30 تي ڏسجي. پٿر جو ڪٽڻ حضرت دائود جي ڪانياٽي واري پٿر ڏي اشارو آهي جنهن سان نفس اماره جي ديو کي مارٽو آهي. سمهڻ مهل سيراندي ۾ بک ويل پيٽ سان ٻڌڻ جو ڪم ٿو ڏئي. جيئن امير اراده جي مضبوطي لاءِ هيري جي منڊي جي ٽڪ ڪري پائيندا آهن. تيئن قلندر ۽ درويش مستقل مزاجي جي مدنظر پٿر ڪٽندا آهن. باهہ ٻارڻ جو ڪم بہ ڏئي ٿو. لٺ مان اشارو حضرت موسيٰ جي عصا جو آهي. شهباز جي اک ڳاڙهي ۽ تجلي واري ۽ وڏي ٿيندي آهي. قلندر جي ڪڪوريل يا شربتي اک بہ ان وانگر زمين ۽ آسمان کي هر وقت تاڙيندي رهڻ لاءِ تڪي آهي. هن لالائي جو واسطو رت جي جوش ڪاوڙ صغرا جي غلبي نشي اوجاڳي وغيره وارو نہ بلڪ دموي طبيعت وارو ۽ جوش عمل لاءِ حرارت غريزي موجود هجڻ وارو آهي. سرخ رنگ حوصلو ۽ امنگ ۽ عمل پيدا ڪندڙ ۽ مزاج ۾ گرم هوندو آهي. سنڌ ۾ ڳاڙهي کي هٿن پيرن کي مينڌي سان لال ڪرڻ، ڳاڙهو اجرڪ، چني، ڳاڙهي سوسي ڪناويز لونگي، ڪيس، ڪتو لوئي فراسي، لاچو ڪٽن جا پاوا، مانڌاٽيءَ جو ڳن، دلن جا ڍڪڻ وغيره سڀ ڳاڙهي رنگ تي هوندا هئا. تنهن ڪري هن من موهيندڙ مردانہ رنگ کي قلندر جو قرب حاصل ٿيو ۽ شريعت جي سفيد رنگ، طريقت جي نيلگون رنگ ۽ معرفت جي سبز رنگ (بقول سرالاسرار فيما يحتاج اليہ الابرار) ۾ قلندري جي سرخ رنگ جو واڌارو ٿيو. شادي جو ترڪ ڪرڻ بہ هڪ دوست

سان دل لائڻ واسطي آهي، جيئن محبت ۾ گهاري نہ پوي ۽ سماع بہ رقت قلب واسطي جائز قرار ڏنو ويو آهي. ڌمال ۾ ڏيرج سان متوازن چرپر خدائي لشڪر جي ڪوچ ڪرڻ يا حرڪت ۾ اچڻ جو اشارو ٿي رکي. هن جو فرق مولانا روم جي تيز رقص ڪندڙ درويشن سان جاچڻ گهرجي. وڌيڪ بحث لاءِ ڏسجي منهنجو مضمون مستي تي قرب قلندر ۾.

*(نوٽ: عقابي اک لاءِ وڌيڪ بحث جيڪو مون مشڪوات الانوار جي اوٽ ۾ ڪيو آهي سو ماهنامہ نئين زندگي جي ماهہ نومبر 1965ع واري پرچي ۾ صفحہ 25-26 تي پڙهجي.)*

*-*-*

# قلندر لعل شهباز رضي الله عنه جو عقيدو ۽ مسلڪ



گل محمد عمراڻي

سيد عثمان مروندي المعروف شمس الدين وچ ايشيا جي هڪ رياست جي صوبي آذر بائيجان جي هڪ ڳوٺ مروند ۾ 538 هه ۾ تولد ٿيا. سندن شجره نسب تاريخي ڪتابن موجب هن طرح آهي. شمس الدين سيد عثمان بن حسن ڪبير الدين بن سيد شمس الدين بن سيد صلاح الدين بن سيد شاهه بن سيد خالد بن سيد محب بن سيد مشتاق بن اسماعيل بن سيد امام جعفر الصادق بن امام محمد الباقر بن امام علي زين العابدين بن امام حسين بن علي المرتضيٰ رضي الله عنه.

مفتي غلام سرور لاهوري پنهنجي ڪتاب "خزينته الاصفيا" ۾ حضرت قلندر لعل شهباز جو شجرو ڪجهه هن طرح سان بيان ڪيو آهي.

حضرت عثمان بن سيد هادي شاهه بن سيد مهدي شاهه بن سيد اسماعيل بن سيد غالب شاهه بن منصور شاهه بن سيد امام شاهه بن سيد امام المسلمين بن امام جعفر الصادق.

بهرحال سندن لکيل نسب نامن ۾ ڪافي اختلاف آهي. قلندر لعل شهباز جي انهيءَ ٻنهي نسب نامن ڪانسواءِ جيترا بہ نسب تاريخي تذڪرن ۾ ملن ٿا، تن سيني ۾ ڪجهه نہ ڪجهه اختلاف موجود آهي. ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ شجرا قلندر لعل شهباز جي وفات کان گهڻو عرصو بعد مختلف عقيدتمندن پنهنجي طرفان ويهي مرتب ڪيا آهن ۽ انهن ۾ تاريخ نويسي جو عنصر گهٽ ۽ عقيدتمندي جو رجحان ۽ غلبو حاوي آهي.

**قلندر لعل شهباز جو عقيدو ۽ مسلڪ:**

هن موضوع تي تمام گهڻو اختلاف موجود آهي. مسلمانن جا گهڻا فرقا

الاعلان قلندر لعل شهباز کي پنهنجي فرقي سان واڳيل هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا. آغا خاني اسماعيلي (شش امامي شيعه) چون ٿا ته قلندر لعل شهباز جو تعلق سندن مسلڪ سان هو ۽ شيخ الجبال حسن (Old man of the mountain) بن صباح قلعه الموت کان قلندر لعل شهباز کي رشد و هدايت جا پيغام موڪليندو هو. اسماعيلين جو چوڻ آهي ته لعل شهباز باطني فرقي سان تعلق رکندو هو ۽ جڏهن ته سنڌ جي اثنا عشري (ٻاره امامي) شيعن جي دعويٰ آهي ته حضرت عثمان مروندي اثنا عشري فرقي سان تعلق رکندو هو. پنهنجي هن دعويٰ جي ثبوت ۾ هو قلندر لعل شهباز سان منسوب شاعري کي بطور دليل جي پيش ڪن ٿا:

سر گروه تمام رندانم
هادی سالکان عرفانم
که سگ کوئی شیر یزدانم
جام مهر علی در دستانم
حیدریم قلندرم مستم
بندهء مرتضیٰ علی هستم

ڪجھ ماڻهن جو خيال آهي ته پاڻ وحدت الوجودي صوفي بزرگ هو. سندن مسلڪ رندانو هو. پاڻ سيني سان محبت ڪندو هو. چاڪاڻ ته هن کي هر جيو پکي پکڻ بني بشر ۽ ڪک پن ۾ خدا جو جلوو نظر ايندو هو. وحدت الوجودي صوفي هجڻ جي ثابتي ۾ قلندر شهباز جا هيٺيان شعر دليل طور ڏنا ويندا آهن.

ز عشق دوست هر ساعت درون نار می رقصم
گهے بر خاک غلطم گهے برخار می رقصم
من آن در که در بحر جلال الله بود هستم
بکوه طور با موسیٰ کلیم الله بود هستم
منم عثمان مروندی کی یار خواجه منصورم
ملامت می کند خلقه که من بر دار می رقصم

سنڌ جي مشهور عالم دين ۽ تاريخ نگار حڪيم فتح محمد سيوهاڻ پنهنجي هڪ تصنيف "قلندر نامہ" ۾ وڏيڪ شعر ثابتي طور ڏنا آهن.

گہے ز نار می بستم گہے قرآن می خواندم
گہے در مذهب ترسا بسے محنت کشید استم
دو صد جامہ کہن کردہ لباسِ فقر پوشیدم
بر آن برجی کہ من بودم هزاران یک رسید استم
بہ اسمٰعیل پیغمبر بہ ابراهیم بن آدم
دران سر وقت قربانی بہ قربان باہ بودہ هستم
ایا ملا مکن ظاهر سر اسرار مردان را۔

مٿين شعرن مان اهو اندازو بخوبي لڳائي سگهجي ٿو تہ قلندر لعل شهباز وحدت الوجودي صوفي هو ۽ منصور حلاج جي سلسلي جي حق پرست رندن جي هڪ مضبوط رنجير جي ڪڙي هو.

سني مسلڪ جا عالم وري برملا چون ٿا تہ حضرت لعل شهباز عثمان مروندي جو تعلق آذربائجان جي مردم خيز سرزمين سان آهي، جتي سؤ سيڪڙو سني مسلڪ جا ماڻهو رهن ٿا ۽ وڏيڪ هن بحث کي تقويت پهچائڻ لاءِ هندستان جي مشهور تاريخ نويسن. مثلن ضياءُالدين برني جي تاريخ فيروز شاهي، جا هندستان جي قديم تاريخن مان هڪ آهي، يا شمس سراج عفيف جي تاريخ فيروز شاهي ۽ ابن بطوطہ جو سفرنامو. شهزادي محمد داراشڪوه جا بہ تصوف تي لکيل تاريخي ڪتاب سفينتہ الوليا ۽ سڪينتہ اوليا ۽ مير غلام علي آزاد بلگرامي جي مشهور ڪتاب "ماثر الاڪرام" جا حوالا ڏين ٿا. ان ڪانسواءِ هو اهو بہ چون ٿا تہ حضرت عثمان مروندي جا خاص دوست حضرت بهاءُالدين ذڪريا ملتاني، بابا فريد الدين گنج شڪر (پاڪ پتن شريف). سيد جلال الدين بخاري سرخ پوش (اچ شريف) اهي چارئي دوست سني مسلڪ سان تعلق رکندا هئا. ان وقت جي سني بادشاهہ غياث الدين بلبن جي عالم ۽ ديندار پٽ سلطان محمد گورنر ملتان جي صحبت ۾ اڪثر رهندا هئا. ضياءُالدين برني پنهنجي تاريخ فيروز شاهي ۾ شهزادي محمد جي نيڪي ۽ پارسائي جي وڏي تعريف ڪئي آهي ۽ لکي ٿو تہ هي علم دوست شهزادو گهڻو وقت صوفين ۽ بزرگن جي

صحبت ۾ گذاريندو هو. حضرت بهاءُالدين ذڪريا ملتاني جي فرزند رشيد صدرالدين عارف سان بہ قلندر لعل شهباز جا دلي لاڳاپا هئا. ان وقت جي تاريخن ۾ مذڪور آهي تہ شهزادي محمد. حضرت قلندر لعل شهباز کي هڪ خطير رقم پيش ڪئي تہ هو هتي ملتان ۾ هميشہ لاءِ سڪونت پذير ٿيڻ جو فيصلو ڪن. حضرت قلندر شهباز کين ٻڌايو تہ هنن کي روحاني اشارو مليل آهي تہ سيوهڻ جو شِوَ آستان ڪيس سڏي رهيو آهي ۽ اتي جو شِوَ جو مندر سندن مسڪن ۽ تبليغ جو مرڪز ٿيڻو آهي. هن ڳالهہ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ سنڌ جي مختلف تاريخي ماڳ مڪانن جي کوٽائي دوران مثلن ديبل ۽ روهڙيءَ ۾ شِوَمَتِ جي پوڄا جا لنگم پٿر دريافت ٿيا آهن ۽ انهيءَ جي آڌار تي ايئن چئي سگهجي ٿو تہ سيوهڻ تي هي موجوده نالو اصل ۾ شِوَ آستان جي بگڙيل شڪل آهي.

جڏهن حضرت قلندر لعل شهباز سنڌ ۾ وارد ٿيا تہ هت سنڌ ۽ ملتان تائين جيڪي سندس سهيوڳي ۽ همعصر هئا انهن جا نالا هيٺين ريت آهن:

بهاءُالدين ذڪريا ملتاني، قريشي هباري، سيد جلال سرخ پوش بخاري (اچ شريف)، بابا فريد گنج شڪر، غوث شيخ نوح بکري، سيد بدرالدين ولد سيد حيدرالدين ولد سيد محمد مڪي بکري، سيد شاهہ صدر لڪياري، حاجي منگهو پير ۽ شيخ ريحان جهنگلي وغيره.

تاريخ فرشتہ ۾ هڪڙي هنڌ مير قاسم: فرشتہ ۾ لکيو آهي تہ حضرت امير خسرو ۽ امير حسن سنجري جهڙن وڏن شاعرن جا شهزادي محمد بن غياث الدين تغلق سان تمام گهاٽا راز و نياز وارا تعلقات هئا ۽ احباب بهاءُالدين ذڪريا سان هنن جون روزانہ مجلسون ٿينديون هيون. حضرت شيخ محدث عبدالحق دهلوي پنهنجي مشهور تصنيف اخبار الاخبار ۾ لکيو آهي تہ شهزادي محمد جي فرمائش تي حضرت عثمان مروندي ڪجهہ وقت لاءِ ملتان ۾ سڪونت پذير ٿيو ۽ اتي سندن ملاقات حضرت امير خسرو ۽ امير حسن سنجري سان ٿي. سيد صباح الدين عبدالرحمان پنهنجي مشهور معروف ڪتاب ”بزمِ ملوڪيہ“ ۾ لکي ٿو تہ ملتان شهر شهزادي محمد جي ڪري علمي ادبي سرگرمين جو مرڪز رهيو. مٿين سيني تاريخي حوالن جي بنياد تي سيئي هر مسلڪن سان تعلق رکندڙ لعل سائينءَ کي پاڻ سان ڳنڍيين ٿا ۽ سندن دوست، احباب، شاگرد ۽ همعصر سني بزرگ ٿي ڏسيا وڃن ٿا. غياث الدين بلبن دهليءَ جو سلطان جنهن جو تعلق غلام خاندان

سان هو ۽ شهزادو محمد سندس فرزند ترڪ نسل جا امير هئا. جيڪي اڄ ڏينهن تائين سختي سان حنفي مسلڪ جا پوئلڳ آهن. جڏهن تہ اهل تشيعت، اسماعيلي (اثنا عشري) آغا خاني (شش امامي) اهل سنت ۽ سناتن ڌرم (هندومت) جا پوئلڳ حضرت لعل شهباز قلندر کي پنهنجي مسلڪ ۽ عقيدي جو سمجهن ٿا. اهو سڀ قلندر لعل شهباز جي صوفياڻي پيغام جي ڪري آهي جو مختلف عقيدن وارا بہ قلندر کي پنهنجي مسلڪ ۽ عقيدي وارو سمجهن ٿا.

مشهور انگريزي مصنف رچرڊ برٽن پنهنجي مشهور تصنيف "سنڌ ۽ سنڌ ۾ رهندڙ قومون" ۾ لکي ٿو تہ "انگريز حڪومت اچڻ کان اڳ سنڌ جي ديني مدرسن ۾ قلندر شهباز جون بہ تصنيفون شامل نصاب هيون. انهن جا نالا هئا: 1_ ميزان صرف، 2_ عشقيہ هن وقت اهي ٻئي ڪتاب سنڌ ۾ ناياب آهن ۽ شايد انگريز پاڻ سان گڏ کڻي ويا هجن ۽ اهي پراڻي انڊيا آفيس لائبريري يا موجوده نئين برٽش لائبريري ۾ قلمي صورت ۾ موجود هجن. مٿئين مذڪوره بحث مان اسان هن نتيجي تي پهتا آهيون تہ حضرت لعل شهباز قلندر هڪ اهم ۽ تاريخي موضوع آهي، سنڌن گهڻ رخي شخصيت جي ۾ باري ۾ اسان جي عالمن، اديبن ۽ دانشور کي مڪمل مواد ميسر نہ ٿي سگهيو آهي، ان ڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ حضرت لعل شهباز قلندر سان لاڳاپيل ضروري مواد گڏ ڪري جامع تحقيق ڪئي وڃي. جيئن تعصب ۽ تنگ نظري کان بالاتر ٿي اسان حضرت قلندر لعل شهباز جي قلندرانہ پيغام مان فيض حاصل ڪري سگهون.

*_*_*

# لعل شهباز قلندر سيوهاڻي



ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو

هن ننڍي ڪنڊ جي تاريخ مان واضح ٿئي ٿو تہ برصغير ۾ مسلمانن جي آمد جو سلسلو خلافت راشده جي زماني ۾ ٻئي خليفي حضرت عمر فاروق رضہ جي عهد خلافت ۾ سن 27 ھ کان شروع ٿيو آهي. اسلامي حڪومت جي ابتدائي دور ۾ اسلام جا علمبردار عربي هئا. اسلامي فتوحات خواهہ ان کان اڳ واري زماني ۾ واپار جي سانگي سان عربن جي آمد سبب عجمي قومن ۾ اسلام پهچي چڪو هو. اسلامي علوم جي محبت ۽ ايمان جي جذبي سان ڪيترائي سنڌي، عرب ملڪن ڏانهن هليا ويا. جتي اسلامي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ کان پوءِ درس و تدريس جي شغل و شغف سان پيوستہ رهيا. انهيءَ حد تائين جو اهي پاڻ ۽ سندن اولاد پنهنجي عملي استعداد سان وقت جا امام سڏجڻ لڳا. انهن مان پهريون مثال شيخ الاسلام حضرت امام عبدالرحمان بن محمد ابو زوعہ الاوزاعي سنڌ جو آهي. هيءُ بزرگ 88ھ ۾ دمشق جي پسگردائي ۾ ديهہ "اوزاعي" ۾ پيدا ٿيو ۽ سن 156ھ ۾ وفات ڪيائين. هن جي شاگرن مان حضرت امام مالڪ (93ھ_179ھ) حضرت ثفيان نوري (161ھ) حضرت يحيئ بن سعد قطان (198ھ) وغيره. قابل ذڪر آهن.

سنڌ ۾ مسلمانن جي باقاعده آمد سن 94ھ کان شروع ٿي، انهن مان پهريان مسلمان موسئ بن يعقوب ثقفي، عمر بن مسلم الباهلي 120ھ يزيد بن ابي ڪبشهہ دمشقي 92ھ ربيع بن صبيح سعدي البصري 160ھ وغيره قابل ذڪر آهن.

عربي ۽ عجبي بزرگن جي گڏيل ڪوشش سان اسلامي اشاعت ۽ تبليغ ۾ نمايان اضافو آيو. هيءَ اهو دور هو جڏهن تصوف جو اجا ڪو بہ نالو

ظاهر ڪو نہ هو. انهيءَ "فقر" واري زندگي جي طور طريقي کي "علم احسان" جي نالي سان سڏيو ويندو هو.

ٻي صدي هجري جي پوئين اڌ ۾ اهو پهريون نالو "ابو هاشم الصوفي" 150هہ جو ٻڌيو وڃي ٿو جنهن جي نالي پٺيان "الصوفي" جو لفظ شامل هو. ان کان بعد "صوفي" ۽ "تصوف" جي نالن جي وصف ۽ تشريح پيش ڪئي وئي. هن دور جي علمبردارن مان حضرت امام حسن بصري 110هہ حضرت ابراهيم ادهم 162هہ حضرت ابوداءُود طائي 165هہ حضرت شيخ معرف ڪرخي 200هہ وغيره. قابل ذڪر آهن. هن دور جي صوفياءَ ڪرام نج قرآن ۽ حديث پاڪ جي پيرويءَ ۾ دنيا جي خواهشن ۽ لذتن کي ترڪ ڪري نفس ڪشي جو درس ڏنو.

تصوف جو ٻيو دور 200هہ کان 300هہ تائين هليو. هن زماني ۾ "علم احسان" جي نالي بدران "تصوف" جو نالو منظر عام تي آيو. هن دور جي صوفياءَ ڪرام سان حضرت ابو علي سنڌي (هيءُ بزرگ حضرت بايزيد بسطامي رحمة الله عليه جو استاد هو) حضرت بايزيد بسطامي 261هہ. حضرت ذوالنون مصري 245هہ. حضرت ابو قاسم جنيد بغدادي 295هہ. حضرت مام محمد بن ادريس شافعي 240هہ. حضرت امام احمد بن هنبل 241هہ. حضرت امام محمد بن اسماعيل بخاري 256هہ. حضرت امام مسلم بن حجاج قشيري 261هہ. حضرت امام ابو داءُود اشعث بن سليمان 275هہ. حضرت امام عيسيٰ ترمذي 279هہ وغيره قابل ذڪر آهن.

هن دور جي صوفياءَ ڪرام "وحدت الوجود" جي نظريہ جي تائيد ۽ تبليغ ۾ عملي ڪردار ادا ڪيو. هن سلسلي ۾ وجودي نظريہ جا مدرسا قائم ٿيا. انهن مان پهريون وجودي مدرسو حضرت ابو قاسم جنيد بغدادي رحمة الله عليه بغداد ۾ کوليو. هن مدرسي جي فيض يافتہ صوفياءَ ڪرام متاخرين لاءِ صوفيانہ راهہ هموار ڪئي. وحدت الوجود جي تبليغ جو اثر نہ فقط مسلمان ملڪن تي پيو پر دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين ڦهلجي ويو.

تصوف جو ٽيون دور 301هہ کان 500هہ تائين ٻہ صديون هليو. چوٿين صدي جي اوائل ۾ وجودي نظريہ جو علمبردار حضرت خواجہ حسين بن منصور حلاج 309هہ هو. جنهن "وحدت الوجود" جي نظريہ جي تائيد ۽ تبليغ ۾ صوفين جي ڳجهہ جون ڳالهيون ظاهر ڪندو رهيو. هن "اناالحق" جو نعرو بلند ڪري پنهنجي بهادري ۽ بي باڪيءَ جو ڪليل

مظاهرو ڪيو جنهن ڪري اهل ظاهر عالمن جي مخالفت سبب مٿس قتل جي فتوي عائد ٿي. منصور حلاج جي وجودي نظريہ کي هيءُ پهرين شهادت هئي، جنهن متاخرين جي صوفياءَ ڪرام ۾ وڏي حجت ۽ اصرار جي حيثيت حاصل ڪئي. هن جي شهادت کي سلوڪ ۽ فقر جي حقيقي منزل جو مظهر تسليم ڪيو ويو. هن دور جي صوفياءَ ڪرام مان حضرت محمود شبستري، رجاءِ سنڌي 321هہ، ابوالحسن الاشعري 324هہ، امام احمد بن عبدالله ديبلي عابد 243هہ، امام احمد بن شعيب فسائي 313هہ وغيره قابل ذڪر آهن.

چوٿين صدي هجري جي پوئين چوٿائي ۾ حضرت امام ابو نصر سراج طوسي نيشاپوري 378هہ جو نالو سرفهرست آهي، جنهن نيشاپور ۾ "وجودي نظريہ" جو مدرسو کوليو. جتان صوفياءَڪرام کي سلوڪ جي تعليم ۽ تربيت ملندي رهي. هن بزرگ تصوف جي موضوع تي ڪتاب "اللمع" عربي زبان ۾ لکيو. هن بزرگ تصنيفات ۽ تاليفات کي تصوف جي دعوت جو ذريعو بنايو ۽ تصوف کي علمي حيثيت ڏني، جنهن ۾ "شريعت" ۽ "تصوف" ۾ وفاق پيدا ڪري مسلمانن کي توحيد ۽ رسالت جو سبق ڏنو، جنهن ڪري تصوف کي "اسلامي تصوف" جو رنگ ايندو ويو.

هن گروهہ جي صوفياءَ ڪرام مان حضرت محمد بن ابو شوراب عراقي 400هہ، حضرت شيخ ابو عبدالرحمان سلمي 412هہ (هيءُ بزرگ حضرت ابو نصر سراج طوسي نيشاپوري جو شاگرد هو) حضرت محمد بن اسحاق النديم المعروف بہ "ابن نديم" وراق 385هہ، عبدالڪريم ابن حوازه ابوالقاسم القشيري 465هہ، حضرت شيخ اسماعيل بخاري 448هہ، حضرت امام ابو عبدالله محمد بن حاڪم نيشاپوري 405هہ، حضرت علي بن عثمان جلالي هجوري (داتا گنج بخش لاهوري) 495هہ هي اڪابر صوفي بزرگ پنهنجي مرشد حضرت ابوالفضل بن حسين جي حڪم موجب لاهور ۾ اچي رهيو. سندس تصنيفات ۾ "ڪشف المحبوب" تصوف جي موضوع تي مشهور ڪتاب آهي. حامد بن محمد غزالي 505هہ وغيره قابل ذڪر آهن.

هن زماني ۾ يوناني فلسفو ايراني فردڪي، ٻڌ ڌرم، عيسائيت ۽ مالوي مذهبن جا رايا ۽ اصطلاح، اصول ۽ عقيدا اسلام ۾ داخل ٿي چڪا هئا. "جڏهن عربن يوناني زبان سکي ۽ سندن ڪتابن جو بغور مطالعو ڪيو تڏهن کين ٻين مذهبن جي اصولن ۽ عقيدن جي ملاوٽ جي خبر پئي. غير مذهبن جي ملاوٽ سبب اسلام مان خودداري، نيڪي ۽ اسلامي عقائد جي

پيروي ختم ٿي چڪي هئي. انهيءَ حد تائين جو اسلام کي شڪ شبهي جي نظر سان ڏٺو پئي ويو. وقت جي حڪمرانن سان اسلامي علوم جي سرپرستي جو جذبو ختم ٿي ويو. نفس پروري ۽ عيش پرستي حد ڪمال کي پهچي چڪي هئي، جنهن ڪري قرآن ۽ حديث پاڪ جي تعليم ۽ تربيت گهٽجي وئي هئي. (تمدن عرب ص 397_398).

حضرت امام غزالي رحمة الله عليه يوناني فلسفه ۽ بين مذهبن جي اصولن ۽ عقيدن تي تنقيد لکي "ڪفر" ۽ "اسلام" جي دائري جي جدا جدا وضاحت پيش ڪئي ۽ سيني اختلافن جو رد پيش ڪري اسلام جي نج حقيقت کي ظاهر ڪيو. امام غزالي رحمة الله عليه جي تنقيد کي نه فقط مسلمان ملڪن تسليم ڪيو پر سڄي يورپي ذهن کي به لوڏي ڇڏيو. مسلمانن تي يوناني فلسفي جو جيڪو اثر ويٺل هو سو بلڪل ختم ٿي ويو.

تصوف جو چوٿون دور 501_700هه تائين هليو. تاريخي اعتبار سان نظر اچي ٿو ته ستين صدي هجري جي اختتام تائين بغداد جي حڪومت زوال جي آخري مرحلن ۾ هئي. عباسي خليفي مستعصم بالله جي حڪومت 656هه تائين هلي. هيءُ آخري خليفو هو. سندس زماني تائين ڪيترائي انقلاب ايندا رهيا. تاتاري مغلن جي متواتر حملن سبب قرون وسطيٰ جي ملڪن ۽ شهرن دمشق، بغداد، نيشاپور، مرند، مشهد، تبريز، حرات، بلخ، بخارا ۽ خراسان وغيره مان عالمن، بزرگن، فقيهن، محدثن، مفسرن ۽ اڪابر صوفي بزرگن هجرت ڪري "هند" ۽ "سنڌ" کي پنهنجو مسڪن بنايو. انهيءَ زماني ۾ بکر، سيوهڻ، اچ، ملتان، احمد آباد، برهانپور، رامپور، دکن، اجمير ۽ دهلي اسلامي علوم جا وڏا مرڪز هئا، جتي انهن صوفي بزرگن پنهنجي علمي استعداد ۽ روحاني بصيرت سان اسلامي اشاعت ۽ تبليغ ۾ روشن ڪردار ادا ڪيو. "سنڌ" ۽ "هند" ۾ غلام سلاطين جي عهدِ حڪومت ۾ صوفياءَ ڪرام جو وڏو گروهه نظر اچي ٿو.

ڇهين صدي هجري جي اوائل ۾ حضرت سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه 562هه تصوف جو امام ٿي گذريو آهي، جنهن تصوف جي علمي تحريڪ ۾ وڏي شهرت حاصل ڪئي. پڻ "قادريه طريقي" جو باني هو. هن دور جي صوفياءَ ڪرام جو محرڪ اڳواڻ حضرت خواجه فريدالدين محمد عطار طوسي نيشاپوري 627هه هو جنهن "وحدت الوجود" جي نظرئي جي تائيد ۽ تبليغ ۾ منصور حلاج جي فڪر و تخيل جي ترجماني ڪئي. ايئن ڪٿي

چئجي تہ ٽن صدين گذرڻ ڪانپوءِ منصور حلاج جو روح خواجہ فريد عطار جي جسم مبارڪ ۾ حلول يا واسو ڪري چڪو هو. سندس وجودي مدرسو قدماءِ جي پيرويءَ ۾ متا خريدن جي راهہ روي جو سبب بڻيو. هن دور جي صوفياءَ ڪرام مان حضرت شيخ نجم الدين ڪبريٰ 618هہ، حضرت شيخ شهاب الدين عمر سهروردي 632هہ هيءُ بزرگ سهروردي طريقي جو باني هو. حافظ ابو سعيد عبدالڪريم بن محمد بن منصور السمعاني 562هہ، امام عبدالرحمان ابن جوزي 567هہ، امام فخرالدين ابوبڪر محمد بن عمر رازي 606هہ، حضرت خواجہ عبدالخالق غجدواني 535هہ هيءُ بزرگ حضرت سيدنا عبدالقادر جيلاني جو خليفو هو. حضرت خواجہ معين الدين چشتي سنجري 633هہ، حضرت ڪمال الدين اوئي دهلوي 632هہ وغيره قابل ذڪر آهن.

ڇهين صدي هجري جي زماني ۾ تصور خالص اسلامي خصوصيت سان منظر عام تي آيو. عبادت، رياضت سان گڏ تصنيفات ۽ تاليفات کي دعوت جو ذريعو بڻايو ويو.

ستين صدي هجري جو زمانو تصوف جي علمي تحريڪ ۾ خاص اهميت رکي ٿو. هن دور ۾ ”وحدت الوجود“ جي تائيد ۽ تبليغ ۾ صوفياءَ ڪرام جو عملي ڪردار وڏي عظمت وارو آهي.

هن دور جو علمبردار حضرت محي الدين ابن عربي (شيخ اڪبر) 638هہ هو. ستين صدي هجري جي زماني ۾ صوفين جو هڪ وڏو حلقو نظر اچي ٿو جنهن ۾ حضرت شيخ نوح بکري ﷫، حضرت غوث بهاءُالدين ذڪريا ملتاني 666هہ، حضرت سيد عثمان لعل شهباز قلندر مروندي سيوهاڻي 673هہ، حضرت جلال الدين بخاري 680هہ، حضرت جلال الدين رومي 676هہ، سيد محمد مڪي بکري (هيءُ بزرگ شيخ شهاب الدين سهروردي جو ڏوهٽو هو)، حضرت بابا فريد الدين مسعود گنج شڪر 660هہ هيءُ بزرگ حضرت سيد قطب الدين بختيار ڪاڪي جو مريد هو. حضرت شاهہ شمس الدين ”شمس“ تبريزي ملتاني، حضرت شيخ شرف الدين بو علي قلندر وغيره قابل ذڪر آهن.

انهن مان حضرت سيد عثمان لعل شهباز قلندر ﷫ مرندي سيوهاڻي 573_673هہ جي بابرڪت شخصيت بہ هڪ هئي.

تعارف: اسم مبارڪ حضرت عثمان هو لعل "شهباز" قلندر "شمس الدين" سندس لقب هئا. ڪن روايتن موجب سندس پهريون نالو "شاهہ حسين" هو. هن نالي جي بشارت سندس والد بزرگ حضرت ابراهيم ڪبير کي حضرت امام حسين عليه السلام طرفان ملي هئي. ڪن روايتن موجب حضرت امام حسين عليه السلام سان عقيدت ۽ ارادت سبب سندس نالو شاهہ حسين رکيو ويو هو". باز لقب جي متعلق چيو وڃي ٿو تہ هيءُ لقب بہ حضرت امام حسين عليه السلام طرفان عطا ٿيو هو.

مير غلام علي آزاد بلگرامي پنهنجي ڪتاب ماثرالڪرام ص 286 مطبوع مفيد عام آگره 1328هہ (1910ع) ۾ مولانا محبت علي ٺٽوي جي حوالي سان لکيو آهي تہ هن ڪاري پٿر جي تختيءَ تي سندس لقب "قطب دين باز" لکيل ڏٺو هو. يعني "قطب" ۽ "باز" ٻيئي لقب گڏ آيل آهن.

"لعل" جي متعلق بيان ڪيو ويو آهي تہ "پاڻ هميشہ سرخ رنگ کي پسند ڪندا هئا. تنهن ڪري پاڻ ڳاڙهي رنگ جو لباس ڍڪيندا هئا".
(لعل شهباز قلندر ص 42)

ٻي روايت ۾ چيو وڃي ٿو تہ هيءُ بزرگ پهريائين سفيد لباس ڍڪيندو هو. هڪڙي ڏينهن دهليءَ ۾ هڪ عالم کان ٻڌائين تہ حضرت امام حسين عليه السلام ڳاڙهي رنگ کي وڌيڪ پسند ڪندو هو. ان ڏينهن کان پوءِ پاڻ بہ سرخ لباس ڍڪيندو رهيو. *(قلندر لعل شهباز ص 44)*

ٽين روايت ۾ بيان ڪيل آهي تہ عالم جذب جي حالت ۾ هڪڙي ڏينهن پٿرن سان کيڏي رهيو. تيدا تيدا پٿر آسمان جي طرف اڇلائي، انهن کي جهپڻ لاءِ جهولي جهلي بيٺا. ان وقت ڪنهن شخص کيس چيو تہ اوهان پٿرن سان کيڏي رهيا آهيو پر اوهان جهڙا ولي الله تہ "لعلن سان کيڏن" اهو ٻڌي جهولي ڏنائون تہ اهي پٿر زمين تي اچي ڪرن تہ برابر "لعل" ٿي پيا هئا. جن جي روشني چوطرف پکڙجي وئي. ان کانپوءِ "لعل" سڏجڻ ۾ آيو.
*(لعل شهباز ص 42)*

"قلندر" هيءُ لقب کيس پنهنجي مرشد حضرت بابا ابراهيم ولي ڪربلائي کان عطا ٿيو هو. *(لعل شهباز قلندر ص 42)*. "شمس الدين" قطب الدين ۽ مهدي بہ مٿس لقب هئا.

حضرت سيد عثمان لعل شهباز قلندر جي والد بزرگ جو اسم گرامي حضرت سيد ابراهيم لقب ڪبير هو. سندس نسب جو سلسلو تيرهين

پشت ۾ حضرت امام جعفر صادق عليه السلام سان ملي ٿو جيڪو هن ريت آهي.
سيد عثمان شمس الدين بن سيد ابراهيم ڪبير بن سيد شمس الدين بن سيد نور شاهه بن سيد محمود شاهه بن سيد احمد شاهه بن سيد مهدي بن سيد منتخب بن سيد غالب بن سيد اسماعيل بن حضرت امام جعفر صادق عليه السلام.
هن بزرگ جا وڏا اصل عراق جا رهندڙ هئا. جتان هجرت ڪري پهريائين ايران جي مشهور شهر "مشهد" ۾ ان کان بعد افغانستان جي آذر بائيجان ۽ تبريز جي وچ ۾ ڪوهه قاف جبلن جي وچ ۾ ڳوٺ "مرند" ۾ اچي رهيا. حضرت لعل شهباز قلندر سن 573هه ۾ مرند ۾ پيدا ٿيو. ولادت جي اختلاف واريون تاريخون 538هه، 583هه، 552هه ۽ 650هه وغيره سڀ غلط آهن، جنهن متعلق محترم جناب ڪريم بخش "خالد" صاحب جي تحقيق قابل داد آهي، جنهن ڇنڊڇاڻ ڪري ولادت جو سن 573هه آندو آهي، جنهن تي اڪثر محقق اتفاق راءِ ڏني آهي. لب تاريخ جي مصنف خان خداداد خان به ساڳيو سن 573هه ڏنو آهي.
تعليم ۽ تربيت: حضرت مخدوم لعل شهباز قلندر رحمة الله عليه ابتدائي تعليم مرند ۾ حاصل ڪئي. قرآن پاڪ جو حفظ به اتي "مرند" ۾ ڪيائين. پاڻ 18 سالن جي عمر ۾ آيو ته سندس والد بزرگ وفات ڪري ويو ۽ وڌيڪ ٻن سالن گذرڻ کان بعد سندس والده به گذاري وئي. ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم ۽ تربيت لاءِ سير و سفر اختيار ڪيائين.
سير و سياحت: تعليم ۽ تربيت جي سلسلي ۾ پهريائين حضرت بابا ابراهيم ولي ڪربلائي جو دست بيعت ٿيو. هيءُ بزرگ مصر ۾ مفتي جي عهدي تي فائز هو ۽ شيخ جمال مجرد مصري جو مريد ۽ خليفو هو. حضرت جمال مجرد "قلندري طريقي" جو باني هو. حضرت بابا ابراهيم ولي کي قلندري طريقي تي خلافت مليل هئي. "مخزن راز" جو مصنف لکي ٿو ته "مخدوم لعل شهباز قلندر جڏهن سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو. تڏهن پڇا ڪيائون ته "ڪير آهي؟" جواب ڏنائون ته "سيد عثمان مرندي" حضرت بابا ابراهيم هن درويش جي لڪل رمزن کي سڃاڻي ورتو ۽ کيس پنهنجي مرشد شيخ جمال مجرد جي سلسله طريقت قلندري ۾ داخل ڪري ڇڏيو. جتي سلوڪ جون منزلون طئي ڪندو رهيو. هڪ سال جو عرصو مرشد وٽ رهي خلافت جو فرقو ڏڪيائين ۽ ان سان گڏ کيس اهو ڪارو پٽڪو به عطا ٿيو

جيڪو سنڌس مرشد بابا ابراهيم وليؒ کي پنهنجي مرشد شيخ جمال مجرم وٽان نصيب ٿيو هو. اهو پڻ حضرت لعل شهباز قلندر پنهنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيو هو“.

هڪ ٻي روايت ۾ ”ڪتاب لعل شهباز قلندر“ مطبوع صداقت بوڪ ڊپو حيدرآباد جو مصنف گل محمد سولنگي ص 7 ۽ 8 تي لکيو آهي ته ”مرند جي نامور بزرگ شيخ ابو اسحاق بابا ابراهيم جوابي کي حضرت سيدنا عبدالقادر جيلاني ﷫ خواب ۾ حڪم ڏنو ته مرند ۾ سيد عثمان لعل شهباز قلندر ڏانهن توجهه ڏيو ۽ سلوڪ جي راهه ۾ منزلون طئي ڪرڻ ۾ ان جي پوري پوري مدد ڪجو. ان کان پوءِ بابا ابراهيم مرند جي مشائخن کي گڏ ڪيو. انهيءَ تقريب ۾ حضرت لعل شهباز قلندر کي ”قادري سلسلي“ ۾ داخل ڪيو ويو. حضرت بابا ابراهيم ولي جو سلسلو ٻن واسطن سان حضرت سيد عبدالقادر جيلاني سان ملي ٿو. هڪ سال جي عرصي ۾ کيس قادري سلسلي ۾ خلافت جي دستار ٻڌائي وئي“.

حضرت بابا ابراهيم ولي کان موڪلائي پهريائين ايران ۾ حضرت امام رضا ؑ جي مزار تي اعتڪاف ۾ وينو. امام پاڪ جي حڪم موجب عراق ۽ حجاز مقدس جي تياري ڪيائين. عراق ۾ اچڻ سان پهريائين حضرت امام ابو حنيفه جي مزار تي حاضري ڏنائين. ان کانپوءِ سيدنا عبدالقادر جيلاني ﷫ جي درگاهه تي آيو جتي کيس قلب جي صفائي ۽ روحاني سعادت نصيب ٿين.

هڪ روايت ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته حضرت سيد عبدالقادر جيلاني ﷫ خواب ۾ کيس بشارت ڏني ته ”اي عثمان! تون اسان جو قلندر آهين“. تنهن جو ڪم تي چڪو آهي ۽ هاڻي بيت الله جو قرب حاصل ڪريو. (لعل شهباز قلندر ص 9)

حضرت لعل شهباز قلندر بغداد کان حجاز مقدس تائين پيادل سفر ڪيو. هن سفر دوران ڪربلا ۽ نجف اشرف ۾ حضرت علي المرتضيٰ جي درگاهه تي آيو ان کان بعد حجاز مقدس جي سرزمين تي قدم رکيائين. حج بيت الله ادا ڪرڻ کانپوءِ سرور عالم حضور اڪرم ﷺ جن جي بارگاهه رسالت ۾ اچي حاضر ٿيو جتي کيس برڪتن ۽ نعتمن سان نوازيو ويو. گهڻو وقت قيام ڪرڻ کان پوءِ بارگاهه رسالت مان کيس حڪم مليو ته ”هندستان ۾ الله تعاليٰ جا ٻندا اوهان لاءِ منتظر آهن. الله تعاليٰ اوهان کي انهن جي

هدايت لاءِ مقرر ڪيو آهي، تنهن ڪري اوهان "سنڌ" ۽ "هند" ڏانهن وڃو ۽ ماڻهن کي دين جي نعمت سان نوازيو".

حڪم نبوي جي تعميل ۾ ذوالقعد مهيني ۾ مڪي معظم ۾ آيو پوءِ حج ادا ڪري هندستان ڏانهن رخ رکيائين. پهرياٿين بغداد ۾ سيد عبدالقادر جيلاني ﷫ جي درگاهه تي آيو اتان موڪلائي ايران ۽ مڪران جي رستي سنڌ ۾ آيو جتان اجمير شريف هليو ويو. محترم غلام حيدر سولنگي پنهنجي مقالي ۾ به هن رستي جو ذڪر ڪيو آهي، پر ان لاءِ تصديق ڏنل ڪونهي. ٻيو رستو افغانستان کان هندستان ۾ اچڻ جو بيان ڪيو ويو آهي.

حضرت لعل شهباز قلندر هندستان ۾ اچڻ سان پهرياٿين حضرت خواجه معين الدين چشتي اجميري "هند ولي" جي درگاهه تي آيو جتان باطني اشاري ملڻ سان دهلي ۾ آيو جتي حسيني سيد قطب الدين بختيار ڪاڪي ﷫ جي مزار تي حاضر ٿيو جيڪا جامع مسجد کان 12 ميلن جي پنڌ تي هڪ قصبه "مهرولي" ۾ واقع آهي. خواجه بختيار ڪاڪي پنهنجي مهمان کي گهڻو نوازيو ۽ کيس "ڪرنال" (پاڻيپٽ) ۾ حضرت شيخ شرف الدين بو علي قلندر سان ملڻ جو حڪم مليو. حضرت لعل شهباز قلندر پاڻيپٽ ۾ حضرت بوعلي قلندر سان روبرو ملاقات ڪئي، سندس نظر فيض هيٺ سلوڪ جون منزلون طئي ڪيون. قلندري رمزن سان رڱجي لعل ٿيو. حضرت بوعلي قلندر کيس مشورو ڏنو ته هندستان ۾ ٽي سئو قلندر اڳ ۾ ئي موجود آهن تنهن ڪري اوهان "سنڌ" ڏانهن هليا وڃو جتي الله تعاليٰ جي بندن کي فيض ملڻو آهي.

حضرت لعل شهباز قلندر بزرگن کان موڪلائي لاهور ۾ آيو جتي حضرت داتا گنج بخش جي درگاهه تي حاضري ڏنائين ۽ ان کانپوءِ ملتان ۾ آيو. انهيءَ زماني ۾ دهلي بادشاهه غياث الدين بلبن جي پاران سندس فرزند شهزادو محمد خان، جنهن کي "خان شهيد" به سڏيندا هئا، ملتان جو گورنر هو. انهيءَ دور ۾ ملتان عالمن، عارفن ۽ صوفياءَ ڪرام جو مرڪز هو.

بزم صوفيه ص 111 تي لکيل آهي ته "حضرت لعل شهباز قلندر جڏهن ملتان ۾ آيو ته ملتان جي گورنر شهزادي خان شهيد سندس وڏي تواضح ڪئي ۽ کيس عرض ڪيو ته هو ملتان ۾ رهائش اختيار ڪري، ان لاءِ خانقاهه جي تعمير ۽ لنگر جي خرچ لاءِ زمينن جا ٽڪرا وقف ڪيا وڃن، پر هن بزرگ صاف انڪار ڪري ڇڏيو".

مير غلام علي آزاد بلگرامي پنهنجي ڪتاب "ماثرالڪرام" (فارسي) ۾ لکيو آهي ته هڪ ڏينهن شهزادي خان شهيد، حضرت شيخ صدرالدين "عارف" ملتاني ۽ حضرت لعل شهباز قلندر کي پاڻ وٽ گهرايو. عربي غزلن پڙهڻ جي محفل شروع ٿي، جنهن ۾ ٻيا بزرگ به ويٺا هئا. جيڪي سماع ۽ رقص ۾ محو ٿي ويا، ۽ خان شهيد هٿ ٻڌي بيٺو هو ۽ زار و قطار روئي رهيو هو. *(ماثرالڪرام ص 286 مطبوع مفيد عام آگره 1328هه (1910ع).*

حضرت لعل شهباز قلندر ملتان ۾ سن 662هه ۾ تشريف فرما ٿيو هو. ملتان ۾ رهڻ واري وقت ۾ حضرت غوث بهاؤالدين ذڪريا ملتاني رحمة الله عليه 666هه، حضرت سيد جلال الدين بخاري 680هه (جنهن اچ شريف کي تبليغ جو مرڪز بڻايو ويو)، حضرت فريد الدين مسعود گنج شڪر 664هه (جنهن پاڪ پٽن کي پنهنجي تبليغ جو مرڪز بنايو هو)، سان سندس گهاٽي دوستي هئي ۽ سيرو ساحت ۽ تبليغ ۾ به اڪثر چارئي دوست گڏ رهيا ۽ سندن چوياري گهڻو مشهور آهي.

حضرت قلندر سائين ملتان کانپوءِ سيوهڻ ۾ تشريف فرما ٿيو. ڪيترن مورخن ۽ محققن سيوهڻ ۾ اچڻ جو سن 644هه ڏنو آهي. "قلندر نامه" (فارسي) ۽ "تذڪره مشائخ" ۾ به ساڳيو سن 644هه ڏنل آهي، پر جيئن ته حضرت لعل سائين ملتان ۾ 662هه ۾ آيو هو ۽ سيوهڻ ۾ ان کان بعد ۾ ئي آيو هو. سندس وفات جو سن 673هه آهي. هي پويون زمانو فقط 11 سالن جو آهي جيڪو "ملتان" ۽ "سيوهڻ" ۾ رهيو. تنهن ڪري ڪنهن به سن جو تعين ڪرڻ قياس آرائي ٿيندي.

تصنيفات وتاليفات: حضرت قلندر سائين پنهنجي دور جو جيد عالم هو. هسٽري آف سنڌ ۾ "برٽن" صاحب حضرت لعل شهباز جي علمي استعداد ۽ لساني مهارت جي حيثيت کي تسليم ڪندي لکيو آهي ته "هيءُ وڏو عالم هو". "صرف" ۽ "نحو" جو ماهر هو. سنڌ جي عربي مدرسن ۾ سندس تصنيف ڪيل "ميزان الصرف" اڄ به پڙهائي وڃي ٿي، جنهن جي شرح "بيان" مولوي عبدالحئي لکنوي لکي آهي. هن بزرگ جو ٻيو ڪتاب "عقد" آهي، جنهن جي شرح ٺٽي جي مشهور عالم علامه محمود ٺٽوي ڏهين صدي هجري ۾ لکي آهي. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب مدح ۾ حضرت قلندر شهباز جي تصنيفات ۽ تاليفات جو ذڪر ڪيو آهي.

حضرت قلندر شهباز پنهنجي دور جو علامہ اڪابر صوفي بزرگ متشوع عالم ۽ قادرالڪلام شاعر هو. سندس ڪلام ”وحدت الوجود“ جي باريڪ نڪتن سان ڀرپور آهي. سندس پيغام عام زندگي جي اصلاح ۽ رهنمائي جو درس آهي، جيڪو غافل انسانن کي صراط مستقيم تي هلڻ لاءِ رستو ڏيکاري ٿو. هن بزرگ محبت، اخلاق، همدردي، مساوات، ڀائيچاري، اتحاد ۽ اتفاق جي تعليم ۽ تربيت ڏني. هيءُ اهو ئي تبليغي ڪردار هو جنهن سان دين اسلام جي اشاعت ۾ اضافو آيو.

ڪشف و ڪرامات: حضرت لعل شهباز قلندر ﷫ معرفت الاهي جي نعتمن سان نوازيل ۽ سلوڪ جي صفتن سان سينگاريل هو سندس ڪرامت جو ذڪر گهڻو آهي مختصر طور: ڪجهہ واقعات عرض آهن.

ڪو بہ مريض وٽن ايندو هو تہ بزرگ بيماري کي چوندو هو تہ مريض کي ڇڏي وڃ تہ اها بيماري ڇڏي ويندي هئي“. *(لعل شهباز قلندر صف 39).*

”هڪ دفعي سخت ڏڪار جي حالت هئي، برسات نہ پوڻ سبب خشڪ سالي سبب ماڻهو پريشان حال ٿيا. هن بزرگ جي دعا سان برسات پئجي وئي، ملڪ سرسبز شاداب ٿي ويو“.*(لعل شهباز قلندر ص 38)*

حضرت لعل شهباز قلندر پنهنجي دور جو ولي الله هو. سندس ڪرامتن جو ذڪر گهڻو آهي. اهو سڀ ڪجهہ سندس نظر فيض جو اثر هو جنهن جي دعا سان بگڙيل نصيب بہ سنوارجي ويجي ٿو.

وفات: حضرت لعل شهباز قلندر تاريخ 21 شعبان 673هہ ۾ رحلت فرمائي. حديقہ الاولياءَ جي مصنف سيد عبدالقادر ٺٽوي وفات جي متعلق لکيو آهي تہ ”بيست يکم شهر شعبان المعظم در 673هہ ازين دنيا فاني رحلت نمود. آستانہ متبرک بلديہ سيوستان است“ (مطبوع سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد).

مقالات الشعراءَ ۾ بہ وفات جو سن 673هہ ڏنل آهي. باقي اختلافي تاريخون بلڪل غلط آهن. انهن جي متعلق محترم جناب ڪريم بخش خالد صاحب جي تحقيق قابل داد آهي.

ڪلام: حضرت لعل شهباز قلندر پنهنجي دور جو قادرالڪلام شاعر هو. سمورو ڪلام ”وحدت الوجود“ جي نڪتن سان ڀرپور آهي ۽ پنهنجو تخلص ”عثمان“ استعمال ڪيو اٿس. شعر و شاعري تي نظر وجهبي تہ سندس ڪلام مان حقيقي انسانيت ۽ روحانيت جو درس ملي ٿو. هن اڪابر صوفي بزرگ حضرت خواجہ منصور حلاج جي فڪر و تخيل جي نہ

فقط ترجماني ڪئي پر انهيءَ سرمستي ۾ ڪيف و حال جي تبليغ بہ ڪئي. هن جو عارفانہ معيار حد ڪمال کي پهتل هو. جڏهن سالڪ منزلون طئي ڪري معرفت الاهي جي مقام اشرف تي پهچي ذات الاهي جو مشاهدو ماڻي ٿو ان وقت سندس زبان مان جيڪي نڪري ٿو اهو حقيقت جو مظهر ٿئي ٿو: جيئن هڪ هنڌ ان جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو:

من آں درم کہ در بحر جلال اللہ بود استم
بہ کوہ طور با موسیٰ کلیم اللہ بود استم
گہے برتخت گریا نم گہے برخار خندانم
عجائب یا من دیدم نہ دید است
ایا عثمان مرندی چرا مستی دریں عالم
بہ جز مستی و مدہوشی دگر چیزی نہ دانستم

حضرت قلندر سائين حضرت خواجہ منصور حلاج جي عقيدت ۽ ارادت کي بہ ظاهر ڪيو آهي، جيئن هڪ هنڌ فرمائي ٿو تہ:

منم عثمان مروندی کہ یار خواجہ منصور
ملامت می کند خلقی کہ من بردار می رقصم

عشق ۾ سوز، درد، فراق، هجر، وصال، محبت ۾ اخلاق جون ڪيفيتون سالڪ جي دل تي اثرانداز رهن ٿيون. ڪيف و حال جي مستيءَ ۾ هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

۱- ز عشق دوست ہر ساعت، دروں نار می رقصم
گہے برفاک می غلطم، گہے برفار می رقصم

دوست جي عشق ۾ گهر گهڙي باهہ جي مچ تي نچان ٿو ڪڏهن مٽيءَ ۾ ليٽڙان ٿو ڪڏهن ڪنڊن تي نچان ٿو.

۲- شدم بدنام در عشق، بیا اے پارسا اکنوں
نہ می ترسم زر سوائی، سر بازار می رقصم

اي زاهد ڏس اچي تہ ڪيئن سندس عشق ۾ بدنام ٿيو آهيان. ڪنهن بہ خواري کان نٿو ڊڄان، پري بازار ۾ نچان ٿو.

الله تعاليٰ جي عارفن ۽ سالڪن "توحيد" جو وڏو ادب ۽ احترام رکيو آهي. انهيءَ ذات مقدس جي هيڪڙائي کي "دوئي" (ٻيائي) کان دور رکي پاڪائي بيان ڪئي آهي. جيئن فرمائي ٿو ته:

"دوئی از سر بدر کردم، یکِ دیدم دو عالم را،
یکِ بینم، یک جویم، یکِ دانم، یک خوانم"۔

يعني ٻيائي کي پنهنجي جسم مان ڪڍي ڇڏيم ته پوءِ مون کي ٻيئي جهان "هڪ" نظر آيا. هڪ ئي ڏسان ٿو هڪ ئي (ذات مقدس) لڏم هڪڙو ئي ڄاڻم ۽ هڪڙو ئي پڙهيم.

سلوڪ جي راهه ۾ سالڪ پاڻ کان فاني ۽ حق سان باقي رهڻ لاءِ مجاهدا ۽ مڪاشفا ڪڍي مشاهدي جي منزل تي پهچي ٿو. اها معرفت الاهي جي سڃاڻپ آهي، جنهن لاءِ چيو ويو ته: "من عرف نفسه فقد عرف ربه" جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن گويا پنهنجي رب کي سڃاتو. تڏهن سالڪن دنيا جي خواهشن ۽ لذتن کي ترڪ ڪري روحانيت جي ترقي لاءِ عبادت ۽ رياضت کي ذريعو بڻايو. حضرت قلندر سائين ذات باري جي مشاهدي کي هر مرض جو علاج سمجهي ٿو ۽ ان کي حقيقت جو نور سڏي ٿو جيڪو حقيقت جي راهه ڏيکاري ٿو.

جيئن فرمائي ٿو ته:

"دیدار حق تعالیٰ درمانِ، درد ماشد،
دیده بصیر بینا برهان شدست مارا"

حضرت لعل شهباز قلندر راتيون جاڳي خدا تعاليٰ جي عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهيو ته ٻئي طرف محتاجن ۽ مصيبت ۾ وڪوڙيل انسانن جي خدمت ۽ مدد ڪندو رهيو. جيئن هڪ هنڌ فرمائي ٿو ته:

"انيس خلوتِ شب زنده دارانِ رفيقِ روز در محنت گذاران"

حضرت لعل شهباز قلندر تصوف جي موضوع تي دل کولي بيان ڪيو آهي. صوفين جي نزديڪ فنا ۽ بقا جو لامحدود تصور موجود هوندو آهي، جيئن هڪ هنڌ فرمائي ٿو ته:

چون وجود کس نہ باشد بالحقیقت جز خدا،
آن وجود عین مطلق، عین خود را یافتم۔

يعني: الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو بہ وجود ڪونهي ۽ آءٌ انهيءَ خدا تعاليٰ جو وجود آهيان.

جضرت لعل شهباز قلندر کي پنهنجي مرتبي جي پوري پوري ڄاڻ هئي. انهيءَ عارفانہ منصب تي پهچڻ ڪانپوءِ جيڪي ڪجهہ چوي ٿو اهو حقيقت جو آواز آهي. جيئن ان جو اقرار هن طرح ڪري ٿو:

”سر مست مئ الستم، از خیر و شر گذشتم،
سر فہفتہ گفتم، مست الست ھستم“۔

حضرت لعل شهباز قلندر جو پيغام هڪ طرف ”وحدت الوجود“ جي دعوت آهي تہ ٻئي طرف انسان دوستي جو درس آهي. انهيءَ انسانيت جي تعليم مان هر دور جي انسانن کي مساوات، ڀائيچاري، اخلاص، محبت ۽ همدردي جو سبق ملي ٿو.

*_*_*

# "لعل قلندر"



پروفيسر ڊاڪٽر نجمہ نور ڦلپوٽو

پاڪ سرزمين جو هيءُ برڪت ڀريو خطو سنڌ، اصل کان اوليائن، صوفين، ابدالن، غوثن، قطبن، عالمن، سَنتن ۽ ساڌُن جو مرڪز پئي رهندو آيو آهي. هتي اهي تابعي بزرگ بہ آرامي آهن، جن کي پيغمبرﷺ جي صحابين سڳورن جي زيارت نصيب ٿي. اڳوڻي دؤر ۾ ڏورانهن ڏينهن مان کهي اچي ڪيترائي اهل الله ۽ بزرگ سنڌ کي پنهنجو وطن بنائيندا هئا.

قديم زماني کان سنڌ جا عربستان ۽ ايران سان تجارتي لاڳاپا هئا. سن 16هجري يعني 638ع ۾ حضرت عمر فاروق جي خلافت واري دؤر کان ننڍي کنڊ ۾ عربن جي آمد شروع ٿي ۽ پهريون اسلامي بحري بيڙو عربي سمنڊ ۾ داخل ٿيو.

سن 93 هجري يعني 712 عيسويءَ ۾ جڏهن مجاهِد اعظم محمد بن قاسم سنڌ تي اسلامي جهنڊو جهولايو تہ هتي صوفين ۽ ولين جي آمد جو سلسلو شروع ٿي ويو. ان ڪري اها تاريخي حقيقت آهي تہ ڏکڻ ايشيا ۾ سڀ کان پهرين اسلام جو چنڊ، سنڌ جي آسمان تي ايريو جنهن جي روشنيءَ ننڍي کنڊ جي ڪنڊ ڪڙڇ کي روشن ڪري ڇڏيو. اسان جي سنڌ کي ان ڪري "باب الاسلام" جي لقب جو شرف مليو. اڄ بہ هي علائقو روحاني عظمت ۽ باطني روح جو مرڪز بڻيل آهي. هتي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه آهي تہ سچل سرمست رحمة الله عليه بہ، مخدوم نوح رحمة الله عليه آهي تہ مخدوم بلاول رحمة الله عليه بہ، شاهہ عنايت آهي تہ شاهہ ڪريم بہ، هتي بيدل ۽ بيڪس آهن تہ خواجہ محمد زمان لواريءَ وارو ۽ عبدالرحيم گرهوڙي بہ.

صوفياءِ ڪرام جي انهيءَ سَٽَ ۾ لعل شهباز قلندر سيوهاڻي کي بہ هڪ امتيازي حيثيت حاصل آهي.

لعل شهباز قلندر جو اسم مبارڪ سيد محمد عثمان آهي. افغانسان جي آزربائجان پرڳڻي ۾ مروند شهر ڏانهن سندن نسبت ڪري کين مروندي بہ چيو ويندو آهي. سندن جَدِ امجد اصل عراق ۾ سڪونت پذير هئا، جتان هجرت ڪري پهريائين ايران جي مشهور شهر "مشهد" ۾ رهيا. جتان پوءِ هجرت ڪري افغانستان جي آزربائجان پرڳڻي جي هرات شهر پرسان هڪ ڳوٺ "مرند" ۾ اچي وينا. سندن ولادت انهيءَ شهر ۾ سن 538 هجريءَ ۾ ٿي. سندن والد بزرگوار جو نالو سيد ابراهيم ڪبير الدين هو جنهن جي نسب جو سلسلو حضرت امام جعفرؑ سان وڃي ملي.

سيد ابراهيم ڪبير الدين جي شادي مروند جي حاڪم ۽ فرمانروا سيد سلطان جي دختر نيڪ اختر سان ٿي جنهن مان کيس هڪ نوراني فرزند عطا ٿيو جنهن جو نالو سيد محمد عثمان رکيو ويو جو پوءِ اڳتي هلي شمس الدين لعل شهباز قلندر جي نالي سان مشهور ٿيو.

مروند ۾ پنهنجي والد بزرگوار جي زير سايہ ابتدائي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪيائون. ستن سالن جي عمر ۾ قرآن مجيد حفظ ڪري ورتائون ۽ ٻاويهن سالن جي عمر تائين ديني علوم سان گڏ عربي ۽ فارسي ٻولين تي بہ دسترس حاصل ڪيائون.

ننڍي هوندي کان ئي کين الله جي عشق جي لنؤ لڳل هئي. گهڻو وقت الله جي ذڪر، فڪر، رياضت ۽ عبادت ۾ گهاريندا هئا. الله جي عشق ۽ محبت جو کين اهڙو تہ جذبو عطا ٿيل هو جو قلندري مشرب اختيار ڪري جبلن ۽ بيابانن ۾ رياضتون ڪندا ۽ ڪشالا ڪڍندا رهيا. ذڪر وقت رقص ڪرڻ لڳندا هئا ۽ مستيءَ ۾ محو ٿي ويندا هئا، ايتري تائين جو لباس جي سُڌِ بہ نہ رهندي هُين.

آخر ڪار زيارتن ۽ سيروسياحت جي خيال کان 624 هجريءَ ۾ مروند کي خير باد چئي نڪري پيا. پهريائين ايران جي شهر مشهد ۾ پهتا. اهو سفر پيدل ڪيائون ڇاڪاڻ تہ امام موسيٰ رضہ سان کين انتها درجي جي عقيدت هئي. هتي ڪجهہ عَرصَو رهي سعودي عرب ويا، جتي حج ڪرڻ کان پوءِ ڪربلا ۾ اچي حاضري ڏنائون.

ڪربلا ۾ سندن ملاقات زماني جي مشهور صوفي بزرگ شيخ ابراهيم بابا مجذوب سان ٿي. اهو بزرگ حضرت موسيٰ ڪاظم جي اولاد مان هو. هن کان پاڻ روحاني فيض حاصل ڪيائون ۽ سندن هٿ تي بيعت ڪري

خلافت جو شرف ماڻيائون.

سندن مرشد ابراهيم بابا مجذوب سدائين سُرخ پوش رهندو هو. ان ڪري مرشد جي انهيءَ عمل کي اختيار ڪندي پاڻ بہ باقي ڄمار ڳاڙها ڪپڙا پائيندا رهيا, جنهن ڪري کين لعل بہ ڪوٺيو ويندو هو.

شيخ ابراهيم بابا مجذوب کان موڪلائڻ وقت کين بہ امانتون تحفي ۾ مليون. هڪ گلوبند ۽ ٻي باداميءَ جي عصا (لَٺِ) جي پشت بہ پشت حضرت امام زين العابدين کان هلنديون پئي آيون. اهي ٻئي امانتون قلندر شهباز جي روضي ۾ رکيل آهن.

ڪربلا مان پنهنجي مرشد کان موڪلائڻ بعد پاڻ بغداد وڃي ڪجهہ عرصو رهيا, جتي مشائخن, درويشن ۽ عالمن سان علمي ۽ روحاني رهاڻيون ڪيائون.

بغداد کان پوءِ هڪ ٻيو وري مشهد مان ٿيندا نجف ۾ حضرت علي عليہ السلام جي روضي تان زيارت ڪندا, مروند ۾ پنهنجي والد جي خدمت ۾ پهتا. سندن والد بزرگوار کين ارشاد فرمايو تہ هندوستان وڃي, سنڌ ۾ پنهنجي روحاني فيض کي جاري ڪر. تاريخ جي ڪن مصنفن لکيو آهي تہ سندن مرشد شيخ ابراهيم بابا مجذوب ڪربلائي کين ارشاد ڪيو هو تہ سنڌ ۾ وڃي دين اسلام جي تبليغ ڪن.

بهرحال پاڻ افغانستان جي شهر قنڌار جي رستي هندوستان تشريف فرما ٿيا. هندوستان ۾ ان وقت غياث الدين بلبن حڪمران هو جنهن ملتان ۽ سنڌ پرڳڻي جي حڪمراني پنهنجي لائق فرزند سلطان محمد کي سونپي, اتان جو گورنر مقرر ڪيو هو.

حضرت لعل شهباز قلندر جن بہ پهريائين سنڌ ۽ ملتان جي انهيءَ حاڪم وٽ پهتا. اهو حاڪم پاڻ بہ نهايت عابد, زاهد ۽ متقي هو, نوجوان هوندي بہ ڪيس عالمن, شاعرن ۽ اوليائن جي صحبت جو ڏاڍو اشتياق هوندو هو. حضرت غوث بهاؤالدين ۽ شيخ فريد گنج شڪر ۽ مخدوم جلال الدين بخاري سندس مقرب هئا. قلندر شهباز جي ملتان ۾ آمد سان انهن اوليائن جي صحبت ۾ اضافو ٿيو ۽ لعل سائين بہ سندن ساٿي ۽ رفيق بڻجي ويا.

تاريخ فرشتہ ۾ لکيل آهي تہ "ملتان ۽ سنڌ جي حڪمران شهزادي سلطان محمد نهايت گرم جوشي ۽ ادب سان شيخ عثمان مرونديءَ جي آجيان ڪئي ۽ کين عرض ڪيائين تہ ملتان ۾ قيام فرمائين.

سنڌن لاءِ هڪ خانقاهه به تيار ڪرايائين ۽ نذر ۽ نياز پيش ڪيائين پر شيخ مرونديءَ اهو سڀ ڪجهه قبول نه ڪيو ۽ ڪجهه عرصو رهي، پنهنجي منزل مقصود سنڌ ڏانهن رواني ٿيڻ جو ارادو ڪيائون. انهيءَ دوران شهزادي سلطان محمد جي مجلس ۾ هڪ ڏينهن شيخ بهاءُ لادين ذڪريا ۽ حضرت لعل شهباز قلندر تشريف فرما هئا ته قلندر عربي ۽ فارسي اشعار پڙهڻ شروع ڪيا. جيڪي پڙهندي ئي مجلس ۾ حاضر عالم ۽ درويش وجد ۾ اچي ويا ۽ رقص ڪرڻ لڳا.

شهزادي سلطان محمد جي اها حالت هئي جو هو سنڌن آڏو ٻانهون ٻڌي زارو قطار روئندو رهيو.

شهزادي سلطان محمد جون ملتان ۾ صحبتون ۽ علمي مجلسون ڪين ڏاڍيون پسند آيون. شهزادي به سنڌن تمام گهڻي خدمت ڪئي ۽ نهايت احترام ۽ ادب سان پيش آيو پر لعل قلندر جو اصل ارادو سنڌ ۾ اچي سيوهڻ ۾ قيام ڪرڻ جو هو جنهن ڪري ملتان ۾ ڪجهه سال رهڻ ڪانپو ۽ سن 649هه ۾ سيوهڻ ۾ اچي رهيا. سيوهڻ ۾ پهچڻ وقت سنڌن ڄمار هڪ سؤ يارنهن ورهيه هئي. هتي پهچي پاڻ ڪيترائي چلا ڪڍيائون. رياضتون ڪيائون ۽ اسلامي تعليم تي عمل ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي وعظ ۽ نصيحتون ڪيائون. سنڌن پاڪيزهه زندگي، روحاني ڪمالات، باطني فيض ۽ عارفانا ڪلام اسان لاءِ هڪ مستقل ۽ دائمي پيغام آهن.

مير علي شير قانع ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب ”تحفة الڪرام“ ۾ لکيو آهي ته ”لعل شهباز قلندر انهيءَ هنڌ اچي رهيو جتي هاڻي سندس مقبرو آهي. پاڻ سيوهڻ ۾ فقط هڪ سال رهي 21 شعبان سن 650 هجريءَ تي هن فاني دنيا مان 112 سالن جي طبعي ڄمار کي پهچي رحلت ڪيائون. ساري ڄمار شادي نه ڪيائون جنهن ڪري پويان ڪو به اولاد عيال ڪونه ڇڏيائون.“

هن صوفي بزرگ پنهنجي جي بي پناهه محبت، محنت، رياضت، باطني قوتن ۽ صلاحيتن سان سلوڪ ۽ معرفت ۾ اعليٰ مقام حاصل ڪيو. پنهنجي روح کي خدائي حڪمن سان آراسته ڪيائون. وحدانيت جي نور پکيڙڻ لاءِ پنهنجي اباڻي شهر مروند کي هميشه لاءِ خيرباد چئي سيوهڻ ۾ اچي ابدي آرامي ٿيا. جنهن ڪري سيوهڻ عظيم روحاني مرڪز جي حيثيت اختيار ڪري ورتي.

هر سال شعبان مهيني جي 18 تاريخ کان وٺي سيوهڻ ۾ سنڌن فيض،

برڪتن، محبت ۽ عقيدت جا نهايت اثر پذير نظارا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. فضا الله تعاليٰ جي حمد وثنا سان چوڏس گونجندي نظر ايندي آهي. ڌمال وڄندي آهي ۽ هڪ اهڙو وجد ۽ مستيءَ جو ماحول پيدا ٿي پوندو آهي جو ماڻهو محبت ۽ عقيدت وچان نچڻ ۽ جهولڻ لڳندا آهن. مٿن والهانہ ڪيفيت طاري ٿي ويندي آهي. سندن هوش و حواس عقيدت جي انهيءَ عظيم صحرا ۾ گم ٿي ويندا آهن. اهڙي وجداني ڪيفيت ۾ عقيدتمندن جا هجوم در هجوم درگاهہ طرف وڌندي نظر ايندا آهن.

جيسيتائين لعل قلندر جي ڪرامتن جو تعلق آهي تہ ائين چئي سگهجي ٿو تہ گذريل تقريباً اٺ سؤ سالن کان سندن ڪيترين ئي ڪرامتون بڌايون ۽ ڪتابن ۾ لکيون ويون آهن، جن تي جيڪڏهن غور ويچار ڪيو وڃي تہ ايترو اندازو ضرور ٿيندو تہ لعل قلندر جهڙو عارف باالله، متقي، صوفي بزرگ، عالم ۽ اسلامي تعليم جو پيروڪار نہ ڪنهن کي قتل ڪري ۽ نہ ڪنهن جو حق غصب ڪري پئي سگهيو. پشت بہ پشت بڌايل روايتن ۽ ڪرامتن تي مؤرخن جو بہ تضاد آهي.

لعل قلندر جي عارفانہ ڪلام ۾ وجد، جوش، ڪيف ۽ سرمستيءَ جو عنصر جهجهو آهي. انهيءَ ۾ عبد ۽ معبود جي باهمي تعلق جو نهايت لطيف انداز ۾ ذڪر ڪيل آهي. اهو ڪلام خالص صوفياڻو ۽ الهامي آهي جنهن ۾ قلندرانہ مستي ۽ مدهوشيءَ جا اثر نمايان آهن، جيئن هن ڪلام مان ظاهر ٿئي ٿو:

من بنده خدايم، هم شاه و هم گدايم،
هم وصل هم جدايم، مست الست هستم
رفتم بہ عرش اکبر، خوردم شراب اطهر
واصل شده وصالم، مست الست هستم

**يعني:** مان الله جو ٻانهون آهيان، مان بادشاهہ بہ آهيان تہ فقير بہ. مان پاڻ گڏ بہ آهيان ۽ ڌار بہ آهيان. مست الست بہ آهيان. عرش عظيم تي ويو آهيان، جتي شراباً طهورا (پاڪ شراب) پيتو اٿم. پنهنجي محبوب سان ملي ويو آهيان. مست الست آهيان.

قلندر شهاز جو جيڪو بہ هن وقت تائين ڪلام دستاب ٿي سگهيو آهي، تنهن متعلق يقين ۽ وثوق سان چئي نٿو سگهجي تہ سڀ جو سڀ سندن ڪلام آهي. ڇاڪاڻ تہ سندن ڪلام جو ڪو بہ مستند ڇپيل يا قلمي

نسخو نٿو ملي. سندن رحلت فرمائڻ کان 700 سال پوءِ پهريون پيرو هڪ شخص فقير ظفر علي سندس نالي سان فارسي غزلن جو هڪ منتخب مجموعو منظرِ عام تي آندو، جنهن ۾ بيشمار اوٽايون آهن ۽ ڪيترائي اهڙا اشعار آهن، جن تي گمان ٿئي ٿو تہ اهي سندن چيل نہ آهن. البتہ مضمون ۽ معيار جي لحاظ کان چئي سگهجي ٿو تہ اهي هڪ درد مند دل جي دانهن آهن جيڪا قرب الهيءَ جي ڪيف ۽ قرار ۽ هجر ۽ فراق جي درد ۽ اذيت کان بخوبي آشنا آهي.

قلندر شهباز جي ڪلام ۾ قلندرانہ رنگ پريل آهي. ڪلام ۾ جذبات جي شدت کان سواءِ فڪر جي بلندي ۽ عقيدت جي گهرائي ملي ٿي. جيڪو بہ ڪلام هن وقت تائين اسان تائين پهتو آهي، تنهن کي انهيءَ ڪسوٽيءَ تي پرکي، ڪجهہ هتي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪجي ٿو:

قرآن مجيد جي هڪ آيت:

وما خلقت الجن والانس الا ليعبدون

يعني: (جنن ۽ انسانن کي اسان عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي). جي تشريح سندن ڪلام ۾ هن طرح ملي ٿي.

در عبادت حق باش راجا! روز و شب،
زانکہ هرگز در دوعالم جز خدا مقصود نيست،

يعني: اوهان رات ڏينهن الله جي عبادت ڪندا رهو. ڇاڪاڻ تہ ٻنهي جهانن ۾ الله کان سوا ڪو بہ مقصود نہ آهي.

قرآن پاڪ جي هڪ ٻي آيت:

الَّذِىْ خَلَقَ الْمَوْتَ وَالْحَيٰوةَ لِيَبْلُوَكُمْ اَيُّكُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا

يعني: (الله موت ۽ زندگيءَ کي خلقيو تہ اوهان کي آزمائي تہ اوهان مان سٺا عمل ڪنهن جا آهن). جي تشريح سندن ڪلام ۾ هن طرح ملي ٿي:-

آن موت و حيات است، کہ در کوئي حبيب است
موتيکہ دران کوئي نبود هست، بجا نيست،

يعني: اهو موت جيڪو محبوب جي گهٽيءَ ۾ ٿئي، الله ۽ رسول جي حڪمن جي بجا آواري ڪندي اچي، سائي صحيح زندگي آهي. پر جنهن جو موت ائين نٿو ٿئي، سو نياڳ جو موت آهي.

قضا تي راضي رهڻ ۽ صبر ڪرڻ جي تعلقين هن طرح ڪن ٿا:

هر ملک را مالک منم، هر چيز را هالک منم
اين را ڪشم، آن رازنم، کس رانبا شد چون چرا

يعني: ارشاد رباني آهي ته مان سيني ملڪن جو مالڪ آهيان، هر شيءِ جو ڌڻي آهيان. وٺي ته هِن کي ماريان يا هُن کي ڏک هڻان. ڪنهن وٽ به چون چراجي گنجائش نه آهي. ان ڪري صبر کان ڪم وٺو ۽ رضا تي راضي رهو.

تڪبر ۽ غرور کان پاسو ڪرڻ لاءِ فرمائين ٿا:

خودي کفراست، اگرچه پارسائي صد هزاران است
خدارا، آشکارا درميان بي خودان ديدم

يعني: بندو ڪٿي ڪيترو به پرهيزگار ۽ پارسا هجي، پر ڪيس تڪبر ۽ غرور ڪرڻ نه جڳائي. مون الله تعاليٰ جي رحمت انهن نيڪ بختن وٽ ڏٺي آهي، جيڪي تڪبر کان آجا آهن ۽ انڪساري ۽ عاجزي سندن شعار آهي.

دنيا سان دل نه لڳائڻ لاءِ فرمائين ٿا:

فاني است هر چيز که اين دار بقانيست،
بر دار دلِ خويش که اين جائي وفا نيست،

يعني: دنيا جي هر شيءِ فاني آهي. هن جهان کي بقا ناهي. ان تان دل ڪٽي ڇڏجو هيءَ وفا جي جاءِ ناهي.

هن حياتيءَ جي عارضي زندگي وساري، دائمي زندگيءَ جو فڪر ڪرڻ عقلمندي آهي. ان لاءِ هن طرح نصيحت ڪن ٿا:

گر تجلي دوست خواهي بر دوام
خوابِ غفلت برتِن خودکن حرام

يعني: جيڪڏهن گهرين ته الله جي نور جي تجلي توتي هميشه هجي ته غفلت جي ننڊ پاڻ تي حرام ڪري ڇڏ.

سنڌ جي سرزمين کي هي شرف حاصل آهي ته اها جليل القدر اوليا، صوفياءِ ڪرام ۽ درويشن جو آماجگاهه رهندي پئي آئي آهي. جتان رشد ۽ هدايت جا چشما ڦٽي نڪتا ۽ ننڍي کنڊ جي آبياري ڪندا رهيا. جن صوفين

۽ بزرگن سنڌ کي علمي، ادبي، روحاني ۽ اخلاقي قدرن سان منور ڪيو تن ۾ حضرت لعل شهباز قلندر جو نالو بہ تاريخ ۾ هميشہ ياد رکيو ويندو. پاڻ محبت، مروت، اتحاد، اتفاق، پائيچاري، يگانيت ۽ اُخوت جو سبق ڏنائون.

مان سمجهان ٿي تہ لعل قلندر شهباز کي خراج عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ بهترين طريقو آهي تہ سندن ڏنل تعليم اسين نهايت خلوص سان عمل ڪريون ۽ سندن پيغام ۽ فڪر کي عام ڪري دلين مان نفرتون ۽ ڪُدورتون ڪيڍڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪريون جنهن سان قوم ۾ مڪمل اتحاد، پنهنجائپ جو احساس ۽ سماجي روش جي انهيءَ خواب جي تعبير حاصل ڪريون جيڪو محض هڪ مقدس تصور ناهي، بلڪ اسان جي قومي ضرورت پڻ.

**حوالا:۔**

1. بلبل ضياءِ الدين - ايس (مرتب) "قرب قلندر"، قلندر شهباز ميموريل ڪميٽي سيوهڻ 1964ع.
2. ٺٽوي مير علي شير قانع تحفة الڪرام - سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1989ع
3. ڊگبي سائمن ، قلندر ۽ ان سان لاڳاپيل مسلڪ (سنڌي ترجمو) سنڌي ادبي بورڊ 1997ع.
4. قاسم محمد فرشتہ (تاليف) ،"تاريخ فرشتہ" (ترجمو عبدالحي خواجہ) مڪتبہ ملت ديوبند 1983ع.
5. قلندر شهباز ميلا ڪميٽي سيوهڻ، "سخي شهباز قلندر" سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1991ع.
6. قلندر شهباز ميلا ڪميٽي سيوهڻ. "دمادم مست قلندر" سلور جوبلي نمبر، 1987ع.
7. سنڌ اطلاعات کاتو ڪراچي. "ولين جو سرتاج" حضرت لعل شهباز قلندر آڪٽوبر 1974ع.
8. سنڌي اديبن جي سهڪار سنگت. "الوحيد" سنڌ آزاد نمبر (ڇاپو ٻيو) منظور چيمبرس گاڏي کاتو حيدرآباد 1979ع.
9. سولنگي گل محمد (مترجم) "لعل شهباز قلندر" صداقت بڪ ڊپو حيدرآباد.
10. شهباز ميلا آرگنائيزنگ ڪميٽي "دمادم مست قلندر" سووينئر 2004ع.
11. نئين زندگي. "قلندر شهباز" آگسٽ، سيپٽمبر، 1970ع.

# قلندر شهباز ميموريل ڪاميٽي سيوهڻ
## [تاريخ جي آئيني ۾]



ضياءُالدين ايس. بلبل

هيءُ ڪتاب، جنهن ۾ حضرت قلندر لعل شهباز سيوهاڻيءَ جي درگاهہ تي ٻن عرسن ملهائڻ جي موقعن تي پيش ٿيل عقيدت جي گوناگون گلن جو ادبي گلدستو گڏ ٿيل نظر ايندو، قلندر شهباز ميموريل ڪاميٽي دادو جي طرفان ڇاپرائي، هن ٽئين عرس جي موقعي تي هڪ يادگار طور پيش ڪيو ويو آهي.

هيءُ ميموريل ڪاميٽي، سال 1961ع ۾، ان وقت ڊپٽي ڪمشنر جناب سيٺ محمد اسماعيل ميمڻ صاحب جي ڪوشش سان وجود ۾ آئي ۽ ان جو پهريون چيئرمين بہ پاڻ ئي چونڊيو ويو. موجوده ڊپٽي ڪمشنر ۽ چيئرمين، جناب سيد عبدالواسع صاحب معيني، ان ڪم کي وڏيڪ زور وناٽڻ فرمايو آهي. هن ڪاميٽيءَ جو مقصد هيءُ آهي تہ عرس جي موقعي تي لڳندڙ ميلي ۾ هڪ اهڙو علمي ۽ ادبي شغل بہ ٿيندو رهي، جنهن ۾ حضرت حافظ سيدنا عثمان مروندي عليہ رحمة سان تعلق رکندڙ ڳالهين بابت مضامين، مقالا ۽ نظم پيش ڪيا وڃن ۽ ان جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪري ساز ۽ سرود سان ملايو وڃي، جيئن عوام، ان کان آگاهي حاصل ڪري. فارسي ڪلام جي چونڊ حصن جا سنڌي ترجما، جناب حافظ محمد احسن صاحب چنا، ميموريل ڪاميٽيءَ جي هڪ رڪن جي هٿان ملي چڪا آهن ۽ مون ناچيز بہ هڪ فارسي مشهور غزل جو سنڌيءَ ۾ منظوم هوبهو ترجمو تيار ڪري ڏنو هو جو گذريل سال واريءَ مجلس ۾ ڳايو ويو هو. جيئن تہ هن بزرگ وٽ چشتي طريقي جو ساز سرود ۽ سماع، جنهن جو هڪ خاص نوع ڌمال جي صورت ۾ ڏسجي ٿو مروج ٿيل هو تنهن ڪري عوام جي خاطر، اهو عنصر بہ

ميموريل ڪاميٽيءَ پنهنجي ادبي جلسن ۾ محفوظ رکڻ مناسب ڄاتو. ڏمال، نفيل، ميندي ۽ سرخ رنگ جي گجگاهہ وغيره جي باري ۾ مون، هڪ مقالي ۾ ڪجهہ روشني وڌي آهي ۽ انهن جي، قلندري شهبازي طريقي سان ڪا سچ پچ نسبت آهي تہ انهيءَ لاءِ جواز عرض رکيو اٿم. اهڙين ڳالهين جي کوجنا ڪرڻ ۽ خود مرند ۽ مروند واري معاملي بابت صفائي ڪرڻ لاءِ هيءُ قدم کنيو ويو آهي. ڪن صاحبن جو خيال آهي تہ قلندر ڪيترائي ٿي گذريا آهن. ٻين صاحب جي چوڻ موجب قلندر رڳو اپائي آهن. حقيقت ڪيئن بہ هجي پر هن ڳالهہ ۾ شڪ شبهو نہ آهي تہ هن قلندر شهباز جو درجو مسلڪ ۽ طريقو نهايت انوکو ۽ الڳ آهي. هن قلندري طريقي کي مخصوص ۽ ممتاز ڪرڻ لاءِ "لعل شهباز" جو طريقو ڪوٺيو ويو آهي. ان جو اثر ۽ تصرف، سابق سنڌ جي حدن اندر ڪم از ڪم، ايترو تہ جاري ۽ طاري آهي، جو سيني سنڌين کي "رندي قلندري" سڏيو وڃي تہ سندن اصل طبيعت ۽ ذهنيت ڏانهن، بنسبت "سپاجهڙن" جي ڏوڪي ڏيندڙ لقب جي زياده صحيح اشارو ٿيندو. هن ڀلاري بزرگ جي عوام ۾ مقبوليت ۽ عوام جي ساڻس عقيدت جو راز اهو ئي آهي ان لاءِ ٻين بزرگن بہ اها ئي صلاح ڏني آهي تہ:

ست لومڙ ڪيڊ جا اندر دا      گهن طور طريقہ قلندر دا.

*(شاهہ باهو)*

قلندري شهبازي طريقي جو ٻيو جيڪو مخصوص انداز "مستيءَ" جو مڃيو وڃي ٿو تنهن بابت ٿهليل غلط فهميءَ کي دور ڪرڻو آهي ۽ ان جي صحيح مفهوم ۽ اصل مقصد کي ڄاڻڻو آهي. منهنجي ناچيز راءِ ۾، قلندر لعل شهباز سيوهاڻي ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، جنهن بابت عقيدو آهي تہ قلندر جي روضي جي مٽيءَ ۾ پاٽي پريو اٿن. ٻنهي درويشن مهراڻ جي موجن، لاهن ۽ چاڙهن کان بيحد متاثر ٿي، جيڪو رندي قلندري طريقو گهڙيو ۽ پنهنجي نظم ۾ اشاري سان اظهار ڪيو سو هڪ بيمثال انوکو ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. جذبي ۽ وجد کي مستقل ڪري، هوش، عقل ۽ ارادي سان وابستہ ڪرڻ، انساني الوهيت ۽ همہ گيريءَ جي نقطي تي (ڏسجي مئڪس شيلر جو ائنترا پالوجيڪل فلسفو) مخصوص نموني جي سنڌي عمرانيات ۽ هينري برگسان (1941ـ 1859ع) جي پوءِ وڌايل "قوي ڏار" (ايلان وائٽل) جي

فلسفي جو خاڪو ۽ بنياد هنن ٻن صوفين، فيلسوفن ۽ شاعرن وڏو ثو ڏسجي. هنن ڪائنات جي نظام شمسي ۽ انساني باطني نظام کان پيدا ٿيل اتهاس ۾ ٿيون اصول مهراڻ جي موجد ۽ مدوجزر جي ڪشاڪش واري نظام جو پيدا ڪيل ڪشف شامل ڪيو. دادو ضلعي ۾ جيڪي اهل ممات جا روحاني مرڪز مشهور ۽ معروف آهن، انهن ۾ سيوهڻ جو خاص درجو آهي، جتي چڻ ته هڪ سج، پنهنجن لکن سيارن ۽ ستارن سميت، هڪ روحاني نظام شمسي بنايو بيٺو آهي.

دادو ضلعي جو شاهه گودڙيو، آلو سائين، سيد گل شاهه ۽ شاهه گاجي، قلندري طرقي وارا ٻجهن ٿا جيئن ته ميان يار محمد ڪلهوڙي جي مشهور ڏنڊي کي، قلندري موسوي عصا سان ڏورانهين مائٽي ٿي ڏسجي تنهن ڪري ايئن چوڻ ۾ مبالغو نه ٿيندو ته سندس ميانوال طريقي ۾ قلندري گوشو پڻ لڳل آهي.

دادو ضلعي جي مردم خيز زمين ۾ ٻيا جيڪي سالڪ ۽ روحانيت جا مالڪ مدفون آهن، سي هينيان معلوم اٿم:

شاهه گودڙيو (سيد عبدالله شاهه) ۽ سندس دوست آلو سائين، سيد گل شاهه (لڳ شاهه گودڙيو)، ميان نصير محمد ڪلهوڙو ۽ سندس پرسان وارو شاهه عنايت، پير پنهل عرف محمد پناهه شاهه (ٻٺ سراين وار)، شاهه پنجو سلطان، مخدوم سيدي موساڻي، ناٿن شاهه (خيرپور وارو)، قاضي برهان (لڳ خانپور)، محمد شاهه (ويجي وارو)، حاجي رحمت الله (راوت لغاريءَ جي ڳوٺ وارو)، پير بالي (حضرت سليمان جي نسل مان، اسٽيشن باليشاهه جي پرسان وارو)، ملان خميسو رحماني (لڳ سيتا اسٽيشن)، مخدوم محمد اسماعيل، مخدوم ميان نظام الدين ۽ قاضي فضل الله پاٽائي بزرگ (مخدوم ميان نظام الدين، راقم الحروف جي والد ماجد جو مرشد هو)، مخدوم بلاول ۽ سندس پر وارو مخدوم دانيال، شاهه گاجي، حاجي محمد ابراهيم چنو (تعلقو جوهي)، پير ترهو خشڪ، مست بچل شاهه (چني وارو)، دادو شهر جو لعل هندي، بهرام خان ۽ پير سلطان شاهه، دادوءَ جي پرسان وارو امير پير ۽ پير مراد، مولوي غلام محمد ملڪاڻي، ميان محمد ملڪاڻي، ميان فقير محمد ويهڙ وارو، دادوءَ جي تعلقي ۾ آهن. ميان يار محمد ڪلهوڙو، شاهه شڪر گنج (متصل پان سيد آباد) سخي سليمان (پان سيد آباد) مخدوم صاحب بوبڪائي، شاهه صدر لڪيءَ وارو غازي عبدالرحمان (نزديڪ لڪي)، شاهه

اويس (لڳ اسٽيشن مانجهند)، مخدوم ساهڙ انڙپور وارو پير لعل محمد (پير الاهي بخش صاحب جي وڏن مان) وغيره.

امير پير جا، هندو گهڻا مريد آهن. چاڪاڻ تہ شايد صوفي طريقي جو هو. پير پنهل، قادري طريقي جو معلوم ٿو ٿئي، مست بچل شاهہ، شاهہ گودڙيو، آلو سائين، سيد گل شاهہ، شاهہ گاجي، حاجي رحمت الله ۽ ميان يار محمد ڪلهوڙو جلالي قسم مان، قلندري طريقو رکندڙ معلوم ٿا ٿين. باقي بزرگن مان اڪثريت نقشبندي طريقي وارن جي آهي. بهتر خدا ٿو ڄاڻي دادو ضلعي ۾ اجا بہ بيا ڪيترا لعل لڪل آهن، جي مشهور نہ هجڻ جي باوجود اهل بصيرت وارن وٽ، بلند رتبي جا مالڪ آهن. مثال طور "سيالن جي ڳوٺ وارو پير شاڪر ۽ اشرف سوڍر وارو مولانا غلام محمد صاحب سوڍر، بئي جلاليءَ وارا بزرگ آهن، مگر ايترو مشهور نہ آهن.

حاصل ڪلام تہ هن ساري ڇنڊڇاڻ ۽ تحقيق لاءِ هيءَ ڪاميٽي، عمل جي ميدان ۾ آئي آهي ۽ اهل قلم، اهل علم، اهل دولت ۽ اهل دل وارن جي مدد جي خواهان آهي.

*—*—*

# پاڪ هند برصغير ۾ ولين جو ادارو



تاج صحرائي

صنحا رهِ قلندر سردار بمن خائي
ڪ بسيار دور ديدمر ره و رسمر پارسائي

ائين بلڪل صحيح آهي تہ مسلمانن جي ڪن فرقن جهڙوڪ حنبلين وٽ، ولين جي مزارن تي وڃي نذر ۽ نياز پيش ڪرڻ، باسون باسڻ، چونڪيون ڏيڻ، ڦيريون پائڻ، ۽ منتون مڃڻ، هڪ غير شرعي فعل آهي. ڪي مسلم مفڪر وليءَ جي اداري ڪي مڃڻ کان ئي انڪار ڪن ٿا. مگر ساڳئي وقت ڪي اهڙا بہ مذهبي فرقا آهن، جي نہ فقط ولي جي اداري کي اهميت ڏين ٿا بلڪ ان جي سرپرستي بہ ڪن ٿا. ساڳيءَ طرح ڪي مسلم مفڪر جهڙوڪ امام غزالي ۽ بيا ولي جي اداري ۽ صوفيءَ جي جذبي کي اهميت ڏين ٿا. انهن مفڪرن جو خيال آهي تہ اهي متي ذڪر ڪيل بہ طاقتور ۽ پرپور طريقا آهن، جي مذهبي زندگيءَ ۾ اثر انداز ٿين ٿا ۽ مخالف اثرن کي ضايع ڪن ٿا. اهو ان ڪري بہ ضروري سمجهيو ويو آهي تہ جيئن هيٺين ذهني سطح وارن تي مذهب جو اثر برقرار رکي سگهجي. اهو ئي سبب آهي جو پاڪستان جي ڪنهن بہ ٻئي حصي ۾ ولي جي پرستش ايتري عام نہ آهي، جيترو بلوچستان جي بروهي ۽ سرحدي علائقي جي آفريدي پناڻ قبيلن ۾. انهن علائقن ۾ تہ هر هڪ ڳوٺ ۽ قبيلي کي پنهنجو پنهنجو حامي ۽ سرپرست ولي هوندو آهي، جنهن متعلق اها عام روايت آهي تہ ان ولي، ڳوٺ يا قبيلي وارن لاءِ مٿي پاٽيءَ جي چشمي کي وهايو، بيمارن کي شفا بخشي ۽ دشمن کان پناهہ ڏني. جيڪڏهن ڪنهن بہ ڳوٺ ۾ ڪنهن بہ وليءَ جي مزار نہ هوندي آهي تہ ان ڳوٺ کي

بدبخت سمجهيو ويندو آهي. ايتري قدر روايتون آهن تہ ڪن قبيلن، ڪن جيئرن جاڳندن سيد سڳورن کي قتل ڪري پنهنجي ڳوٺن ۾ ان ڪري دفن ڪري ڇڏيو تہ جيئن انهن جي برڪتن سبب هر مصيبت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهن، تي سگهي ٿو تہ اهي روايتون درست بہ نہ هجن، مگر مغربي محققن پنهنجي تصنيفن ۾ انهن جو ذڪر ڪيو آهي.

هر هڪ شيخ، عالم، فاضل، حڪيم اديب، خدا ترس انسان دوست وفات پائڻ کان اڳ يا پوءِ ولي جو درجو حاصل ڪري ٿو. ايئن بہ سمجهيو ويندو آهي تہ ولي مرڻ کان پوءِ خدا کي وڌيڪ ويجهو ٿئي ٿو خدا جي حضور ۾ رهي ٿو ۽ ان ڪري ئي ڪرامت جو صاحب ٿئي ٿو. اهڙن ڪرامتن جي صاحبن کي بزرگ، فقير، ميان، مير، پير، عابد، زاهد، سالڪ، غوث ۽ قطب ڪري سڏيو ويو آهي، جن مان ڪي بزرگ جيئري پنهنجي زندگين ۾ باعمل ۽ باشرع رهيا. جن خدا جي رضا ۾ پنهنجي خوشي ڏٺي، جن پنهنجي من مان دغا ۽ دولاب کي ڪڍيو جن پنهنجي من ۾ الاهي محبت جو مچ ٻاريو الله سان اوريو. آڳي جا امر ڪنيا ۽ وڪر اهو وهايو جو پٺي پراٽو نہ ٿيو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ عليہ رحمت فرمائي ٿو تہ:

وڪر سو وهاءِ، جو پٺي پراٽو نہ ٿئي،
ويچيندي ولات ۾ ذرو ٿئي نہ ضاءِ،
سا ڪا هڙ هلاءِ، آڳ جنهن جي اُبهين.

يا ٻئي هنڌ فرمايو اٿس تہ:

ڪوڙ ڪماءِ ڪچ، اُٿي اور الله سين،
ڪڍ تون دغا دل مان، صاحب وٽي سچ،
محبت سندو من ۾ ماٽڪ ٻارج مچ،
ان پر اُٿي اچ، تہ سودو ٿئي سڦرو.

ڪن بزرگ وري ظاهري رسم ۽ رواج ڇڏي، زماني جي نماءَ ۽ نمود کان پاسو ڪري، وضع ۽ قطع جو سانگو ستي، لوڪ کان لاڳاپو لاهي، ڪنهن ٻئي طريقي سان خدا جو مشاهدو ماڻين ٿا. جيئن شاهہ عبداللطيف عليہ رحمت فرمائي ٿو تہ:

روزا ۽ نمـــــازون، اي پـــــڻ چڱـــو ڪـــم،
اُو ڪـو بيـو فهـم، جنهن سـان پسـين پـرينءَ کـي.

۽ انهن بزرگن مان ڪيترا سوريءَ تي لٽڪي ويا ۽ ڪيترا گهاڻن ۾ پيڙجي ويا، جن بابت شاهه عبداللطيف فرمائي ٿو تہ:

پتـــنگن پهـــ ڪيـــو مڙيـــا متـــي مـــچ،
پسـي لهـس نــ لڇيـــا، ســڙيا متـي ســچ،
ســـندا ڳچـــين ڳـــچ، ويچـــارن وڃائيـــا.

اهڙن خدا وارن جي مقبرن تي ٻار ۽ ٻڍا، جوان ۽ نوجوان، عورتون ۽ مرد ويجهي ڇڪ مان يا ڪوهه ڪهي ۽ منزلون ماري زيارتن لاءِ ايندا آهن. جيئن هڪ شاعر حضرت قلندر متعلق فرمايو آهي تہ:

"قلندر لعل! مان آئي آهيان ڏاڍا ڏونگر ڏوري"

سچ تہ قلندر لعل شهباز جي ميلي ۾ هند ۽ سنڌ، پنجاب ۽ پشاور، ڪشمير ۽ ڪوئيٽا، ڪابل ۽ ڪنڌار کان سوالي ۽ سائل قربن جا ڪنل، محبت جا ماريل، حادثن جا هنيل، دردن جا ڏوٽيل ۽ زماني جا ستايل وڏي تعداد ۾ اچي شريڪ ٿين ٿا. هڪ تخميني مطابق ۸۰_۹۰ هزارن تائين ماڻهو اچن ٿا.

وليءَ جي مڪاني اثر جو دائرو، وليءَ جو مقبرو آهي. ان مرڪز ۽ محور تان فيض پکڙجي ٿو ۽ جيئن ولي جي زهد جي وسعت، تقويٰ جي عظمت، ذڪر جي گهرائي ۽ فڪر جي اوچائيءَ ۾ درجو مٿي ۽ مٿانهون هوندو تيئن سندس اثر ۽ فيض جو دائرو بہ وڏو ۽ ويڪرو ٿئي ٿو.

اڪثر ڪري ڏٺو ويو آهي تہ ولي جي مزار يا مقبرو ڪنهن مکيہ ۽ مشهور جڳهہ تي تعمير ٿيل هوندو آهي. قبر جي مٿان هڪ وڏو گنبذ هوندو آهي، جنهن جو رنگ گهڻو ڪري سفيد يا ٻي حالت ۾ سبز هوندو آهي، مزار جي چوطرف ڪاٺ مان ٺهيل هڪ ڇتي هوندي آهي. مقبري جي مرامت ڪنهن خاص مقرر ڪيل وقت تي ۽ وقت کان پوءِ ڪرائي ويندي آهي. وقت جي حاڪمن طرفان بہ وقت بوقت مقبري جي بناوت ۾ تبديليون ۽ مرامتون ٿينديون ٿي رهنديون آهن. مزار مٿان گهڻو ڪري ڪيترائي غلاف چڙهيل هوندا آهن ۽ سڀ کان مٿئين غلاف جو رنگ ڳوڙهو سائو رهندو

آهي. مقبري ۾ داخل ٿيڻ وقت زائرين کي بوٽ لاهڻا پوندا آهن. چاڪاڻ ته مقبري واري جڳهه کي پاڪ سمجهيو ويندو آهي، جتي ڪنهن به فتني ۽ فساد، خون ۽ خرابي، چوري ۽ زنا کي سخت قبيح ۽ ممنوع سمجهيو ويندو آهي. زائرين مقبري جي چائنٺ، دڪيءَ ۽ جاريءَ کي چمندا آهن. مزار جي اترئين اولهه طرف ويهي قرآن شريف جي تلاوت ڪئي ويندي آهي يا مولود ۽ مداحون پڙهيون ونديون آهن. جيئن حضرت قلندر متعلق خيرمحمد چيو آهي ته "اچي حاضر حسيني ٿي، قلندر لعل مروندي" ڪن مزارن ۽ مقبرن تي سماءُ ۽ رقص جون محفلون به ٿينديون آهن. ڪي زائرين وري تربت جي چوگرد ٣، ٥ يا ٧ ڦيرا ڦيرا پائيندا آهن. جيئن حضرت قلندر متعلق فارسيءَ ۾ هڪ شاعر چيو آهي ته:

عجب ديدم به درگاه قلندر
نجف چون مشهد شاه منور
طواف تربت آن شاه سرور
ثواب غازيان را حج اڪبر.

قربانيءَ ۾ نر مال يعني گابو، پاڏو، دنبو، ٻڪرو ذبح ڪيو ويندو آهي. وقتي ته قربان ڪيل جانور جو خون مقبري جي پهرين دروازي جي چائنٺ تي هاريو ويندو آهي. ڪي قرباني ڏيندڙ قربانيءَ جي جانور جي خون ۾ آڱريون به ٻوڙيندا آهن. نذراني ۾ روڪ پئسا، سون ۽ چانديءَ جا ڳهڻا، پڙ، پاجاريون، سڳيون، ڳانا، مٺ، دلا، ڪوزا، هر ۽ ڏاند ڏنا ويندا آهن. ڪي سوالي ولي جي مقبري ۾ يا آسپاس بيٺل ٻير، ٻٻر، ڪرڙ ڪنڊي، ڪپڙ ۽ جار ۾ عقيدت وچان اڳڙيون ٻڌي ڇڏيندا آهن. ڪي سوالي وري پنهنجا سوال ڪاغذ جي چٺڪين، ٻڙ ۽ ٻبر جي پنن، مقبري جي پتين، مٽي ۽ پٿر جي تختين تي لکي ولي جي درگاهه جي احاطي اندر رکي ڇڏيندا آهن. اڪثر ڪري ڏٺو ويو آهي ته سوالي ولين جي مقبرن تي ڪيترا ڏينهن ٽڪي پوندا آهن. ايئن به ڏٺو ويو آهي ته ڪي سوالي ايستائين موٽي نه ويندا آهن، جيستائين ڪ ڪين ولي وٽان ڪو خاطر خواه جواب نه ملندو آهي. جواب جو مدار سواليءَ جي علمي، روحاني ۽ نفسياتي ڪيفيتن سان تعلق رکي ٿو.

مان اڳيئي عرض ڪري آيو آهيان تہ ڪي ولي ۽ پير ڪن خاص قبيلن جا حامي ۽ سرپرست هوندا آهن. جهڙوڪ اسان جي هن خطي ۾ گاجي شاهہ ۽ پير آري، گاجي شاهہ جو ذات ڪوسو مريد ۽ معتقد آهي. اهڙن پيرن ۽ ولين کي قبيلائي پير ڪري سڏيو ويندو آهي. ساڳي طرح ڪي علائقائي پير ۽ ولي هوندا آهن جهڙوڪ حضرت خوازجہ غريب نواز معين الدين چشتي عليہ رحمت کي هند ولي ۽ حضرت عثمان مروندي عليہ رحمت کي سنڌ ولي ڪري سڏيندا آهن. ساڳي طرح سيد عبدالقادر جيلاني عليہ رحمت سڄي مسلم جهان جو ولي آهي ۽ ان ڪري ئي کيس ”پيران پير“ سڏين ٿا.

ڪيتريون اهڙيون بہ درگاهون آهن، جتي عورتن کي وڃڻ جي اجازت نہ آهي: جهڙوڪ جَتي ابدال، جنهن بابت چيو وڃي ٿو تہ مغل شهزادي دارا شڪوه جو خادم هو. جَتي ابدال جي مزار ضلعي ملتان ۾ آهي. ساڳيءَ طرح ڪي وري اهڙيون بہ درگاهون آهن، جتي عورتن جا هجوم زيارت لاءِ ويندا آهن. مثال جي طور سلطان احمد ڪاتال جو مقبرو جو ضلعي ملتان ۾ جلال پور جي ڳوٺ ۾ آهي. ان کان سواءِ ڪيتريون مسلم عورتن جون مزارون آهن جتي بہ سائل ويندا آهن. جهڙوڪ بلوچستان ۾ قلات جي ويجهو بيبي نازان جي قبر ۽ مستون ۾ هڪ سيد بيبي نازوءَ جي مزار آهي، جتي ڇتي ڪتي جي ڪاڌل ماڻهوءَ لاءِ دعائون گهريون وينديون آهن. پنجاب جي ملتان ضلعي ۾ مائي صفوران جو مقبرو مشهور آهي، جنهن متعلق اها روايت آهي تہ راوي نديءَ جي وهندڙ پاڻيءَ جي مٿان مصلو وڇائي نماز پڙهندي هئي. سنڌ ۾ وري روهڙيءَ جي پر ۾ درياءَ جي ڪناري تي ستين جو آستان مشهور آهي. ٺٽي ۽ ڪن ٻين شهرن ۾ بہ ستين جا آستانا آهن. انهن جاين تي عورتون دعا وغيره لاءِ وينديون آهن. خود سيوهڻ شهر ۾ بہ ڇتي آمراڻيءَ جي پر ۾ سندس زوجہ فاطمہ جي تربت آهي، جتي بہ عورتون وينديون آهن. البتہ حاملہ عورتن کي اتي وڃڻ جي منع ٿيل آهي.

اهڙيءَ طرح ڪيترا اهڙا مثال بہ موجود آهن جو مسلم ولين جي مزارن ۽ مقبرن تي ڪي غير مسلم خاص ڪري هندو زيارت ۽ پوڄا جي لاءِ ويندا آهن. ڇاڪاڻ تہ اهي پير ۽ فقير اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ۾ هندو هئا. اسان جي هن تاريخي شهر سيوهڻ ۾ بہ ڪن اهڙن پيرن جون مزارون موجود آهن، جهڙوڪ ڇتو آمراڻي ۽ شيخ ٽوپڻ. ڪن صوفين جي درگاهن تي بہ

هندو ويندا آهن ۽ انهن درگاهن جا خاص مريد هوندا آهن. جهڙوڪ شاه عنايت صوفي شهيد ۽ سچل سرمست يا وري ڪنهن مسلم ولي جي مزار سنڌ ۽ هند ۾ اسلام جي اچڻ کان اڳ، ڪنهن هندو يا ٻڌ ڌرم جي پوئلڳ ۽ ساڌوءَ جو مندر، ڏيوري، يا مڙهي هئي. اهڙي قسم جون جڳهيون سنڌونديءَ جي ماٿريءَ ۾ ڪشمير کان وٺي ديبل تائين پکڙيل آهن. مثال جي طور ڪشمير ۾ بامادين صاحب جو مقبرو جتي هزارن جي تعداد ۾ مسلمان زيارت لاءِ ويندا آهن. جو اصل ۾ هڪ مندر هو. جنهن کي ڪابل جي هڪ هندو راجا ڀيم ساهيءَ ٺهرايو هو. ان بزرگ متعلق هاڻ ايئن چيو وڃي ٿو ته سندس اصل نالو ڀوم ساڌو هو. ساڳيءَ طرح هندستان ۾ مالار مسعود جو مقبرو اصل ۾ سورج ديوتا جو مندر هو. امروه ۾ شيخ سعدوءَ جو مقبرو به هڪ مندر هو. ٺينڊا شهر ۾ بابا رتن جو مقبرو آهي. جنهن متعلق چيو وڃي ٿو ته هڪ هندو يوگي هو.

هڪ يورپي محقق پروفيسر آرنولڊ ٿامس والڪر ايئن به لکيو آهي ته پنجن پيرن جو جيڪو ذڪر هندستان ۾ ڪيو ويندو آهي سو اصل ۾ پنجن پاندو ڀائرن کان ورتل آهي. جيتوڻيڪ مان ذاتي طرح ان خيال جو آهيان ته پنجن پيرن جو قصو مسلمانن پنجن تنن يعني حضرت محمد ڪريم ﷺ، حضرت علي ڪرم الله وجہ، بيبي فاطمہ الذهرا، امام حسن ۽ امام حسين کان ورتو آهي. ضلعي جهنگ ۾ صادق نهال يا نهاڳ جي مزار آهي، جتي اهو رواج آهي ته متوليءَ جي وفات کان پوءِ سندس پهريون نمبر چيلو گادي نشين ٿيندو آهي، حالانڪ مسلم رواج موجب متوليءَ جي وفات کان پوءِ ان جي پٽ کي گاديءَ تي ويهڻو آهي. اسان جي هن علائقي ۾ هندو "امير پير کي راجا وير" ڪري سڏيندا آهن ۽ اُڏيري لعل کي پنهنجو اوتار ڪري سڏين ٿا. ساڳيءَ طرح حضرت عثمان قلندر عليہ رحمت متعلق هندن جي دعوي آهي ته اهو راجا ڀرتري آهي. منهنجي خيال موجب هندن جي اها دعوي ڪوڙي غلط ۽ بي بنياد آهي. باقي هو شڪ ۽ گمان ضرور گذري ٿو ته حضرت قلندر جو مقبرو شايد اصل ۾ شو جو مندر هو ۽ اهي ڪافيون مندر جي پروهتن ۽ داسين جي رهڻ جون جايون هيون. انهن ڪافين ۾ اڄ کان ڪجهہ سال اڳي شينهن ۽ چيتا پاليا ويندا هئا. نہ فقط ايترو پر ڪنهن وقت ۾ ته بازن کي به پاليو ويندو هو. انهن ڪافين ۾ هميشہ دونهيون دکنديون رهنديون هيون. جن کي مسلمان فقير، عليءَ جو مچ ڪري سڏيندا هئا. ان

ڪان سواءِ مکڻ، ماکي، گهنڊ، گهڙيال، نوبت، نقارا، چڙا ۽ چمٽا، رڪڙيون ۽ ڳانا ۽ روٽ، اهي سڀ هندن جون رسمون آهن، جي اڄ تائين ڪم و بيش مروج آهن. ان ڪان سواءِ سيوهڻ شهر جي وڏڙن ڪي ياد هوندو ته شيخ ٽوپڻ جي مزار ۽ قبرستان جي پريان ڏکڻ طرف ڪاليءَ جو مندر هو، جو هن وقت کنڊرن جي صورت ۾ اڄ به نظر اچي ٿو. ڪالي جنهن کي پاروتي يا پاربتي به ڪري سڏيو ويو آهي سا شو ديوتا جي ديوي آهي، جنهن کي به زندگي ۽ موت جي ديوي ڪري لکيو ويو آهي. شو ۽ ڪاليءَ جي مندرن ۽ پوڄا جا نشان ڪيرٿر جبل جي وٽ سان ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۽ صورت ۾ نظر اچن ٿا.

مغرب جي هڪ محقق پروفيسر وليم ڪروڪ پنهنجي هڪ تصنيف ۾ لکيو آهي ته:

'We Find Islam and Hindusim amalgamated here in a more remarkable way. Perhaps, than in any other part of India.'

"پاڪ - ڀارت برصغير ۾ سنڌ ئي هڪ اهڙو علائقو آهي، جتي اسلام ۽ هندوئزم پاڻ ۾ ڪنهن چڱي حد تائين رلي ملي ويا آهن."

ايئن به ڏسڻ ۾ آيو آهي ته ڪي هندو ڪن مسلم ولين جي درگاهن جا مريد ٿين ٿا. نه فقط ايترو پر ٻنهي مذهبن وارا گڏجي ولين جي خدمت ۽ عزت ڪن ٿا. جيتوڻيڪ هر هڪ مذهب واري ڪي ان ولي ۽ فقير لاءِ جدا جدا نالو آهي. هندو پاڻي جي ديوتا کي جند پير ڪري سڏين ٿا ته مسلمان ان جو نالو خواجه خضر لکيو آهي. هندن جو اڏيرو لعل مسلمانن وٽ شيخ طاهر آهي ۽ لاله سراج کي مسلمان منگهو پير ڪري سڏين ٿا. هڪ مکيه امتيازي ڳالهه جا سنڌ جي مسلمانن ۾ عام طرح نظر ايندي آهي سا آهي پيرن، فقيرن ۽ سيدن جي خدمت ڪرڻ. ان جو بنيادي سبب تصوف جو اثر آهي، جنهن ڪري منجهانئن مذهبي ڪٽرپڻو نڪري ويو آهي. حالانڪ سنڌي مسلمانن جي وڏي اڪثريت اڻ پڙهيل آهي ۽ اڻ پڙهيل سڀ ڪان وڌيڪ مذهبي ڪٽرپڻي ۽ جنون جو شڪار ٿيندو آهي. سنڌي جتي پڪو مذهبي آهي اتي مذهبي رواداريءَ جو به ڪوڏيو آهي. "لا اکرا في الدين"

اڪثر ڪري ايئن ڏٺو ويو آهي ته هر هڪ بزرگ، ولي ۽ فقير پنهنجي زندگيءَ جي ابتدائي دور ۾ سير ۽ سفر ڪيو آهي ته ڪنهن پنهنجي علمي پياس ٻجهائڻ لاءِ ڪن بزرگن وٽ وڃي درس و تدريس ۾ مشغول رهيا آهن. ڪن اسلام جي تبليغ لاءِ سفر ڪيا آهن ته ڪن انسان ذات کي هڪ مالها

۾ پوئڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جنهن کي ٽينيسن شاعر جي لفظن ۾ 'Federation of Man' جيئي سگهجي ٿو. سميال جي ميان حاتم بابت چيو ويو آهي ته هن پنهنجي زندگيءَ جا سڄا سارا ڏهه سال سير ۽ سفر ۾ گذاريا. هن صاحب انهن ڏهن سالن جي ڊگهي عرصي ۾ نه ڪڏهن پيرن ۾ جتي پاتي، نه مٿي ۾ ٽوپي ۽ نه بستري تي سمهيو.

"جيئن جيئن پڇي رات، تيئن تيئن تاڻي پنڌ ۾،
پوريءَ ٻـي نـه تـات، جيڪـا سـا جـتن جــي."

انهن ولين ۽ فقيرن پنهنجي سموري زندگي جتي سير ۽ سفر ۾ گذاري، اتي چلا ڪيڏي ذڪر ۽ فڪر به ڪيو. چشتي ۽ سهروردي طريقن وارن ته ساز سرود ۽ سماءَ ۾ به پنهنجون زندگيون گذاريون. شيخ بدرالدين، جو خواجه فريد شڪر گنج جو همعصر هو. ان متعلق چيو ويو آهي: ته پيريءَ ۾ ساز جو آواز سندس ڪن پوندو هو ته اتي نوجوانن وانگر نچندو هو ۽ جڏهن ڪنهن شيخ صاحب کان ان جو سبب پڇيو ته شيخ صاحب جواب ۾ وراڻيو ته "شيخ ڪٿي آهي. اهو ته عشق آهي جيڪو نچي ٿو!" مون کي نينهن چوي ٿو نچ ڙي اديون. چشتيو هولي کهيلو کهيلو کهيلو ري چشتيو هولي کهيلو.

پاڪ- هند برصغير ۾ مسلمان ولين جي تاريخ به تمام وسيع ۽ مختلف آهي. ان جو سڀ کان مکيه سبب هي آهي ته جڏهن مسلمان سنڌ ۽ هنڌ ۾ آيا ته انهن تي هتي جي اصلوڪن پراڻن مذهبن جهڙوڪ ٻڌ. جين، شِوَ وشنو ۽ برهما جو رنگ چڙهيو ۽ اهو هڪ سياويڪ فعل هو. ان رنگ جيڪي اثر ڏيکاريا انهن جو مان اڳي ئي مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان. هتي هاڻ مان انهن طريقن جو ذڪر ڪندس، جي هن وقت پاڪستان ۾ مروج آهن، جن جا بنياد دراصل پاڪستان کان ٻاهر پيل آهن؛ پر انهن جو اثر، رواج ۽ دستور اڄ به پاڪستان ۾ هلندو اچي ٿو. هن مقالي جي طوالت سبب انهن جو ذڪر مختصر نموني ڪري رهيو آهيان.

١. چشتي: هن طريقي جو موجد حضرت خواجه معين الدين چشتي عليه رحمت آهي، جو اصل ۾ سيسان جو رهاڪو هو ۽ پوءِ ١١٩٣ع ۾ هجرت ڪري دهلي ۾ آيو. ان وقت ۾ محمد غوري دهليءَ جي حڪومت تي قبضو ڪيو هو. خواجه غريب نواز دهليءَ مان لڏي پوءِ اجمير شريف ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي ١٢٣٦ع ۾ رحلت فرمايائون. اڄ به هزارين ۽ لکين مريد ۽ معتقد سال

بسال اجمير شريف ۾ خواجه جي عرس مبارڪ جي موقعي تي اچي گڏ ٿيندا آهن. "خواجه جي تيرا ميلا بڇرون ڪي جاءِ" ان طريقي جي ٻئي مکيه بزرگ جو نالو خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي آهي، جو اصل قرغانه جو رهندڙ هو ۽ سلطان التمش جي ڏينهن ۾ دهليءَ ۾ آيو. سندس مزار دهليءَ جي ويجهو آهي. خواجه قطب الدين، خواجه غريب نواز جو مريد هو ۽ خواجه غريب شڪر گنج وري سندس مريد ٿيو. خواجه فريد پاڪ پٽڻ ۾ سنه ١٢٦٥ع ۾ وفات ڪئي. ان ساڳئي طريقي سان شيخ سليم چشتيءَ جو اسم گرامي به منسوب ڪيل آهي ۽ جنهن جي گهر ۾ شهنشاهه جهانگير جنم ورتو ۽ جنهن جي ياد ۾ اڪبر اعظم فتحپور سڪريءَ جو شهر تعمير ڪرايو هو. هن ساڳي طريقي سان حضرت نظام الدين اولياءَ جو به تعلق آهي. حضرت نظام الدين اولياءَ سنه ١٣٢٥ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس مزار دهليءَ جي ويجهو آهي، جتي به هزارن جي تعداد ۾ زيارتي ايندا آهن.

٢. **سهروردي:** هن طريقي جو باني شيخ شهاب الدين سهروردي هو جو بغداد ۾ درس و تدريس ۾ مشغول هو. ان بزرگ جي پوئلڳن مان شيخ جلال الدين تبريزي بنگال ۾ پهتو. ٻيو بزرگ بهاءُالدين ذڪريا آهي، جنهن جو مقبرو ملتان ۾ آهي، جو پاڪستان ۾ فن تعمير جو هڪ نادر شاهڪار آهي.

٣. **قادري:** هن طريقي جو باني حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني عليه رحمت آهي، جنهن کي پيران پير به ڪري سڏيندا آهن. سندس ڏينهن ربيع الاخر مهيني جي يارهين تاريخ ملهايو ويندو آهي، جنهن کي پيران پير جي يارهين به چوندا آهن. سنڌ ۾ اڄ تائين به ڪي ڀاڳيا هر مهيني جي يارهن تاريخ کير مفت ورهائي ڇڏيندا آهن. حضرت پيران پير جي نالي سان طرحين طرحين جون باسون باسيون وينديون آهن. خاص ڪري وبائي بيمارين کان بچاءُ ۽ اولاد جي حق ۾. بادشاهه پير جو سوا ڪسيرو ۽ ڳنڍ اڄ به ياد اچن ٿا. پاڪستان ۾ ان طريقي کي مروج ڪندڙ شيخ محمد غوث آهي، جو ١٤٨٢ع ۾ هجرت ڪري هندستان ۾ آيو ۽ اُچ شريف ۾ قيام ڪيائين، جتي پنجويهن سالن گذرڻ بعد وفات ڪيائين. هن طريقي جو ٻيو مکيه بزرگ شيخ مير محمد عرف ميان مير آهي، جنهن لاهور ۾ ١٦٣٥ع ۾ وفات ڪئي ۽ جو مغل شهزادي دارا شڪوه جو روحاني استاد هو.

٤. **نقشبندي:** هن طريقي جو پاڪ- هند برصغير ۾ باني شيخ احمد فاروقي هو جنهن سرهند ۾ ١٦٢٥ع ۾ وفات ڪئي. ان طريقي جو ٻيو مکيه

بزرگ شاهه مسافر هو جنهن اورنگ آباد ۾ وفات ڪئي. انهن مڪيه طريقن ڪان سواءِ پاڪ هند ۾ شطاري ۽ جلالي طريقن به پرورش پاتي. شطاري طريقي مان وجيه الدين گجراتي هڪ وڏو عالم ۽ فاصل ٿي گذريو آهي ۽ ٻيو شاهه پير جنهن جو مقبرو ملڪ نورجهان ميرٺ ۾ تعمير ڪرايو. جلالي طريقي جو باني حضرت عثمان مروندي عليه رحمت آهي. جنهن جو عرس مبارڪ اسين ملهائي رهيا آهيون. ان ڪان سواءِ هڪ ٻيو طريقو دريا پنٿي هو جنهن جو ذڪر مسٽر وليم ڪروڪ ڪيو آهي. هن طريقي جا پوئلڳ سنڌو درياءَ جا پوڄاري هئا. جن مان شيخ محمد طاهر (اڏيرو لعل) مشهور ۽ معروف آهي.

اهو ولين جو ادارو ئي آهي، جنهن هندستان ۾ هزارين ۽ لکين غير مسلمانن کي مشرب اسلام ڪيو. انهن بزرگن جي هٿن ۾ نه شمشير هئي نه سپر. انهن نه نادر شاهه وانگر گهوڙي سوار ٿي دهليءَ کي تباهه ۽ برباد ڪيو ۽ نه هلاڪوءَ وانگر باغ داد کي بغداد ۾ تبديل ڪيو. انهن بزرگن محبت، انسانيت، مساوات ۽ رواداريءَ جو پيغام قبيلن جي سردارن کي ڏنو ۽ قبيلن جي فردن جي دلين کي پنهنجي اخلاقي پاڪيزگي ۽ وسيع النظريءَ سان مطيع ڪيو. انهن پيار جا چشما وهايا ۽ سندن دلين ۾ نفرت جي جڳهه محبت سمايل هئي. انهن کي خبر هئي ته انساني بغض ۽ نفرت مان نه بلڪ محبت ۽ فياضيءَ مان مطيع ٿي سگهي ٿو. سندن راتيون خدا جي حضور ۾ بسر ٿينديون هيون ۽ ڏينهن خدا جي بندن جي خدمت ڪرڻ ۾. انهن ايئن ئي سمجهيو ته جي پيار کي حاصل ڪرڻ جو هڪ ۽ فقط هڪ ئي طريقو آهي ته خدا جي بندن جي خدمت خلوص سان ڪجي، عفو ۽ مهرباني سان ڪجي. ”طريقت به جز خدمت خلق نيست.“

جڏهن ڪو به معاشرو بگڙجندو آهي، معاشري جي فردن جي وچ ۾ ڪو به ربط ۽ ضبط نه رهندو آهي، اوچ ۽ نيچ اعليٰ ۽ ادنيٰ امير ۽ غريب جي وچ ۾ وڇوٽي وڌي ويندي آهي. ماڻهن تي عرصه حيات تنگ ڪيو ويندو آهي. ارباب حل ۽ عقد مان برداشت ڪرڻ جي قوت ختم ٿي ويندي آهي، معاشري جو هر فرد تشدد تي لهي ايندو آهي، معاشري جا ڪي محبوب ۽ منتخب افراد ڏسندي ڏسندي دولت ۽ رزق جي سيني وسيلن تي قابض ٿي ويندا آهن، جڏهن ڪوڙ جو وهنوار عام ٿيندو آهي ۽ سچ ناپيد ٿي ويندو آهي. جڏهن سڄو سماج ”جو ڍيري ۽ گڏهه رک“ تي ويندو آهي. جڏهن منزل

جي پانڌيئڙن کي منزل جي مشڪلاتن جو خوف ڳهٽ ستائيندو آهي مگر رهنمائن جي نيتن کان وڌيڪ ڏچندا آهن. مطلب ته.

تن همه داغ داغ، پنبه ڪجا ڪجا نه دارو.

تڏهن ان سماج ۾ ڪي بناوٽي ۽ خود غرض نوان گزا پيير به زمين مان اُپرندا آهن يا آسمان مان راتو رات ٽپڪي ۾ پوندا آهن. سگر هان! ان ساڳئي وقت ۾ خدا وارن ۽ انسان دوستن جي دائرن دل جي اطمينان ۽ قلب جي سڪون لاءِ پيٽڪندا وتندا آهن. ان وقت معاشري کي خدا شناسيءَ جو هڪ ڪردار ياد اچي ٿو. جنهن ڪنهن پريشان خيال گنهگار جي دل تان بوجهه کي هلڪو ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ناڪرده گناهن لاءِ ذميوار ۽ سزاوار ٺهرايو هو. اهڙي دور ۾ انهن تاريخ جي عظيم ماڻهن جي ضرورت محسوس ڪئي ويندي آهي، جي مردن کي زندگيون، عورتن کي عصمتون ۽ ٻارن کي خوشيون موٽائي ڏين. اهڙي دور کي بشپ ميرل جي ضرورت آهي، شيخ جنيد بغداديءَ جي ضرورت آهي ۽ ابن ساباط جي ضرورت آهي، حضرت خواجه غريب نواز جي ضرورت آهي، حضرت عثمان مروندي جي ضرورت آهي.... ضرورت آهي مرزا غالب جي هيٺين شعر تي ختم ڪرڻ جي.

نه سنو گر برا کهے کوئی۔ نه کهو گر برا کرے کوئی۔

۽ سڀ کان وڌيڪ ضرورت آهي هڪ ڪامل ولي ۽ دنيا جي عظيم ترين شاعر ڀٽائي گهوٽ جي هيٺين دعا جي ۽ جنهن سان مان هي مقالو ختم ڪريان ٿو.

سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،<br>
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

*_*_*

# سيوهڻ شهر ۾ عزاداري



**تاج صحرائي**

سيوهڻ شهر جي خصوصيت: مان اڄ بہ پنهنجيءَ ان راءِ تي قائم آهيان تہ هي شهر دنيا جي قديم ترين زنده شهرن مان هڪ آهي. جنهن شهر جا مختلف دورن ۾ مختلف تاريخ نويسن، مختلف نالا رکيا آهن، جيڪي منهنجي ڳڻڻ ۾ تاريخ جي ڪتابن مان ڳولي لهڻ ۾ چوڏهن کان بہ مٿي ٿين ٿا. تاريخ نويسن ۾ هندستاني، ايراني، يوناني، چيني، عرب، انگريز، پاڪستاني ۽ ٻيا شامل آهن. اهو شهر جنهن جي ڀرپاسي ۾ غارن ۾ رهڻ وارن انسانن جا آثار ملن ٿا. جيڪو شهر منڇر ڍنڍ ۽ اڙل درياهہ واري دو آبي جي ڪنڌين تي آباد هجي، جيڪو شهر قديم شاهراهن مان هڪ مکيہ 'سلڪ ۽ پيش' وات تي ٻڌل هجي. جنهن شهر کي هڪ جنگي گهاٽ سبب وڏي فوجي اهميت هجي، جنهن شهر ۾ هڪ وڏي ڪوٽ يا قلعي جا ڦٽل نشان بہ ملندا هجن ۽ جنهن شهر کي دنيا جي مشهور زمانہ فاتحن ۽ شهنشاهن فتح ڪرڻ لاءِ مختلف ايامن ۾ مختلف عقيدن وارن جي عبادرگاهن ۽ زيارتن سبب بين الاقوامي حيثيت رکندڙ هجي، لازمي آهي تہ اهڙي شهر کي شادين ۽ غمين، عيدن ۽ براتن، ڏڻن ۽ تهوارن جي ملهائڻ جون ڪي خاص خصوصيتون هونديون.

سيوهڻ شهر ۾ حضرت شيخ عثمان قلندر شهباز ؒ جي ميلي جون جيئن ڪي خاص رسمون ملهايون ۽ ادا ڪيون وينديون آهن، جهڙوڪ: صبح جو ڌمال، شام جو ميندي ۽ رات جو نوبت ۽ شادمانو لعل ڪنوار ۽ نيڪيٽي، تيئن هن شهر ۾ عاشورن ۽ محرم جون رسمون بہ مختلف نمونن ۽ صورتن سان نڀايون وينديون آهن. مثال طور: ڏونڪو مٽائڻ، علم چاڙهڻ، خزوريون ڪڍڻ، منتا پڙهڻ، نوحہ خواني، سلامي، لولي، تابوتن، ذوالجناح جا

سينگار، گجگاهه، گهڙيال، ماتمي جلوس، اوسر، ڏاڳا وتاڻ وغيره وغيره. اهي سڀ رسمون حد درجي احترام ۽ عقيدت سان، نياز ۽ نئڙت سان، نمناڪ اکين ۽ ڳاڙهن بازن سان، خون ٻڏل ڪپڙن سان، زنجيرن ۽ چاڪن جي ماتم سان، روڄ راڙي، اونڌي ڪتن ۽ ڪٽولن سان، تابوتن، پينگهن، سيجن ۽ گهوڙن (ذوالجناح) سان نذر ۽ نيازن سان نڀايو وينديون آهن. انهن رسمن ۾ هندو ۽ مسلمان، شيعا ۽ سني، امير ۽ غريب، سيد ۽ فقير، مرد ۽ عورتون، ٻڍا ۽ ٻار سڀ حصو وٺندا آهن ۽ هڪ ٻئي سان ساٿ ڏيندا آهن. سيوهڻ شهر ۾ محرم جا پهريان ڏيهه ڏينهن فقط ماتمي سمجهڻ گهرجن.

سيوهڻ جي شهر ۾ ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ اها چوڻي آهي ته "نائين حج، ڏهين عيد، يارهين يا حسين." سيوهڻ جا گهڻا ماڻهو عيد ڪائي، عاشورن جي تيارين ۾ لڳندا آهن. امام بارگاهون ۽ مجلسن جون جڳهيون صاف ڪيون وينديون ۽ ضروري مرمتون به ڪرايون وينديون. غلافن، لونگين، گهوڙن جي سنجن، نقارن، تابوتن وغيره جي صفائي وڏي اهتمام ۽ احترام سان ڪئي ويندي، علمن کي رنگ روغن ڪيو ويندو ۽ نئين بيرقن جي سلائي ٿيندي، تابوتن جي رکڻ وارين جاين يعني پڙن جي نئين سر کهگل ٿيندي ۽ چن جون پوچيون اينديون. پير پوٽن، ڪربلا، تجر ۾ ڪن خاص جڳهين جي مرامت ٿيندي. سيد ثابت علي شاهه مرحوم جي مقبري ۽ مزار جي سارسنڀال ۽ مرامت جو ڪم لکياري سيدن جي ٻلي آهي. ساڳيءَ طرح مخدوم سيد مير ڪلان جي مزار جي سنڀال ۽ مرامت سبزواري سيدن کي ڪرڻ گهرجي، جيڪا مزار ڊهندي ٿي وڃي.

**ڏونڪو متائڻ:** مون کي ٻڌايو ويو ته سيوهڻ شهر جا مگڻهار عيد نماز کان پوءِ، قلندر شهباز جي درگاهه جي پراڻي علم هينان، مڙي گڏ ٿيندا ۽ دهل ۽ شرنائين تي پهرين ماتمي ڌن، پوءِ سرڪيڊاري مان ڪا ڌن وڄائيندا آهن. ان کي ڏونڪو متائڻ واري رسم سڏيو ويندو آهي ۽ وڄت کي سواري. ذوالحج مهيني جي ويهين تاريخ واري رات جو قلندر جي درگاهه ۾ نوبت جو ڏونڪو بدلائي ماتمي ۽ سرڪيڊاري جي ڌنن ۾ نقارن کي وڄايو ويندو آهي. ماتم جي وڄت جي هڪ ڌن "ڍانيدا" به آهي. تابوت يا گهوڙا جڏهن شهر مان نڪري پير پوٽن يا ڪربلا ڏانهن وڃندا، تڏهن اها ڌن زورشور سان وڄائي ويندي آهي. ان ڌن ۾ هڪ عجيب قسم جو اثر آهي جو ماتمي بيخود ٿي زورشور سان ياحسين، ياحسين جي آوازن ۾ سر ۽ سينو پٽيندا آهن. مون

تہ ڪن ماڻهن کي مٿي ۾ واري وجهندي بہ ڏٺو آهي ۽ ماڻهن يا ماتين جي اڪثريت زارو قطار روئندي روئندي هلندي رهندي آهي. ان مهل هڪ غمناڪ ماحول، فضا ۽ سمو نظر ايندو آهي ۽ تصور ۾ ڪربلا جو منظر ڏسبو آهي، سواري ۽ ڊانڊ جي وڄتن ۾ تورو گهڻو فرق آهي.

**علم ۽ خزوريون:** ذوالحج مهيني جي ٢٨ تاريخ شام جو ڇئين وڳي شهباز قلندر جي خاص رفيق بودلي بهار جي مقبري ۾ علم چاڙهڻ جي رسم ادا ڪئي ويندي آهي. وري ٢٩ تاريخ صبح جو ائين وڳي ڪربلا ۾ سيد ثابت علي شاهہ جي روضي وارو علم، زوار محمد جمن طرفان ڊانڊ سان چاڙهيو ويندو آهي. ساڳيءَ تاريخ تي شام جو حسيني امام بارگاهہ مان سيد گل محمد شاهہ يا لڪياري سيدن طرفان هڪ وڏو جلوس دهل، شرناءِ، پيپر، نقاري ۽ گهڙيال سان نڪرندو آهي. ان جلوس سان گڏ هڪ سيد لعل شهباز جي علم جي بيرق کڻي ايندو آهي ۽ مقرر ڪيل ناڪئي يا ان جي وارث جي حوالي ڪندو آهي. اهو ناڪئو حضرت سيد عثمان قلندر جي درگاهہ جي اوير ۾ کلئي ميدان ۾ نصب ڪيل پراڻي وڏي علم تي چڙهي بيرق بدلائيندو آهي. ان کان پوءِ ساڳئي ماتمي جلوس سان، شهباز جي درگاهہ جي ڏکڻ ۾ سوني دروازي پرسان، نئين علم جي بہ بيرق چاڙهي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح محرم مهيني جي پهرين تاريخ صبح جو ائين وڳي لعل باغ ۾، ۽ ڏهين وڳي يڪ ٿنبي تي، تاريخ ٻي صبح نوين وڳي ڪافي گلاب شاهہ ۽ امير حيدرشاهہ ۾، تاريخ ٽين صبح جو ائين وڳي، جمن جَتي ۾، ۽ شام جو پنجين وڳي ڪافي اولادي اميد ۾، تاريخ چوٿين صبح جو ائين وڳي ڪافي روشن علي شاهہ ۾، تاريخ ڇهين ڪافي ڪڇهڙي ۾ صبح جو ڏهين وڳي، تاريخ نائين شام جو ڇهين وڳي زوار جلال جو ۽ تاريخ ڏهين صبح جو نائين وڳي صدرالدين شاهہ جي مقام ۾ علم چاڙهيا ويندا آهن.

علم چاڙهڻ جي هڪ ٻي رسم کي خزوريون سڏيندا آهن. محرم مهيني جي ٻي تاريخ شام جو پنجين وڳي سيد صادق علي شاهہ يا سبزواري سيدن جي پڙ تان هڪ بيرق کڄندي ۽ رمضان فقير جي روضي اڳيان علم تي چاڙهي ويندي. وري محرم مهيني جي چوٿين تاريخ شام جو پنجين وڳي سخي سلطان جون خزوريون ٿينديون آهن. سيني جڳهين تي علم چاڙهڻ کان پوءِ علم جي چوگرد بازن جو ماتم يا پٽ ڪئي ويندي آهي. آخر ۾ دعا گهري، نذر نياز ورهايو ويندو آهي. ان نياز ۾ فقط چولا، چؤنرا ۽ مٽر رڌي ورهايا ويندا

آهن. انهن سيني علمن ۾ وڏيڪ اهميت ۽ خصوصيت 'لال جي علم' کي مليل آهي. پٽ ۾ فقط ياحسين ياحسين جا ماتمي لفظ ورجايا ويندا آهن.

مجلسون: سيوهڻ شهر ۾ امام سڳورن جي ياد ۾ اٽڪل ارڙهن- ويهه مجلسون پڙهيون ويندیون آهن. انهن مجلسن ۾ حضرت آدم ۽ حضرت علي رضہ کان وٺي حضرت امام حسين رضہ جي شهادت تائين تاريخي واقعا بيان ڪيا ويندا آهن. امامن ۽ حضرت حر جي بلند ڪردار، صاف گوئي، سچائي، بهادري، سخاوت ۽ جرئت وغيره جهڙن اوصافن، اصولن ۽ اخلاقي قدرن تي روشني وڌي ويندي آهي. انهن مجلسن ۾ پاڪستان جي جدا جدا پرڳڻن مان ذاڪر گهرايا ويندا آهن. جيڪي اهي مجلسون پڙهندا آهن ڪن مجلسن ۾ ڪنهن ڪنڊ پاسي کان مستورات لاءِ انتظام ڪيو ويندو آهي. مجلس ۾ هر ڪنهن ماڻهو کي اچڻ جي اجازت هوندي آهي. گهڻو ڪري سڀ ماڻهو متي اگهاڙا وهندا آهن. ذاڪرن جي بيان کي يا ڪٿي چئجي تہ مجلس کي نهايت ئي صبر تحمل سان وقتي وقتي روئيندي، نعره حيدري، ياحسين پڪاريندي ٻڌو ويندو آهي.

مجلسون پهرين تاريخ کان وٺي ڇهين تاريخ تائين پڙهيون ويندیون آهن. صبح واريون مجلسون اٽڪل يارهين وڳي کان وٺي منجهند جو هڪ ٻي وڳي تائين، لڪياري سيدن جي حسيني امام بارگاهہ ۾ ۽ شام واريون مجلسون ٽين وڳي کان وٺي پنجين وڳي رات تائين سيد صادق علي شاهہ سبزواري جي اوطاق ۾ پڙهيون ويندیون آهن. انهن مجلسن کان سواءِ ڪي اضافي مجلسون بہ پڙهيون ويندیون آهن. هڪ مجلس اٺيهہ تاريخ ذوالحج مهيني جي رات جو ائين وڳي کان يارهين وڳي تائين، انجمن سپاهہ عباس طرفان، حضرت شهباز قلندر جي قديم علم هيٺان، ٻي مجلس محرم مهيني جي تاريخ پنجين رات جو ائين وڳي کان ڏهين وڳي تائين درگاهہ جي رستي تي واقع سيد انور علي شاهہ سبزواري جي اوطاق تي انجمن سپاهہ علي اصغر طرفان ۽ ٽين مجلس ساڳي تاريخ جي ڏينهن جو ڏهين وڳي کان ٻارهين وڳي تائين، شيخ محلي ۾ ڊاڪٽر عبدالمجيد راجپوت طرفان سندس جاءِ ۾ پڙهيون ويندیون آهن. سورهين خاص مجلس ستين جي رات جو عدل درياهہ شاهہ ابدال جي ڪافي ۾ پڙهي ويندي آهي. اها مجلس اٽڪل چار ڪلاڪ هلندي آهي. ان جو وقت آهي رات ڏهين وڳي کان وٺي صبح جو ٻي وڳي تائين، ان مجلس ۾ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ مشهور ذاڪر

گهرايا ويندا آهن. سترهين مجلس نائين جي رات جو حسيني امام بارگاهه ۾ سيج ۽ ميندي جي ڪجهه اڳ ڪان پوءِ پڙهي ويندي آهي. هيءَ مجلس وڏي روچ راڙي واري ٿيندي آهي، جنهن ۾ مرد ۽ عورتون شامل ٿينديون آهن. هن مجلس جي پڄاڻي کان پوءِ نياز ۾ خاص قسم جي ڪُٽي ورهائي ويندي آهي، جيڪا صبح اٽڪل چئين- پنجين وڳي وڃي ختم ٿيندي آهي. پوئين مجلس نائين تاريخ صبح جو نائين وڳي فدا حسين انڙ جي جاءِ تي پڙهي ويندي آهي. اها مجلس هڪ وڳي منجهند جو ختم ٿيندي آهي. اهڙيءَ طرح ڪل اٽڪل ارڙهن- ويهه ڪن مجلسون پڙهيون وينديون آهن.

هر ڪنهن مجلس جي پڄاڻيءَ کان پوءِ نذر نياز پيش ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ گهڻو ڪري قورمون، چاشني ۽ شربت شامل هوندا آهن. نياز جي ماني جو اهتمام لڪياري سادات طرفان علي نواز علوي، سيد الهه بخش شاهه، سيد محرم شاهه، زوار غلام رضا انصاري ۽ پير محمد علوي ڪندا آهن ۽ سبزواري سيدن پاران عارف لاکو، رسول بخش سومرو، ڈاتر ڈنو ڈاهري، قادر بخش سومرو، سيد مظفر علي شاهه ۽ سيد انور علي شاهه ڪندا آهن. اضافي مجلسن ۾ نياز جي ماني جو بندوبست انجمنون خود ۽ ڊاڪٽر عبدالمجيد راجپوت ۽ فدا حسين انڙ ڪندا آهن.

- تابوت: هي پارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي مڙدي جي صندوق. اسٽيفنس-سي- پال ان جي اها به معنيٰ لکي آهي ته هڪ قسم جي ونگ يا ڪمان جيڪا خدا جي طرف کان حضرت آدم کي عطا ڪئي ويئي، جنهن ۾ پيغمبرن سڳورن جا پورٽريٽس (شڪليون Portraits) رکيل هئا. سيوهڻ شهر ۾ جيڪي تابوت ڪڍيا ويندا آهن، سي هوبهو هڪ صندوق يا قبر نما هوندا آهن. اهي ڪاٺ جي ڊگهين پٽين جا ٺهيل هوندا آهن، انهن مٿان غلاف چاڙهيا ويندا آهن. مٿيون غلاف گهڻو ڪري اوچي ڪيمخواب جي ڪپڙي مان سبيل هوندو آهي ۽ تمام سهڻو وڻندڙ ۽ شاناٽتو لڳندو آهي. تابوت جي سيرانديءَ کان هڪ وڏي پڳ يا دستار رکندا آهن. اها دستار قيمتي لونگين مان ٺاهي ويندي آهي. انهن مٿان 'پيچي' جو آخري پيچ ڏيندا آهن. اها پيچي به تمام اوچي ڪپڙي جي ٺهيل هوندي آهي ۽ جنهن مٿان زريءَ جو ڪم ٿيل هوندو آهي، ان پڳ جي وچ ۾ رنگ برنگي ڪنين، گلن، سون ۽ چانديءَ مان ٺهيل جڙائدار ڪلنگيون ٻڌي پڳ يا دستار کي سليقي سان تابوت مٿان رکندا آهن، ان کان سواءِ هڪ لونگي ويڙهي،

پٽي جي شڪل ۾ آٽي، تابوت مٿان وچ تي رکندا آهن. تابوت مٿان پوءِ گلن جون چادرون چاڙهيون ويندون آهن. پڳ وارن گلن جون لڙهيون تمام سهڻي نموني سان ٺاهي، پڳ تي سينگاريون وينديون آهن. گلن جي انهن چادرن کي پڳ سرو ۽ بند ڪمر سڏين. ڪجهه سال اڳي، پڳ ۾ گلن جي لڙهين سان گڏ موتين جون لڙهيون به سينگار ۾ ڪم آڻيندا هئا.

ايئن ته سيوهڻ شهر ۾ مومنن جا ٻارڙا ذوالحج مهيني جي ويهين تاريخ کان وٺي ننڍا ننڍا تابوت ڪيندا آهن ۽ "اميرن جا ان ڪٺا" گڏ ڪيو نياز به پيا ڪائيندا ۽ ڪارائيندا آهن. پر صحيح نموني سان تابوت محرم جي چنڊ جي پهرين تاريخ کان شروع ڪندا آهن. هر ڪنهن رات جو سبزواري يا لڪياري سيدن طرفان يا خود سيد تابوت، پينگهه سان سيج ڪيندا آهن. تابوتن، پينگهن ۽ سيجن جي ڪچهڻ جا هنڌ مقرر ڪيل آهن ۽ مقرر ڪيل رستن ۽ راهن، گهٽين ۽ بازارن مان لنگهي، مقرر جڳهين تي نهراج ڪيا ويندا آهن. ڪي تابوت، پينگها ۽ سيج حضرت شهباز جي درگاهه جي اوير طرف واري کليل ميدان ۾ سلامي، غلاف ۽ گلن جي چادرن چاڙهڻ کان پوءِ مقرر هنڌن ڏانهن وٺي ويندا آهن. انهن جا تفصيل ڪجهه هيٺينءَ ريت آهن. ياد رهي ته سيوهڻ ۾ لڪياري ۽ سبزواري سيدن جي نگراني ۾ محرم جون سموريون تقريبون ملهايون وينديون آهن.

سبزوارين سيدن طرفان محرم جي پهرين تاريخ، رحيم بخش سومرو تابوت ڪيندو. ان تابوت جو جلوس سبزواري سيدن جي امام بارگاهه مان رات جو ڏهين وڳي ڏاري ڪڇندو. جلوس ۽ تابوت سبزوارين جي محلي، مقبرو نهال شاهه نوري، حسيني امام بارگاهه کان ٿيندو. قلندر جي درگاهه جي اوير وارو رستو ڏيئي، سبزواري سيدن جي ٻئي پڙ وٽ نهراج ٿيندو. اهو سمورو سفر قافلو ۽ تابوت اٽڪل چئن ڪلاڪن ۾ پورو ڪندا. انهيءَ طرح چوٿين رات جو تابوت مرحوم الهواريو ڪيندو هو ۽ هاڻي سندس فرزند غلام حيدر لاکو ڪيندو آهي. اهو قافلو ۽ تابوت پهرين رات واري تابوت جي نقش قدم تي هلندو. ستين جي رات جو سيد غلام نبي شاهه "زري" ڪيندو. اهو جديد قسم جو تابوت آهي، اهو تابوت سوني دروازي پرسان سيد عدل درياهه شاهه ابدال جي ڪافي جي مجلس لاءِ ترسندو پوءِ سبزوارين جي پڙ تي اختتام کي پهچندو. پنجين تاريخ وارو تابوت، ڪٽ ڏٽي سيد غازن شاهه ڪيندو. اهو ساڳين رستن ۽ گهٽين مان

هلي، سوني دروازي وٽان لنگهي، پراڻي علم پاڪ ڪان ٿيندو ساڳئي هنڌ تي نهراج ٿيندو آهي.

سبزواري سيدن طرفان وڏا ٻه تابوت، ڏهين رات جو سبزوارين جي امام بارگاهه مان، ڏهين وڳي ڪڇندا، انهن تابوتن جي جلوس سان گجگاهه ۽ گهڙيال ٻه هلندا. هن جلوس ۾ فقط مرثيا پڙهيا ويندا آهن. تابوت ۽ جلوس نهال شاهه نوري جي مقبري ڪان ٿيندا، سوني دروازي ڪان لڙي، ڪچهري بازار وٽي، قلندر شهباز جي درگاهه اڳيان اوير ۾ ترسندا. جتي غلاف ۽ گلن جون چادرون تابوتن مٿان چاڙهيون وينديون آهن. ان بعد بازن جو ماتم شروع ٿيندو پوءِ هي سڄو ماتمي جلوس سبزوارين جي ٻئي پڙ وٽ پهچي ترسندو. اتي سلامي پڙهي ويندي آهي. سلامي ڪان پوءِ پهريون وڏو تابوت ماتم تي رکندا آهن ۽ ٻيو تابوت سيد حاجن شاهه جي دڪان تي رکيو ويندو اهي. ان ماتمي جلوس ڪي ڪنهن ٻه حالت ۾ رات جو ڏيڍ وڳي ڪان اڳي ماتم تي پهچڻو آهي. چاڪاڻ تہ گجگاهه ڪي پوءِ لڪياري سيدن جي قافلي ۾ شامل ٿيڻو آهي. ڪڏهن ڪڏهن وقت جي گهٽ وڌ ٿيڻ سبب تلخين جي پيدا ٿيڻ جو امڪان رهندو آهي، سلامي ۾ سيد عالم شاهه جو مرثيو پڙهيو ويندو آهي.

ڏهين تاريخ جو شام جو چئين وڳي ساڳيا تابوت مٿي ذڪر ڪيل هنڌ تان وري ساڳيءَ طرح قافلي گجگاهه ۽ گهڙيال سان هلندا. تابوت قلندر جي درگاهه اڳيان ترسندا. جتي ساڳيون رسمون بازن جي ماتم سميت ادا ڪيون وينديون. ان ڪان پوءِ ڪچهري بازار ڪان ٿيندا، دادو روڊ تان لنگهي، پير پوٽن ڏانهن هلندا آهن. پير پوٽن ۾ پهچڻ ڪان اورتي، مستورات سائڻ جي ڏولي ڪٽي، ٿي پيرا تابوتن سان مس ڪنديون آهن. پير پوٽن ۾ پهچڻ ڪان پوءِ شامِ غريبان جي مجلس پڙهي ويندي آهي. ان پوئين ماتمي جلوس ۾ شامِ غريبان جي مجلس ۾ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو شريڪ ٿيندا آهن.

انهن وڏن تابوتن مان پهريون تابوت سيد صادق علي شاهه سبزواري ڪڍندو آهي، ٻيون تابوت ميان ڏاتر ڏنو ڏاهري جي ذميواري هيٺ آهي.

جيئن سبزواري سيدن طرفان پنج تابوت ڪڍيا ويندا آهن، تيئن لڪياري ساداتن طرفان ٽي تابوت ڪڇندا آهن. لڪيارين جو پهريون تابوت پنجين رات جو هڪ وڳي، اولادي امير جي ڪافي مان، ميان ڏنل علوي ڪڍندو آهي. ان قافلي جي جلوس سان گجگاهه ٻه هوندو آهي. اهو جلوس تابوت ۽ گجگاهه سميت، قاضين جي محلي وٽان لنگهي، ڪچهري بازار

ڪان ٿيندو درگاھہ شهباز تي ايندو ۽ پوءِ لڪيارين جي ماتم تي اٽڪل ٽين وڳي نهراج ٿيندو آهي. لڪياري سيدن طرفان ٻہ وڏا تابوت ڏهين رات جو ڏيڍ وڳي اولادي امير جي ڪافي مان، هڪ وڏي قافلي، گجگاھہ ۽ گهڙيال سان نڪرندا. ان ماتمي جلوس ۾ بہ فقط مرثيا پڙهيا ويندا آهن. جلوس قاضين جي محلي مان لنگهي ڪچهري بازار ڪان ٿيندو قلندر شهباز جي درگاھہ اڳيان ترسندو جتي تابوتن مٿان غلاف ۽ گلن جون چادرون چاڙهيون وينديون آهن ۽ بازن جو ماتم ٿيندو آهي، پوءِ هي ماتمي جلوس لڪياري سيدن جي ماتم تي صبح جي اذان وقت پهچندو آهي، جتي سلامي پڙهي ويندي آهي. سلامي ۽ نماز ڪان پوءِ ماتم وٽ نقارن تي 'ٽونڪڙي' وڄندي رهندي آهي. ان وڄت وقت حاضرين تي اهڙي قسم جي ماتمي ڪيفيت طاري ٿي ويندي آهي، جو اهي زارو قطار روئندا رهندا آهن.

وري ساڳين تابوتن جو جلوس گجگاھہ ۽ گهڙيال سميت صبح جو ائين وڳي شروع ٿيندو آهي. درگاھہ تي پهچڻ ڪان پوءِ ساڳيون رسمون پوريون ڪيون وينديون آهن، جن ۾ بازن (ٻانهن ۽ ڪلهن) جو ماتم بہ اچي وڃي ٿو پوءِ هي ماتمي جلوس ڪچهري بازار ڪان ٿيندو اولهہ طرف وڏي نئن وارن ڪان مولچند جي مڪان وٽ سلامي لاءِ ترسندو آهي. سلامي ڪان پوءِ نقارن تي ڏانڊ وڄائي ويندي آهي ۽ زنجيرن ۽ چاڪن جو ماتم ٿيندو آهي، جيڪو ڪربلا تائين هلندو رهندو آهي. ان وچ ۾ پنجن ڇهن جڳهين تي تابوتن سان غازي عباس جي علم کي مخصوص رسم مطابق، 'مس' ڪيو ويندو آهي. ان علم جي علم طوق سان سنڌ جي مشهور ۽ معروف مرثيہ گو شاعر سيد ثابت علي شاھہ جي نسبت ڇئي ويندي آهي. جلوس جي ڪربلا ۾ پهچڻ ڪان پوءِ هڪ خاص انداز ۾ فاتحہ پڙهي ويندي ۽ تمام حاضرين لڪياري سيدن ۽ ٻين سادات سان فاتحہ خواني ۽ عذرخواهي ڪندا آهن. ان وقت تائين عورتون اوسر ڪنديون رهنديون آهن ۽ پاڻ پڇاڙي ۾ عذرخواهي ڪنديون آهن. ياد رهي تہ انهن ٻنهي تابوتن مان پهرين تابوت جي سينگار جي ذميواري لڪياري سيدن ۽ پوئين تابوت جي جي سينگار جو ٻار بودلي بهار جي فقيرن جي ٻلي آهي. مون کي ٻڌايو ويو تہ پهرين وڏي تابوت ۾ اندر لعل سائينءَ جي گڏي تبرڪا رکي ويندي آهي.

**ذوالجناح:** مون کي ذاتي طور ڪجهہ خبر هئي تہ ڪن ٻين ڪان وڏيڪ تصديق ڪيم تہ سيوهڻ شهر ۾ حضرت امام حسين رضہ ڏانهن منسوب

ذوالجناح جا نڪرندڙ چارئي گهوڙا ننڍي عمر ۾ ئي خريد ڪيا ويندا آهن يا عقيدت ۽ احترام سان خاص نموني سان انهن جي پالنا ۽ پرگهور ڪئي ويندي آهي. انهن گهوڙن کي ڪڏهن بہ سواري لاءِ استعمال نہ ڪيو ويندو آهي. البت انهن گهوڙن کي ڪڏهن ڪڏهن شهر ۾ گهمايو ويندو آهي يا اونهاري ۾ اڙل درياهہ تي وهنجارڻ لاءِ نيو ويندو آهي. مگر ٻنهي حالتن ۾ گهوڙن جون پٺيون ڍڪيل هونديون آهن. گهوڙن جي چاري جي شين جو بہ خيال رکيو ويندو آهي. گهوڙن جي سينگار ۾ هيٺيون شيون اچي وڃن ٿيون: ڳانيون، تعويذ، جهاڳا، دمچي، ڳل خول، زغا، ڪلنگيون، دستار، غلاف، لونگيون، ڍالون، تير ۽ زري جا ٻيا سنج. گهوڙي جي مٿان غلاف وجهي، سنجن سان سينگاريو ويندو آهي. پوءِ دستار ٻڌي ويندي آهي. دستار کي رنگين ڪنين، گلن، سون ۽ چانديءَ جي ڪلنگين سان سينگاريو ويندو آهي. پوءِ گهوڙي جي ٻنهي پاسن کان ڍالون ۽ تير لٽڪايا ويندا آهن. گهوڙي کي بند ڪمر ۽ ننڍڙي علم طوق سان سينگاري وڏيڪ شاندار ۽ پروقار ڪيو ويندو آهي. گهوڙي جي ٻنهي طرفن کان لغام جهلڻ لاءِ خاص خدمتگار مقرر ڪيل هوندا آهن. جيڪي وڏي خبرداريءَ سان گهوڙي جي هر ڪنهن حرڪت ۽ چال جو خاص خيال رکندا آهن. ستين ۽ اٺين تاريخ وارن گهوڙن جا سيئي سنج، تير ۽ ڍالن جا منيا بہ چاندي جا هوندا آهن.

پنجين تاريخ شام جو ڇئين وڳي پهريون گهوڙو ماتمي جلوس سان گڏ، شيخ محلي مان نڪرندو. جيڪو صدر بازار وٽان مڙي، قنڌارين ۽ قاضين جي محلن وٽان لنگهي، سوني دروازي کان ٿيندو سڄ لهڻ مهل، ڇٽي امراٽي جي مقبري وٽ پهچندو. اتي نصب ڪيل علم تي بيرق چاڙهي پوءِ ذوالجناح کي نهراج ڪيو ويندو آهي. وري ڇهين تاريخ شام جو ڇئين وڳي، بودلي سڪندر وٽان ذوالجناح جو ماتمي جلوس نڪرندو. اهو جلوس قاضين جي محلي وٽان لنگهي، سوني دروازي وٽ ڪجهہ وقت لاءِ ترسندو جتي مجلس پڙهي ويندي آهي ان کان پوءِ ساڳي ماتمي جلوس سان گهوڙو هلندو ۽ تجر مقام ۾ نهراج ٿيندو آهي. پهرين گهوڙي جي سينگار وغيره جو اهتمام ڊاڪٽر راجپوت ۽ پوئين جو غلام شبير پيرزادو ڪندو آهي.

تاريخ ستين جي ڏينهن جو سبزواري سيدن جي اوطاق وٽان سبزواري سادات طرفان، ذوالجناح منجهند جو هڪ وڳي نعره حيدري ۽ ياحسين جي ماتمي آوازن سان نڪرندو ۽ سڌو قلندر جي درگاهہ اڳيان پراڻي علم وٽ

ڪلئي ميدان ۾ اچي بيهندو. ميدان ۾ گهوڙي جي پهچڻ کان پوءِ چاڪن ۽ زنجيرن سان ماتم ڪيو ويندو آهي. ان وقت درگاهه طرفان هڪ غلاف نذراني طور، گهوڙي کي پيش ڪيو ويندو آهي ۽ گهوڙي تي گلن جون چادرون به چاڙهيون وينديون آهن. ان کان پوءِ هڪ مخصوص انداز ۾ مخصوص نموني سان ڪجهه وقت لاءِ پٽ تيندي ۽ پوءِ مجلس، مجلس جي پڄاڻيءَ کان پوءِ فقط منشن ۽ ماتم سان جلوس ڪچهري بازار مان لنگهي، سوني دروازي پرسان سلامي ۽ دعا لاءِ ترسندو آهي، جنهن کان پوءِ پير پوٽن ڏانهن روانو ٿيندو. پير پوٽن ۾ گهوڙي جي پهچڻ سان، اتي نصب ڪيل علم پاڪ تي بيرق چاڙهي ويندي آهي ۽ ذوالجناح نهراج ٿيندو. هن ذوالجناح سان قافلي ۾ گجگاهه ۽ گهڙيال به شامل هوندا آهن. شهر ڇڏڻ کان پوءِ نقارن تي ڏانڊ ۽ سواري جي وجت ڪئي ويندي آهي ۽ ماتمي ياحسين ياحسين چوندا، پٽيندا رهندا آهن.

ساڳئي نموني سان انين تاريخ وري لڪياري سيدن طرفان حسيني بارگاهه مان ساڳئي وقت يعني، منجهند جو هڪ وڳي ذوالجناح جو ماتمي جلوس گجگاهه ۽ گهڙيال سميت نعره حيدري ۽ ياحسين جي دل سوز آوازن سان نڪري، قلندر جي درگاهه اڳيان پراڻي علم وٽ اچي بيهندو آهي، جتي ستين تاريخ وارري ذوالجناح جون سموريون ساڳيون رسمون وڏي احترام سان ادا ڪيون وينديون آهن. پوءِ هن ذوالجناح جو ماتمي جلوس ڪچهري بازار مان لنگهي، سوني دروازي وٽ پهچي سلامي ۽ دعا لاءِ ترسندو آهي، ان کان پوءِ ياحسين ياحسين جي آوازن، پيرين، نقارن ۽ گهڙيال، دهلن ۽ شرناين جي ڏانڊ ۽ سواري جي ڌنن ۾ اٽڪل پنجين وڳي شام جو ڪربلا ۾ پهچي نهراج ٿيندو آهي. اهو علمن، نقارن، پيرين، گجگاهه ۽ گهڙيال وارو قافلو اتي ڪربلا ۾ ترسي پوندو جتان پوءِ رات جو اٽڪل ڏهين وڳي ڏاري ڪڙ جي (تيار ٿي) حسيني امام بارگاهه وٽ پهچي سيج جو انتظار ڪندو.

**پينگها:** عاشورن جا سيئي پينگها حضرت امام حسين رضہ جي پينگهي ۾ پلجندڙ معصوم فرزند علي اصغر شهيد ڏانهن منسوب ڪيل آهن. معصوم علي اصغر کي ڪربلا جي ميدان ۾ اُڃ ستايو هو. امام حسين کيس هنج ۾ کڻي ميدان ۾ اچي فرمايو هو ته "هن معصوم اوهان جو ڪو به گناهه نه ڪيو آهي، پاڻي ڏيو ته پياريانس." معصوم اصغر جي نڙيءَ ۾ فرات ندي جي پاڻيءَ جو ته هڪ قطرو به داخل نه ٿيو پر هڪ تير معصوم جي حلق

ڪي سندس ئي خون سان تر ڪري چڙهيو هو. ان خوني واقعي جي ياد قائم رکڻ لاءِ پينگها ڪڍيا ويندا آهن. پينگها عام پينگهن وانگر هوندا آهن، فقط ڏولي جي گلن، شمعن، مشعلن وغيره سان سينگاري ڪنيو ويندو آهي، رستي تي هلندي هلندي عقيدتمندن طرفان گل، مصري، پتاشا، منايون، ڪپڙا ۽ روڪ پيسا وغيره نذراني طور پينگهي ۾ وڌا ويندا آهن، ڪي مستورات وڏي اچي پينگهي کي احترام وچان لوڏينديون آهن ۽ زارو زار روئنديون بہ آهن ۽ پار ڪڍي پٽينديون بہ آهن.

ٻي محرم رات جو ڏهين وڳي ڌاري سبزواري سيدن جي امام بارگاهہ مان هڪ پينگهو قافلي سان ڪڍندو آهي. ان پينگهي ۾ هڪ ننڍڙو تابوت بہ رکيل هوندو آهي. پينگهو سبزوارين جي محلي مان لنگهي نهال شاهہ نوري جي روضي وٽان هلي، حسيني امام بارگاهہ کان ٿيندو، قلندر جي درگاهہ جي اوير وارو رستو ڏيئي، سبزوارين جي ٻئي پڙ تي پهچي نهراج ٿيندو آهي. سموري رستي ۾ پينگهي ۾ نذراني ۾ گل، مصري، پتاشا وغيره وجهندا آهن. پينگهو صبح جو ڏيڍ وڳي ڌاري ماتم تي پهچندو آهي. ان پينگهي جو اهتمام ڪريم بخش ٻرڙو ڪندو آهي. ٽين رات جو پينگهو هڪ ننڍي جهوليءَ سان ساڳئي امام بارگاهہ مان ڪڍندو آهي. قافلي سان ساڳين گهٽين ۽ رستن تان هلي، ساڳئي وقت تي پينگهو ساڳئي پڙ تي پهچي نهراج ٿيندو آهي. هن پينگهي جي سينگار وغيره جو بندوبست سيد مظفر علي شاهہ سبزواري ڪندو آهي.

ڇهين رات جو اٽڪل يارهين وڳي ڌاري حسيني امام بارگاهہ مان لڪياري سيدن طرفان هڪ وڏو پينگهو جنهن کي مقامي ماڻهو ”لعل جو پينگهو“ سڏيندا آهن، نڪرندو آهي. ان پينگهي سان هڪ وڏو قافلو بہ ساڻ هلندو آهي، جنهن ۾ گجگاهہ ۽ گهڙيال بہ شامل هوندا آهن. اهو پينگهو نهال شاهہ نوري جي گهٽي ڏيئي، دادو مين روڊ ۽ مڪرانين جي محلي وٽان لنگهي، صدر بازار جي پٽ وٺندو. ايوب سوناري جي گهر وٽ قافلو ۽ پينگهو ڪجهہ وقت لاءِ ترسندو آهي. اتي مجلس پڙهي ويندي آهي ۽ پينگهي جا شمعدان ۽ مشعل بہ روشن ڪيا ويندا آهن. ان کان پوءِ قافلو ۽ پينگهو قنڌاري محلو قاضين جو محلو ڏيئي، ڪچهري بازار مان گذري، قلندر جي درگاهہ تي صبح جو چئين وڳي پهچندو آهي. درگاهہ جي پڌر ۾ ”لولي“ جي هڪ خاص ۽ مشهور رسم وڏي خلوص ۽ عقيدت سان پوري ڪئي ويندي

آهي. ان رسم کان پوءِ پينگهو لڪياري سيدن جي ماتم تي اٽڪل پنجين وڳي صبح جو پهچندو آهي دعا ۽ نذر نياز کان پوءِ پينگهو ۽ جلوس نهراج ٿيندا آهن. انهيءَ نياز جو اهتمام اٽڪل پنجاهه سالن کان وٺي مهراج لعل داس، عقيدت وچان ڪندو اچي ٿو.

وري ائين جي رات جو سبزوارين جي امام بارگاهه مان هڪ وڏو پينگهو نڪرندو. پينگهو اٽڪل ڏهين وڳي ڏاري ڪڇندو. پينگهي جي ڪڙڻ سان نعره حيدري ۽ ياحسين ياحسين جا ماتمي آواز بلند ٿيندا. اهو پينگهو پنااٽن جي ڪافي پرسان ترسيل ۽ طبل ڪندڙ قافلي سان اچي ملندو. قافلي ۾ گجگاهه ۽ گهڙيال به شامل هوندا آهن. اهو قافلو پير پوٺن مان ڪڙ جي ايندو آهي ۽ پنااٽن جي ڪافي وٽ ان وقت تائين ترسندو ۽ طبل ڪندو رهندو. جيستائين پينگهو اچي ان سان شامل ٿئي. ان ڪانپوءِ قافلو ۽ پينگهو دادو روڊ ۽ مڪرانين جي پاڙي مان لنگهي سوني دروازي وٽ، شمعن ۽ مشعلن جي پيهر روشن ڪرڻ لاءِ ڪجهه دير ترسندو آهي، جتان پوءِ مرثين ۽ نوحه خواني سان گڏ ڪچهري بازار مان لنگهي درگاهه شهباز جي ڪليل ميدان ۾ پهچندو. اتي مخصوص قسم جي رسم هيٺ ”لولي“ پڙهي ويندي آهي. جنهن کان پوءِ پينگهو ماتمي جلوس جي همراهي ۾ سبزوارين جي ٻئي پڙ تي صبح جو باک ڦٽيءَ مهل پهچندو آهي. پينگهي جو نهراج سبز وارين جي امام بارگاهه ۾ ٿيندو آهي. ياد رکڻ گهرجي ته پينگهن ۾ نذراني ۾ پيل پتاشا، مصري وغيره عقيدتمندن ۾ ورهايا ويندا آهن.

سيجون: تاريخ نائين جي رات جو اٽڪل يارهين وڳي لڪياري سيدن طرفان حسيني امام بارگاهه مان هڪ سيج شهزادي قاسم بن امام حسن جي نالي ۾ سينگارجي نڪرندي آهي. اها سيج نهال شاهه نوريءَ جي روضي وٽان لنگهي مائي بختاور جي مڪان وٽ ڪجهه وقت لاءِ رکبي آهي. اتان وري واپس ساڳئي امام بارگاهه وٽان لنگهي لڪياري سيدن جي پڙ تي ايندي آهي. ٿوري وقفي کان پوءِ اتان ڪجي ساڳئي امام بارگاهه ۾ پهچندي آهي. ان سفر ۾ سيج سان هڪ وڏو قافلو گجگاهه ۽ گهڙيال سميت گڏ هوندو آهي. سيج جي واپس امام بارگاهه ۾ پهچڻ کان پوءِ مرحوم سيد گل شاهه جي حويلي، مان سيدن جي هڪ نماڻي ننڍڙي نياڻي مخصوص لباس پائي، مٿي تي ميندي کڻي، روئيندي هنجون هاريندي نڪرندي، جنهن سان عورتن جو هڪ وڏو ماتمي جلوس گڏ هوندو آهي. اهو ماتمي جلوس مينديءَ سميت

امام بارگاهه حسيني ۾ داخل ٿيندو. ميندي جي جلوس جي داخل ٿيڻ سان امام بارگاهه ۾ روج راڙو ۽ رودن شروع ٿي ويندو آهي. ٿوري دير کان پوءِ ميندي جون مخصوص رسمون وڏي احترام ۽ عقيدت سان ادا ڪيون وينديون آهن، وچ وچ ۾ ياحسين، هاءِ شهزادو قاسم، هاءِ حسين جا ماتمي دل ڏاريندڙ آواز بہ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. ميندي جي رسم پوري ٿيڻ کان پوءِ مجلس پڙهي ويندي آهي. آخر ۾ هڪ خاص قسم جي ڳُٽي ورهائي ويندي آهي ۽ آيل ميندي پاس باسيندڙ عورتن ۾ ورهائي ويندي آهي. صبح جو اٽڪل چئين پنجين وڳي ڏاري سيج ۽ ٻيون رسمون نهراج ٿينديون آهن.

ساڳئي طرح نائين تاريخ جي شام جو چئين وڳي مهل، مرحوم خير محمد قريشي، جي گهر وٽان کهنباٽين طرفان، شهزادي قاسم جي نالي ۾ ٻي سيج ڪڍندي، سيج سان جلوس ۽ مرثين پڙهڻ وارا گڏ هوندا آهن. سيج قافلي سان گڏ ڪافي قاسم شاهه جي پرسان علم وٽ شام جو ڇهين وڳي پهچي نهراج ٿيندي، سيج جي لنگهڻ وارين گهٽين مان عورتون ڳٽي تيار ڪري نذراني ۾ موڪلينديون آهن. اها سموري ڪٽي پوءِ عقيدتمندن جي گهرن ۾ ورهائي ويندي آهي، ٻنهي سيجن جي ڪٽيءَ کي تبرڪ سمجهي کاڌو ويندو آهي ۽ ذرو ضايع ڪرڻ بہ بدشگون سمجهيو ويندو آهي.

سيج جنڊي جي پاين سان نهيل هڪ خوبصورت کٽ، چٽيءَ سميت هوندي آهي. چٽيءَ جا اڳيان ۽ پويان پاسا اڌ گول ڪمان جي صورت ۾ وريل هوندا آهن، جن ۾ ٽي ٽي سهٽا شمعدان ٽنگيل هوندا آهن. چٽيءَ کي گلن سان سينگاري خوبصورت ڪيو ويندو آهي، کٽ مٿان غلاف وڇائي، مٿن کان هڪ سهٽو طول وهاٽو رکيو ويندو آهي. طول وهاٽي مٿان ميناڪاريءَ سان سينگاريل چانديءَ جي دستار رکندا آهن، بہ اگهاڙيون چانديءَ جي مُٺين وارين تلوارون دستار مٿان تمام سهٽي انداز ۾ بيهاريون وينديون آهن، سيج کي پوءِ گلن سان سينگاريو ويندو آهي. گلن جون لڙهيون تمام وڻندڙ نموني لڳايون وينديون آهن.

جلوس: سيوهڻ جي شهر ۾ محرم مهيني جي چنڊ ڏسڻ سان جيڪي تابوت، پينگها، گهوڙا ۽ سيجون نڪرنديون آهن، انهن سان گڏ جلوس بہ نڪرندا آهن. پهرين تاريخن ۾ جلوس ننڍا ڪڍيا ويندا آهن ۽ پوين تاريخن ۾ وڏا جيڪي مفاصلي ۾ ميل اڌ ٿي ويندا آهن. انهن جلوسن ۾ اٽڪل ٽيهارو کن اُٺ بہ شامل هوندا آهن، جن تي جهنڊا، نقارا، پيرون، گجگاهہ ۽ گهڙيال

ڪڙيا ويندا آهن. پهرياڻين انن ڏهن اُنن تي جهنڊا يا علم ڪٽي وڏا ۽ ٻار هلندا آهن. ڪجهه فاصلي کان پوءِ نقارن سان ڪڙيل انن جو قافلو هلندو آهي، جنهن تي نقارن وڄائڻ وارا ٻار ۽ وڏا سوار هوندا آهن. انهن کي اها خبر هوندي آهي تہ ڪهڙي موقعي تي ڪهڙي قسم جي وڄت ڪرڻي آهي. انهن سان گڏ پيريون ڪن اُنن تي ڪڙيل هونديون آهن. جيڪي فقط ماهر ۽ ڄاڻو وڄائيندا آهن. پيرن وٽان لنگهڻ مهل ڪنن ۾ آڱريون وجهڻيون پونديون آهن. ان بعد ڪجهه مفاصلي تي مگٽهار دهلن ۽ شرنائن سان ماتمي ڌنون، وقتي ڪيڏاري مان وڄائيندا هلندا رهندا آهن. انهن جي پٺيان ٻن قطارن ۾ ٻازن ۽ سيني تي ماتم ڪرڻ وارا هوندا آهن. قطارن جي وچ ۾ سِر پٽڻ وارا ۽ ڪي زنجيرن ۽ چاقن سان ماتم ڪرڻ وارا هوندا آهن. ٿوري وڇوٽيءَ کان پوءِ نوحا خوان ۽ مرثيہ پڙهڻ وارا هوندا آهن، جيڪي تابوت، پينگهي، سيج يا ذوالجناح اڳيان مرثيہ پڙهندا آهن ۽ وراڻي چوندا ۽ ڏيندا هلندا آهن. وچ ۾ نعره حيدري ياعلي، علي مولا، ياحسين جا ماتمي آواز بہ بلند ٿيندا رهندا آهن. تابوتن وغيره جي پٺيان اوسر ڪرڻ واريون عورتون هونديون آهن. انهن جي پٺيان انتظام سنڀالڻ وارن مان بہ ٿي مرد هوندا آهن. وچ وچ ۾ پاڻي پيارڻ ۽ نياز جي چولن ۽ مٺرن ورهائڻ وارا بہ هوندا آهن. ان کان سواءِ هر هڪ اٺ سان اوٺي بہ هلندو آهي، روشني لاءِ راتين جو اڳي تہ گولا ڪڻندا هئا، پر هاڻي جنريٽرن ۽ ٽيوب لائيٽس کان ڪم ورتو ويندو آهي.

جلوس جي اڳيان ۽ پٺيان پوليس جي سپاهين ۽ عملدارن جو عملو بہ ڪافي موجود هوندو آهي. ساڳئي وقت سيدن ۽ سکر ماڻهن سان گڏ مئجسٽريٽ ۽ پوليس جا وڏا عملدار بہ ڊيوٽي تي هوندا آهن. ياد رکڻ جهڙي اها ڳالهہ آهي تہ صدين کان وٺي اڄ تائين، سيوهڻ شهر ۾ ڪڏهن بہ ماتمي جلوس ۾ يا ڪنهن بہ ٻي ماتمي تقريب ۾ ڪو بہ فساد ۽ هل بکيڙو نہ ٿيو آهي. سيوهاڻين جي اها تاريخي رواداري ضرب المثل آهي نہ فقط ايترو پر جنهن بہ گهٽي ۽ پاڙي مان تابوت، پينگهو ذوالجناح ۽ سيج گذرندي آهي تہ جاين ۽ جڳهين جي ڇتين ۽ ڪوٺين تان، جلوس مٿان گل ۽ گلن جون پنکڙيون ۽ گلاب جي پاڻيءَ جون بوندون برسايون ونديون آهن ۽ ٻارڙا درن وٽ پاڻي، شربت ۽ نياز کنيو بيٺا هوندا آهن. سچ تہ سيوهاڻين جو پنهنجو هڪ ڪلچر آهي، هندن جي لڏپلاڻ کان اڳي اهي ماتمي جلوس ۽ تابوت وغيره هندن جي هٽن، پاڙن ۽ گهٽين مان بہ گذرندا هئا ۽ اهي بہ نذر نياز

ورهائيندا هئا. گجگاهه ۽ گهڙيال واري حالت ۾ قافلي جو سرواڻ گجگاهه وارو اٿ سڀ کان پهريائين بيهندو ۽ هلندو آهي.

**نوحا:** نوحا پڙهڻ جو رواج، سيوهڻ شهر ۾ بلڪل ويجهڙائيءَ ۾ پيو آهي. هاڻي ڪن مجلسن تابوتن وغيره اڳيان محمد علي شاهه جوهر ۽ محسن شاهه بخاري جا نوحه پڙهيا وڃن ٿا. مگر اها رسم عام نه سمجهڻ گهرجي، هن وقت نوحا پڙهڻ وارن ۾ سيد حاجن شاهه لڪياري، ماستر نظير احمد سومرو ۽ پير محمد لاڪو دوڪاندار مشهور آهن. سيوهڻ ۾ نوحه سنڌي، ملتاني ۽ اردو ٻولين ۾ پڙهيا ويندا آهن.

**منشا ۽ مرثيا:** اهي ٻئي پارسي زبان جا ٻه لفظ آهن ۽ ٻنهي جي معنيٰ مختلف ۽ جدا آهي. منشا جي معنيٰ آهي سبب (Cause)، اصل نسل (Origin)، شروعات (Beginning) ۽ مرثيه جي معنيٰ آهي ماتمي گيت، شعر ۽ ڪنهن شخصيت جا اوصاف شعر ۾ بيان ڪري روئڻ. سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظ ذري گهٽ ساڳئي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا آيا آهن، ڇاڪاڻ ته ڪربلا جي واقعي ۾ سڀ کان وڏيڪ دخل منشاءِ ايزدي کي سمجهيو ويو آهي، تڏهن ته شاهه لطيف چيو آهي ته:

"قضـــيو ڪـــربلا جـــو رنـــ ـ پـــروڙين راز"

سيوهڻ جي عزادارن ڪربلا جي سانحي کي هڪ راز هڪ امر ۽ هڪ منشا سمجهي، تسليم ۽ رضا وچان پنهنجا سرخم ڪيا آهن ۽ آڳي جي امر ڪٽڻ ۾ سعادت ۽ نجات سمجهي آهي. ان ڪري مرثيا ۽ منشا هڪ معنيٰ ۽ مفهوم ۾ وٺي صدين کان تابوتن، پينگهن، ذوالجناح ۽ سيجن اڳيان پڙهندا آيا آهن. ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور ۾ مرثيا گهڻو ڪري پارسي ٻولي ۾ پڙهيا ويندا هئا. پر پوءِ وقت گذرڻ ۽ قوميت جي شعور وڌڻ سان مرثيا سنڌيءَ ۾ پڙهجڻ شروع ٿيا. هن وقت مرثيا گهڻو ڪري سنڌي ۽ ملتاني ۾ عام طرح ۽ ڪڏهن ڪڏهن اردو زبان ۾ هڪ اڌ مرثيو پڙهيو وڃي ٿو. مرثيا گهڻو ڪري سيد ثابت علي شاهه، سيد عالم شاهه ۽ آخوند محمد ۽ مير مرتضائي جا پڙهيا ويندا آهن. سيد ثابت علي شاهه جو روضو سيوهڻ شهر ۾ ڪربلا واري مقام ۾ واقع آهي. ڪافي ڪوشش ڪرڻ بعد به آڳاٽي زماني ۾ مرثين پڙهڻ وارن جانالا حاصل ٿي نه سگهيا، سواءِ چئن نالن جي سيد مصري شاهه، غلام نبي شاهه، ماستر حسين بخش علوي ۽

ڏک منشي قاضي الهه بخش جي پوين کي مون پاڻ ننڍي هوندي مرثيا پڙهندي ٻڌو. هن وقت زوار ڪريم بخش، ليڪچرار منظور علي شورو، نظير احمد سومرو ۽ غلام محمد علوي، مشهور مرثيه گو سڏيا وڃن ٿا. اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته مرثيا موقعي جي نسبت سان جدا جدا تاريخن تي ٻيا ٻيا پڙهيا ويندا آهن.

**سلامي:** سلامي مرثيه جو هڪ قسم آهي، جنهن ۾ حضرت امام حسين رضه ۽ سندس ساٿي شهيدن جي صبر، تحمل، جرئت، فضيلت ۽ شجاعت جو ذڪر ڪيل آهي. انهن جي همت ۽ پامردي کي هزارين ۽ ڪروڙين سلام آهن، جن موت کي سامهون ڏسندي به مرڪي مرڻ قبول ڪيو ۽ جي پتنگن وانگر سچ جي شمع تي هڪ هڪ ٿي قربان ٿيندا ويا. سيد عالم شاهه جو سلامي وارو مرثيو مشهور آهي.

**لولي:** هي به مرثيه جو هڪ نمونو آهي، جنهن ۾ شهزادي علي اصغر شهيد ۽ سندس والده ماجده جي مصائب جو بيان ڪيو ويو آهي. ديارِ غير ۾ پاڻيءَ جي بوند لاءِ ترسندڙ معصوم ۽ سندس ماءُ ۽ ٻين عزيزن تي ڇا ڇا نه گذريو هوندو ان جو اندازو لڳائڻ مشڪل نه آهي مگر هڪ ماءُ پنهنجي جگر جي ٽڪري جي پياس ۽ شهادت کي صبر ۽ شڪر سان برداشت ڪيو. لولي جو ٿلهه ۽ وراڻي هيٺينءَ ريت آهي:

"ريءَ اصغر ڪنهن کي ڏيان، لوڏي مان لولي"

**سڱڙا ۽ ڏاڳا:** عقيدتمند تابوتن، پينگهن ۽ سيجن سان پٽ ۽ سٽ جا ڏاڳا مس ڪرائي، تعويذن ۽ تائتن وانگر ڳچين ۾ يا ٻانهن ۾ ٻڌي ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ هر سال ڏاڳو مٽائيندا ايندا آهن. انهن ڏاڳن جي ڇڄي پوڻ واري حالت ۾ ڏاڳن کي کوهن يا وهندڙ پاڻيءَ ۾ لوڙهي ڇڏيندا آهن. انهن ڏاڳن سان شجاعت ۽ حفاظت جون ڳالهيون يا وصفون منسوب ڪيل آهن.

**گجگاهه:** گجگاهه اصل ۾ هڪ وڏي شاهي علم جو نالو آهي، جنهن علم کي حضرت سيد عثمان قلندر ﷺ سان ڪا قريبي ۽ قرب ڀري نسبت آهي. اهو علم قلندر جي روضي ۾ اندر اتر- اوڀر واري ڪنڊ ۾ رکيل هوندو آهي ۽ لعل سائينءَ جا پانڌيئڙا ان کي چمندا رهندا آهن.

وڏن تابوتن، پينگهن، گهوڙن ۽ سيج ڪيڻ وقت، هڪ خاص نموني سان سينگاريل اُٺ کي هڪ معتبر ۽ تمام تندرست ۽ مخصوص لباس

پهريل فقير کي وهاري، اهو علم ان جي هٿ ۾ ڏنو ويندو آهي ۽ ان جي اڳيان، هڪ وڏي شينهن جي منڊي، رعب ۽ هيبت پيدا ڪرڻ لاءِ رکندا آهن. محرم مهيني جي ماتمي جلوسن ۾ انهن سيني کي گڏي گجگاهه سڏيندا آهن. گجگاهه سبب وقت جي پابندي ضروري ٿيو پوي.

**گهڙيال:** گهڙيال بہ قلندر جي درگاهه طرفان، گجگاهه سان گڏ موڪليو ويندو آهي. پتل جي هڪ گول وڏي ۽ سج وانگر چمڪندڙ ٿالهي (Sun_Disk) کي ٽن پائين واري جهلڻي ۾ ٽنگي، اُٺ مٿان رکيو ويندو آهي. هڪ مقرر ڪيل فقير ان کي جهلڻي وهندو آهي ۽ وقت سر، وقت مطابق، ڪاٺ مان ٺهيل هڪ مترڪي سان وڄائيندو رهندو آهي.

ڪامل ڪربلا ۾، آيا جنگ جوان،
ڌرتي ڌبي، لرزي، ٿرٿليا آسمان،
ڳره هئي ڪانَ، هو نظارو نينهن جو.
*(لطيف)*

نوٽ: مون اٽڪل سٺ پنجهٺ سالن کان وٺي هر سال يا وقفي وقفي سان سيوهڻ شهر جي محرم مهينن جي ڏهن ئي ڏينهن وارين ماتمي مجلسن، جلوسن ۽ تابوتن وغيره کي پٽي ڏٺو آهي. هر سال منهنجي دل ايئن چئي چاهيو تہ انهن سيني ماتمي روايتن، رسمن ۽ ريتن کي لکي محفوظ ڪري ڇڏيان، مگر وقت گذرڻ سان ڪن ٻين مصروفيتن ۾ گم ٿي ويندو هوس. هن سال مون محسوس ڪيو تہ زماني جي نشيب و فراز جي ڪري آهستي آهستي مجسلن جو رنگ ۽ تابوتن ۽ جلوسن جو ڍنگ بدلجندو وڃي ٿو ان ڪري هڪ قومي فرض سمجهي هيءُ مقالو جيڪو هڪ ثقافتي دستاويز آهي لکي سنڌي ادبي بورڊ جي مهراڻ رسالي جي پياري ايڊيٽر "ناشاد" جي حوالي ڪري، پنهنجيون ذميواريون پوريون ڪريان ٿو.

مقالي ۾ ٿي سگهي ٿو تہ ڪي گهٽ وڌايون ۽ سهون ٿيون هجن، سي قرب ڪري درگذر ڪندا. مون کي خبر آهي تہ هر ڪنهن محفل جا ڪي آداب ٿيندا آهن، جن مان ٿي سگهي ٿو تہ مان بي خبر هجان. مان ميان ڏاتر ڏني ڏاهري، ماستر نظير احمد سومري ۽ ٻين جو ٿورائتو آهيان، جن کان وڏيڪ معلومات حاصل ڪري هي مقالو لکي سگهيون آهيان. (مهراڻ_ 1991ع)

*_*_*

# قلندر لعل شهباز جو سلسله طريقت



غلام محمد گرامي

**قادري طريقو:** ڪيترن ئي محققن حضرت قلندر جي نسبت 'قادريہ' بيان ڪئي آهي. "تذڪرة الفقراءَ" جي صاحب داراشڪوه جو شجرو حضرت لعل شهباز جي واسطي سان، حضرت غوثِ اعظم شيخ حضرت عبدالقادر جيلانيءَ تائين هن طرح بيان ڪيو آهي: "داراشڪوه مريد ملا شاهہ بدخشي، مريد ميان سنڌي (لاهوري)، مريد خضر سيوستاني، مريد شاهہ اسڪندر مريد خواجہ حاني، مريد سيد علي قادري، مريد حضرت مخدوم سيد عثمان مروندي لعل شهباز مريد شاهہ جمال مجرد، مريد شيخ ابو اسحاق ابراهيم، مريد مرتضيٰ سبحاني، مريد حضرت احمد بن مبارڪ، مريد حضرت غوث اعظم شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه."

**سهروردیہ:** ڪن عالمن حضرت لعل شهباز جي نسبت 'سهروردیہ' بيان ڪئي آهي "تذڪره الفقراءَ" جو صاحب لکي ٿو: "سهروردیہ طريقي جي مختلف شاخن ۾ 'لعل شهبازيہ' گروهہ بہ شامل آهي. ان شاخ جو آغاز حضرت لعل شهباز رحمة الله عليه کان ٿيو آهي." فرمائي ٿو: "نيز بچند واسط درميان بذريعئہ شيط عثمان لعل شهباز بخانواده سهرورديہ منتهي مي شود."

ان طرح حضرت شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي رحمة الله عليه تائين هن طرح پڻ نسبت بيان ڪئي ويئي آهي:

"شيخ عثمان مروندي لعل شهباز مريد شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتاني رحمة الله عليه، مريد شيخ شهاب الدين سهروردي" هن نسبت متعلق مورخن ۽ محققن ڪا بہ علمي ۽ تحقيقي سَند بيان نہ ڪئي آهي تہ آيا حضرت لعل شهباز رحمة الله عليه، حضرت بهاءُالدين زڪريا جا مريد هئا يا نہ؟ البتہ صحبت ڪئي اٿن، جنهن کي "معاصرانہ صحبت" چئي سگهجي ٿو.

ڪن بزرگن حضرت لعل شهباز ﷫ ڪي حضرت شاهہ جمال مجرد جو مريد لکيو آهي، ۽ اهو بزرگ شاهہ ابراهيم جو مريد پڻ لکيو ويو آهي. پر ڪي محقق لکن ٿا تہ حضرت لعل شهباز بابا ابراهيم ڪربلائيءَ جو مريد هو. "تذڪره مشائخ سنده" جي صاحب ان تحقيق کي ترجيح ڏني آهي؛ پر "خزينة الاولياء"، جي صاحب حضرت لعل شهباز کي شيخ جمال مجرد جو مريد بيان ڪيو آهي. والله اعلم بالصواب. ان متعلق عالمن کي صفائي ڪرڻ گهرجي.

**منشيات و مسڪرات:**

"خزينة الاولياء"، "معارج الولاية" جي حوالي سان آندو آهي تہ: "چون جذب و مستي بغايت داشت، پابند احڪام شرع نہ بود، و طريقہ ملامتيہ پيش نظر داشت، و در نظر مردان بشرب اڪل مسڪرات و مڪيفات مصروف ماندي و آب گياه خمر (ڀنگ) بسيار بنوشيدي."

"يعني پاڻ مستيءَ جي جذب ۾ فنا ۽ شرع جا پابند نہ هئا ۽ سندن طريقو ملامتي هو ۽ پاڻ نشہ آور چيزون ڀنگ وغيره گهڻي استعمال ڪندا هئا."

ان جي اصل روايت کي ڪنهن محقق ۽ علامہ تسليم نہ ڪيو آهي. ان روايت کي خزينة الاولياء، معارج الولاية، تذڪره الانساب، رياض الاولياء، تذڪرة الفقراء، برڪات الاولياء، اخبار الاولياء ۽ تاريخ الاولياء ۾ بہ ڪنهن محققانہ سند سان نہ آندو ويو آهي.

ان طرح سنڌ جي محقق مرزا قليچ بيگ بہ "حالات اولياء" ۾ اها ساڳي روايت آندي ۽ اردوءَ جي مشهور اديب نور احمد فريديءَ بہ بهاءُالدين ذڪريا ﷫ جي سوانح عمريءَ ۾ مٿينءَ روايت آندي آهي. حالانڪ حضرت لعل شهباز ﷫ شرع جو پابند هو ۽ قادري ۽ سهروردي نسبتن جو جامع، عالمِ دين ۽ شيخ طريقت هو. تذهن تہ چيو ويو آهي:

| | |
|---|---|
| اهلِ دل، عارفِ معارفِ حق، | صاحبِ وجد، تارڪِ مطلق، |
| صاحبِ حال، ڪاملِ ابدال، | محرمِ خلوت، حريمِ وصال، |
| بحرِ عرفان، ڪنوز دانائي، | مهرِ ايقان، چراغِ بينائي. |

**ملامتيہ:**

معلوم ٿئي ٿو تہ 'ملامتيہ' طريقو ۾ مغالطو ٿيو آهي: حالانڪ حضرت سيد علي هجويري پنهنجي شهره آفاق تاليف "ڪشف المحجوب" ۾ طبقات کي بيان ڪندي، 'ملامتيہ' مشرب متعلق صاف طرح لکيو ويو آهي تہ "ان مشرب وارا پابند شرع، پرهيزگار ۽ متقي بزرگان دين ٿين ٿا. البتہ اهي پنهنجي 'باطني مقام ۽ حال' کي ظاهربين نظرن کان اخفاءَ ۽ حجاب ۾ رکڻ لاءِ ظاهري طور شهرت ۽ نمائش کان احتراز ڪندا آهن. باقي شرع جي خلاف هلڻ تہ "زندقہ ۽ الحاد" آهي ان کان صحيح الحال صوفيائي ڪرام محفوظ آهن."

**اميد تہ حضرت لعل قلندر ﷫ جي ملامتيہ مشرب متعلق غلط فهمي دور ٿي ويندي. نڪو پاڻ شرع جي خلاف هئا، نڪو منشيات ۽ مسڪرات جو استعمال ڪندا هئا. پاڻ "قادريہ" ۽ "سهرورديہ" نسبتن جا جامع هئا، ۽ هڪ "قلندريہ شهبازيہ" طريقي جا باني هئا. تصوف ۽ ان جي حقائق ۽ معارف کان بيخبريءَ ۽ لاعلمي جي ڪري اهڙيون لغو ۽ غلط روايتون بزرگانِ دين ڏانهن مسنوب ڪيون ويون آهن، ورنہ ڪو بہ اهل طريقت خلاف شرع نہ رهيو آهي ۽ نڪو ڀنگ نوش ۽ شرابخوار ماڻهن اهل تقويٰ عارفن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. ان متعلق فتوح الغيب، امام رباني جي مڪتوبات، ڪشف المحجوب، عوارف المعارف، حجة البالغہ ۽ احياء العلوم کي مطالع ڪري، تصوف ۽ ان جي مقامات متعلق صحيح معلومات حاصل ڪرڻ گهرجي.**

*_*_*

# قلندر شهباز جو سنڌ تي اثر



ڊاڪٽر مخمور بخاري

سنڌ جي قومي وحدت ۾ جن فڪر ۽ نظرين جي اهميت تسليم آهي انهن ۾ تصوف وارو نظريو ڀرپور اهميت رکندڙ آهي. سنڌ جي صوفين، درويشن، فقرائن هميشه انسان دوست ۽ وطن دوستي جو پيغام ڏنو آهي. ڇاڪاڻ ته هن مٽيءَ پاڻ ۾ ڪيترن ئي مذهبن کان ويندي فڪرن ۽ نظرين تائين گهڻو ڪجهه سانڍي رکيو آهي. تنهن ڪري هن ڌرتي جي صوفين جي خمير ۾ مذهبن جي احترام کان ويندي انسان جي بنيادي حيثيت تسليم ڪرڻ تائين واري سوچ رچيل آهي.

قلندري فڪر ۽ صوفي واري سوچ به سنڌ ۾ اڄ تائين مروج آهي توڙي جو ان ڏانهن اسان جي اڪثريت جا رويا ان جي بنيادي روح جي خلاف آهن. اهو طويل بحث تي پهچندو جنهن ۾ سماجي، معاشي، مذهبي ۽ نفسياتي لاڙن ۽ روين جو اڀياس ڪرڻ به بيحد ضروري آهي تنهن ڪري اسان هن موضوع کي هڪ پاسي رکندي سنڌ ۾ آيل ۽ پوءِ هتان جوئي ٿي ويل حضرت عثمان مروندي المعروف قلندر لعل شهباز جي سوانح جي حوالي سان هڪ مختصر مطالعو ڪنداسين.

قلندر لعل شهباز جڏهن سنڌ ۾ آيو ته ان جي هن خطي ۾ ڪيترن ئي ماڻهن سان ڏيٺ ويٺ ٿي جنهن ۾ تذڪرن موجب هڪ سندس دوست جن ۾ حضرت غوث بهاوالحق، حضرت فريدالدين شڪر گنج ۽ حضرت جلال الدين سرخ بخاري رح شامل آهن ۽ پيو سندن خليفن جو ذڪر ملي ٿو جيڪي هتان جا ئي هئا ۽ پوءِ سندن پوئلڳ بڻيا. اهڙي ريت اسان کي سندن عقيدت مندن جو وڏو حلقو اڄ تائين نظر اچي ٿو. جيڪي سندن فڪر کان متاثر ٿيا آهن. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته سنڌ جي صوفين، درويشن، عالمن ۽

اديبن قلندري ذڪر گهڻو متاثر ڪيو آهي ۽ انهن پنهنجن تعليمات، شاعري ۽ تصيفن ۾ قلندري فڪر جو ذڪر اذڪار ڪيو آهي. هن سلسلي ۾ هڪ جامع مطالعي جي ضرورت موجود آهي تہ قلندر شهباز جو سنڌ تي اثر ڪهڙيءَ ريت ٿيو ۽ اڄ تائين اهو اثر ڪيترو موجود آهي.

اسان هت اڄ هن نشست ۾ قلندر شهباز جي دوستن کان ويندي ان جي خليفن ۽ ان سان عقيدت رکندڙ سنڌ جي ڪن اهم شاعرن ۽ وطن دوست مفڪرن جو مطالعو ڪنداسين در حقيقت هي ڪوشش "قلندر شهباز جو سنڌ تي اثر" جو هڪ خاڪو آهي.

## قلندر لعل شهباز جا دوست:

قلندر شهباز آذربائيجان جي شهر مروند جو رهاڪو هو. هو ايران کان مڪران بلوچستان جي رستي سنڌ پهتو. [1] سير وسياحت ڪندو سنڌ ۽ پنجاب جا گهڻا علائقا گهمي ڏٺائين. سندس روحاني ناتو حضرت غوث بهاوالحق سان ڪو اهڙو ڳنڍجي ويو جو ان جي صحبت ۾ رهندڙ حضرت فريدالدين گنج شڪر ۽ حضرت جلال الدين سرخ بخاري سان ناتو جوڙي وينو اهڙي ريت سنڌ ۾ چار يار مشهور ۽ مقبول ٿيا.

۽ انهن چئن يارن گڏ جي سنڌ ۽ ملتان جي سير وسياحت ڪئي.

### حضرت غوث بهاؤالحق:

حضرت غوث بهاؤالحق جي ولادت جي تاريخ مورخن 565هہ يا 566هہ ڄاڻائي آهي. پاڻ ڪوٽ ڪروڙ (ضلع مظفر ڳڙهہ) ۾ تولد ٿيو. سندس سلسلہ نسب هن ريت آهي.

"ابو محمد زڪريا بن وجيهہ الدين محمد بن ڪمال الدين شاهہ علي قريشي (ڪجهہ ڪتابن ۾ شاهہ ابوبڪر درج آهي) بن سلطان محمد جلال الدين بن سلطان علي قاضي بن شمس الدين محمد ڪروڙي بن سلطان حسين بن سلطان عبدالله بن الحسين بن سلطان مطرفہ بن حزيمہ بن امير هاضم بن امير تاج الدين بن امير عبدالرحيم بن عبدالرحمان بن هبا "بن اسد بن هاشم بن عبدالمنان".

حضرت غوث جي جد امجد شيخ ڪمال الدين علي شاهہ مڪہ مڪرمہ مان خوارزم ۾ آيو ۽ بعد ۾ ملتان ۾ سڪونت اختيار ڪيائين.

ملتان اچڻ بعد حضرت غوث بهاؤالحق جن جي والد وجيهہ الدين، تاتارين جي حملي سبب لڏي اچي ڪوٽ ڪروڙ ۾ رهائش اختيار ڪئي ان ئي شهر ۾ حضرت زڪريا جي ولادت باسعادت ٿي ۽ پوءِ اتان لڏي اچي ملتان ۾ سڪونت پذير ٿيو. اتي حضرت زڪريا ملتاني ابتدائي تعليم مولانا نصيرالدين بلخي کان حاصل ڪئي ۽ قرآن شريف قرائت سان حفظ ڪيائين.

پنهنجي والد صاحب جي وفات بعد خراسان ويو ۽ ستن سالن تائين ظاهري ۽ باطني علم جي تحصيل ڪيائين. اتان پوءِ بخارا آيو ۽ پوءِ مڪہ معظّم تشريف کڻي ويو ۽ حج جي سعادت حاصل ڪرڻ بعد مدينہ منوره آيو ۽ پنج سال ڪن رهي پيو. مديني شريف ۾ رهڻ دوران جليل القدر محدث شيخ ڪمال الدين محمد يمني کان حديث جو علم حاصل ڪيائين. ان بعد بيت المقدس کان ٿيندو بغداد پهتو جتي شيخ شهاب الدين سهروردي جو مريد ٿيو ۽ سترنهن ڏينهن جي مختصر مدت ۾ معرفت جون منزلون طئہ ڪندي خرقہ خلافت حاصل ڪيائين.

حضرت شيخ الشيوخ کين فرمايو تہ هاڻ وڃي ملتان ۾ سڪونت اختيار ڪر ۽ انهي ملڪ ۾ اسلام جي تبليغ جي خدمت سرانجام ڏي ۽ اتان جي باشندن کي روحاني فيض پهچاءِ.

حضرت زڪريا ملتاني جي وفات جي تاريخن ۾ اختلاف آهي. راحت القلوب ۾ سنہ 656 هہ درج آهي. اخبار اخيار ۽ ڪجهہ ٻين ڪتابن ۾ سنہ 661 هہ ڄاڻايل آهي. جڏهن تہ آئين اڪبري، اذڪار ابرار ۽ مرات الاسرار ۾ 655 هہ لکيل آهي. سفينتل الاوليا، تاريخ فرشتا، معارلولايت ۽ ڪجهہ ٻين ڪتابن ۾ 666 هہ آيل آهي. البت يوم وصال جي سلسي ۾ 7 صفر بروز خميس تي متفق آهن.

حضرت غوث بهاؤالحق پنهنجو مقبرو خود تعمير ڪرايو هو ڪانئن پوءِ سندن وڏي پٽ حضرت شيخ صدرالدين عارف سجاده نشين مقرر ٿيو. حضرت عارف پڻ پنهنجي وقت جو عالم بزرگ ٿي گذريو آهي.[2]

حضرت عثمان مروندي جي ظاهري ۽ باطني ڪمالات جي ڪري غوث بهاؤالحق کين "شهباز قلندر" جو لقب ڏنو جنهن ڪري کين لعل جي لقب سان سڏيندا هئا ۽ انهن لقبن کي ملائي کين "لعل شهباز قلندر" سڏيو وڃي ٿو.[3]

**حضرت جلال الدين سرخ بخاري:**

حضرت سيد جلال الدين 595 هه ۾ بخارا شهر ۾ تولد ٿيو. سندن سلسلہ نسب حضرت امام نقي رح، سان هن طرح ملي ٿو:

"سيد جلال الدين حيدر سرخ بن علي ابوالمويد بن جعفر ابو تراب بن محمد ابوالفتح بن محمود بن احمد بن عبدالله بن علي الاشقر بن جعفر بن حضرت امام علي نقي عہ بن حضرت اما تقي عہ".

حضرت سرخ بخاري ﷺ جن جو والد بخارا جي اهل علم وارن مان هو ۽ سندن نگراني ۾ ئي جلال الدين حيدر جي تعليم مڪمل ٿي ان بعد حضرت سرخ جي شادي سندن والد بخارا جي هڪ سادات سيد قاسم شاهہ جي دختر سان ڪرائي جنهن گهر مان ڪين ٻہ فرزند سيد جعفر ۽ سيد علي سرمست نالي سان ٿيا. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ سيد جلال الدين پنهنجي ڪٽنب سان پنهنجي وڏن جي روضن جي زيارت لاءِ بخارا ڪان روانو ٿيو. عراق مان زيارتن جو شرف حاصل ڪرڻ بعد مدينہ منوره پهتو. مديني ۾ ڪي ورهيہ گذارڻ بعد ايران ڪان ٿيندو 630 هہ ڌاري پنهنجي ٻنهي فرزندن سان گڏ سنڌ ۾ نئي ڪان ٿيندو بکر (هاٽوڪوسکر) پهتو جتي سيد بدرالدين جي نياڻي سان نڪاح ڪيو جنهن مان ڪيس هڪ فرزند تولد ٿيو. ان بعد جلد ئي بيبي صاحبہ انتقال ڪري وئي. ان ڪان پوءِ سيد بدرالدين پنهنجي ٻي نياڻي سيد جلال الدين جي عقد ۾ ڏني. جنهن مان ڪيس سيد احمد ڪبير نالي فرزند تولد ٿيو. وري ڪجهہ عرصي بعد پاڻ ملتان تشريف کڻي ويا جتي علم جي حصول جي لاءِ ڪيترو وقت شيخ بهاؤالحق زڪريا ملتاني جي خدمت ۾ رهيو ۽ وري 641هہ ۾ بکر واپس آيو. پر اتي سندن طبيعت کي قرار نہ آيو ۽ ڪجهہ ورهين ڪان پوءِ پنهنجي اهل عيال سان گڏ واپس ملتان ڏانهن ڪوچ ڪري ويو ۽ ان بعد هميشہ جي لاءِ اچ شريف ۾ رهائش اختيار ڪيائين جتي سندن وفات 95 ورهين جي ڄمار ۾ 19 جمادي الاول 690ع تي ٿي. سندن مقبرو اچ شريف ۾ عام وخاص جي روحاني سڪون جو مرڪز آهي.[4]

**حضرت خواجہ فريد الدين:**

خواجہ فريد الدين جو اصل نالو مسعود ۽ لقب گنج شڪر هو. سندس سلسلہ نسب حضرت عمر فاروق (رضہ) سان هن طرح ملي ٿو:

شيخ فريدالدين گنج شڪر بن جمال الدين سليمان بن شيخ احمد بن شيخ يوسف بن شيخ محمد بن شيخ شهاب الدين بن شيخ احمد المعروف فرخ شاهه بن بادشاهه ڪابل بن نصيرالدين بن محمد المشهور بن تشيمان شاهه بن سامان شاهه بن سليمان بن مسعود بن عبيدالله واعظ الاڪبر بن ابو فتح بن اميرالمومنين حضرت عمر بن خطاب رضه.

حضرت گنج شڪر ڪتي وال (ضلع ملتان) ۾ تولد ٿيو. سندن ولادت جي تاريخن ۾ اختلاف آهي. سيرالاقطاب ۾ 595 هه درج آهي. ڪجهه تذڪرن ۾ 584 هه ۽ 569 هه به آيل آهي، پر 569هه (1173ع) وڌيڪ صحيح معلوم ٿئي ٿي. ننڍپڻ ۾ ئي سندن والد انتقال ڪري ويو هو.

حضرت شيخ فريدالدين سخت رياضتون ۽ عبادتون ڪيون اڪثر اوقات روزا رکندو هو. رمضان شريف ۾ هر رات تراويح ۾ قرآن شريف ختم ڪندو هو. ڪن راتين ۾ ته ڏهه ڏهه سيپارا وڌيڪ تلاوت ڪري ويندو هو. سندن پنهنجو بيان آهي ته ويهن ورهين تائين علم تفڪر ۾ ويٺو رهيس. انهيءَ عرصي دوران سندن پير سچي پيا ۽ انهن مان رت به وهندو هو.

بابا فريد ستاويهه سال خلق ۽ دين جي اشاعت ڪئي. جڏهن پاڻ اجوڌن ۾ رشدو هدايت جي ابتدا ڪئي ته شروع ۾ ماڻهو اجنبيت ۽ اوپرائپ سان پيش آيس ۽ مخالفت به ڪيائون. هتي جوڳين ۽ جادوگرن جو عمل دخل هو. اهي به آزمائش جي لاءِ سندن خدمت ۾ آيا پر خود ڪي جڏهن ناڪام ڏٺائون ته سندن بزرگي جو اعتراف ڪندي خواجه صاحب ڪي پنهنجي شاگردي ۾ اچڻ جي درخواست ڪيائون. جنهن تي حضرت فريدالدين انهن سمورن جادوگرن کي ڪلمه طيب پڙهائي اسلام جي دائري ۾ آندو. عالمن به ابتدا ۾ سندن مخالفت ڪئي ۽ سماع جي متعلق فتوا به جاري ڪيائون مگر خاص وعام سندن شخصيت ۽ ڪردار کان متاثر ٿيا ۽ روحانيت جي فيض سان فيضان ٿيڻ لڳا.

حضرت بابا فريد جي وفات جي تاريخدانن ۾ اختلاف آهي. سيرالاقطاب ۾ سنه 690 هه. راحت القلوب ۾ 687 هه. خزينت الاصفيا ۾ 670هه. جوهر فريدي سيدالاولياءَ اخبارارنيا ۽ سفينتلاولياءَ 664 هه ۾ ڄاڻايل آهن. محمد ناصري جي تاريخ جو بيان آهي ته حضرت بابا صاحب جو وصال ڪشلو خان ۽ حضرت غوث بهاؤالحق زڪريا ملتاني جي وفات بعد سنه 660 هه ۾ ٿيو. حضرت سلطان المشائخ جو بيان آهي ته 92 ورهين

جي عمر ۾ سنہ 661 ھہ ۾ سندن وصال ٿيو. موجوده دور جي محقق اهو ئي سنہ صحيح قرار ڏنو آهي ۽ ڪجهہ وري 664 ھہ کي صحيح سنہ وصال مڃن ٿا.

سندن ٻہ ملفوظات جا نالا هلن ٿا. "راحت القلوب" ۽ " اسرار الاوليا".

راحت القلوب سندن خليفہ حضرت خواجہ نظام الدين ولي دهلوي سنہ 665 ھہ (1257)ع ۾ مرتب ڪيو. ٻيو مجموعو اسرار الاولياء. سندن ٻئي خليفي بدرالدين اسحاق دهلوي مرتب ڪيو. ان کان سواءِ بابا فريد پنجابي زبان ۾ ڪجهہ شعر بہ چيا آهن جن کي "شلوڪ" چيو وڃي ٿو. سندن شلوڪن جو تعداد تقريبن هڪ سو ڇهٽيهہ (136) يا هڪ سو ستهتر (177) آهي.[5]

**خليفا:**

سنڌ ۾ رهائش دروان ۽ غوث بهاؤالحق سان سير سفر دوران ڪيترائي ماڻهو سندن مريد ٿيا. هت ڪجهہ چند اهڙن افرادن جو مختصر تعارف پيش ڪجي ٿو جيڪي سچل سائين جا مريد / خليفا هئا.

**سيد علي سيوستاني:**

هي بزرگ اصل شيراز جو رهاڪو هو. قلندر شهباز جي سفر جي ساٿين مان آهي جو آخري دم تائين ساڻس گڏ رهند آيو. چون ٿا تہ هو اميرانہ زندگي جو قائل هو مگر اوچتو محبت الاهي پيدا ٿيس ۽ اچي مخدوم شهباز جي سٿ ۾ گڏيو. اهڙي ريت سيوهڻ ۾ اچي رهيو. هو شيخ علي بغدادي کان پوءِ ٻئي نمبر ۾ قلندر لعل جو خليفو هو.

شيخ بغدادي جي وفات 687 ھہ کان پوءِ هي بزرگ فقيرن جي سنڀال ۽ ذڪر جي تلقين ڏيندو هو. پاڻ بہ ساڳي صدي ۾ ئي وفات ڪيائين.[6]

**مخدوم علي سيوستاني:**

مخدوم شيخ علي سيوستاني جناب دحيت الڪلبي صحابي سڳوري جي اولاد مان آهي. هن جي سنڌ ۾ سمن مان شادي ٿيل هئي. جنهن مان ٻہ فرزند پيدا ٿيس. (1) شيخ اسحاق (2) شيخ آهندو. انهن ٻنهن جو اولاد ئي لعل شهباز جي درگاهہ جو متولي ۽ مجاور رهندو آيو. چاڪاڻ تہ شيخ لعل شهباز جي وفات کان پوءِ سندس جاءِ نشين ۽ متولي خليفو هو. شيخ صاحب 21 شعبان 786 ھہ تي وفات ڪيائين.

شاهہ حسين ارغون جي حڪومت تائين شيخ علي جو اولاد درگاهہ جو متولي ۽ مجاور هو. پر ان بعد درگاهہ تي ڪابرونئي لڪياري سيد جو قبضو ٿيو

جواج تائين قائم آهي.(7)

**مير ڪلات:**

ڪربلا معليٰ جي عظيم القدوس سيدن مان آهي. انهي مبارڪ سرزمين مان نڪري ڪان پوءِ پهريائين قنڌار ۽ پوءِ سنڌ جي فتح ٿيڻ ڪان پوءِ اچي سيوستان جي پسگردائي ۾ رهيو. گهڻو وقت شيخ عثمان مروندي جي مزار پراخوار تي گذاريندو هو. زهد ۽ تقويٰ ۾ بينظير هو ڪيس گهڻو اولاد ٿيو. مير معصوم بکري سندس اولاد مان آهي.(8)

**مير سيد صلاح الدين:**

مير سيد صلاح الدين لڪلوي (لڪي) جي سيدن سڳورن مان آهي. پنهنجي ذاتي صلاحيت جي وسيلي دين خواهه دنيا جي سڌاري ۾ ڪوشش ڪري نالو ڪڍيائين، درگاهه جي سجاده نشين جي دولت نصيب ٿيس. سندس وجود پنهنجي پير جي نظر فيض اثر جي برڪت سان مريدن ۽ معتلق جي هر طرح جي سڌاري جو باعث سبب ٿيو. پڳي ٺوڙهي ٽڪر تي هڪ قلعو سندس يادگار آهي.(9)

**پير پٺو:**

پير پٺو جو اصل نالو حسين بن راجپار بن ڪاهو اپلان هو. پنهنجي وقت جو وڏو ڪماليت وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. تاريخ جي ڪتابن ۾ قلندر شهباز ۽ حضرت شيخ بهاؤالحق ملتاني سان سندس هڪڙي ملاقات جو واقعو ملي ٿو. ان ملاقات ۾ حضرت پير پٺو شيخ بهاؤالحق ڪان تلقين ورتي. جيتوڻيڪ ان وقت تئي صاحب ڪماليت واري درجي تي پهتل هئا.

حضرت پير پنو 646 هه ۾ وفات ڪئي. ڪيس اتي ئي دفن ڪيو ويو جنهن جاءِ تي هڪ غار ۾ (ٺٽي ڪان پنج ڪوهه پري جبل تي) سائٽس حضرت شهباز قلندر ۽ حضرت شيخ ملتاني مليا هئا. حضرت پير پنو ان ملاقات ڪان اڳ ۽ پوءِ سڄي عمر ان غار ۾ عبادت ۾ مشغول گذاري. ان غار ۽ جبلن پرسان تاريخي شهر ديبل جا آثار موجود آهن(10).

**سيد علي سرمست بخاري:**

قلندر سائين جو وڏو خليفو ليکجي ٿو. هو لعل شهباز جي دوست حضرت سيد جلال الدين حيدر سرخ بخاري جو ٻيو نمبر فرزند هو. حضرت سرخ بخاري بخارا ۾ رهائش واري وقت ۾ پنهنجي والد جي حڪم تي بخارا جي هڪ سادات سيد قاسم جي نياڻي سان شادي ڪئي جنهن مان ڪين ۾

فرزند سيد جعفر ۽ سيد علي سرمست پيدا ٿيا. بيبي صاحبہ جي وفات کان پوءِ شاهہ صاحب پنهنجي ٻنهي شهزادن سان گڏ حج ۽ زيارتن جي ارادي سان بخارا کان سفر شروع ڪيو ۽ نيت حج ۽ زيارتن بعد ايران رستي سنڌ پهتا. سنڌ ۽ ملتان ۾ رهائش دوران ڪجهہ عرصي کان پوءِ سندن وڏو فرزند سيد جعفر واپس بخارا هليو ويو مگر سيد علي سرمست ساڻن گڏ رهيو [11].

چئن يارن جي سياحت دوران گمان غالب آهي سيد علي سرمست والد سان گڏ رهيو هجي ۽ پوءِ ئي قلندر شهباز جي سنڌ ۾ مستقل رهائش دوران هو بہ سندن خليفي جي صورت ۾ مستقل طور رهي پيو. روايتن موجب قلندر سائين جي وفات بعد تدفين سيد صاحب جي هٿان ٿي. تنهن ڪري لعل سائين جي معتقدن ۽ خليفن جي نظر ۾ سندن حيثيت اعليٰ پائنجي ٿي. سيد علي سرمست جي وفات جي سن جي ڪابہ ڄاڻ ناهي. سندن مزار قلندر لعل شهباز جي درگاهہ اندر روضي جي ٻاهران اوڀر واري دروازي جي اوپر اتر ۾ ننڍي گنبذ ۾ آهي.

**سڪندر بودلو:**

قلندر شهباز جي نالي وارن خليفن مان آهي. شروعات ۾ ظاهري علم جو وڏو ڄاڻو ليکيو ويندو هو بعد ۾ درويشاڻي زندگي گذاريائين. گمان غالب آهي تہ قلندر شهباز جي نورنگاهہ ئي کيس سلوڪ جي راهہ تي هلايو هوندو. زباني روايتن موجب کيس 'بودلو بهار' 'بهاول شاهہ' سڏيو ويجي ٿو. سندس ولادت ۽ وفات جي تاريخ بہ ميسر ناهي. البتہ لعل سائين جيان هن درويشن بابت بہ ڏند ڪٿا تہ ان وقت جي هنود ڪاسائي کيس ڪهي ڪڏ ۾ اڇلائي ڇڏيو ۽ قلندر شهباز جي ڪرامت سان وري واپس جيئرو ٿي پيو.

سڪندر بودلي جو مقبرو سيوهڻ ۾ لعل سائين جي درگاهہ جي پرسان آهي سندس مريدن جو وڏو تعداد ڏسجي ٿو. قلندر جا اڪثر زائرين سندس روضي تي حاضري ڏين ٿا.

**ميان لال:**

هن صاحب بابت ڪا خاطر خواه معلومات ناهي. تحفت الڪرام فقط ايترو لکيو آهي تہ "مڪلي ٽڪري تي شيخ جي پرسان دفن ٿيل آهي. قلندر شهباز جو ياءُ يا سؤٽ آهي. ذوق صاحب سندس زيارت ڏاڍي شوق سان ڪندا آهن" [12].

هن مختصر لکت مان قلندر شهباز بابت ڪيترائي سوال جنم وٺي سگهن ٿا جن جي جوابن جي ڳولي لهڻ کان پوءِ اسان لعل سائين جي سوانح بابت معلومات ۾ اضافو ٿي سگهي ٿو.

**عقيدمت مند:**

قلندر شهباز جي دوستن ۽ خليفن جي ذڪر کان پوءِ لازم آهي تہ سنڌ ۾ سندن عقيدمندن جو ٿورو گهڻو ذڪر ڪجي، ڇاڪاڻ تہ لعل سائين جو سنڌ ۾ اڄ ڏينهن تائين وڏو اثر آهي اسان هت سنڌ جي ڪن شاعرن جو تذڪرو ڪنداسين جن جي فڪري واٽ قلندري فڪر سان ملندڙ آهي. هن سلسي ۾ تفصيلي مطالعي جي ضرورت موجود آهي پر هت ڪن بہ چار اهڙن شاعرن جو ذڪر ويندو.

**شاهہ عبداللطيف ڀٽائي:**

سنڌي ٻولي جو فڪري طور انتهائي سگهارو شاعر حضرت عبداللطيف جو جنم سنہ 1102 / 1690ع ۾ سيد حبيب شاهہ ۾ گهر ۾ ٿيو. پاڻ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو تڙ پوٽو هو. علمي، روحاني ۽ اخلاقي ماحول ۾ سندن تربيت ٿي. شروع کان ئي سندس طبيعت جو لاڙو خاموشي ۽ فڪر ڏانهن رهيو تنهن ڪري هڪ حساس ۽ سوچيندڙ فرد جي حيثيت ۾ بي قراري ۽ آنڌ مانڌ سند طبيعت ۾ رهي جنهن لاءِ زندگي جو عرصو سير سفر ۾ گذاريائون. ان سير وسفر ۾ جوڳين فقيرن سان بہ صحبت ڪيائون تہ سيوهڻ شريف ۾ 'لال باغ' ۾ پڻ ويندا رهيا. يقيناً ان ئي عرصي ۾ قلندر شهباز جي درگاهہ تي بہ سندن حاضري ٿي هوندي ائين بہ سندن فڪر واٽ مولانا جلال الدين رُومي کان شروع ٿئي ٿي جيڪو صاحب، قلندر شهباز جي دور ۾ قونيہ ۾ موجود هو ۽ قلندرن سان انسيت رکندڙ هو. پنهنجي هڪ فارسي شعر ۾ مولانا رومي چئي ٿو:

بـزم شــراب لعــل وخرابــات ڪــافري،
ڪــار قلنـــدر اســـت و قلنـــدر ازو بـــري،
ســـيمرغ ڪـــوه قـــاف مقـــام قلنـــدري،
وصـف قلنـدر اسـت وقلنـدر ازو بـري. (13)

سنڌ ۾ مولانا رومي جو گهڻي حد تائين اثر شاهه صاحب قبول ڪيو ۽ پنهنجي شاعري ۾ ڪيترن ئي جاين تي 'اي رومي جي رهاڻ' جهڙا لفظ ڪم آندا اٿس جيڪي سندس ان اثر کي ظاهر ڪن. [14]

← طالب قصر سونهن سر، اندر رومي راءِ
← طالب قصر سونهن سر، اي رومي جي روءِ
← طالب قصر سونهن سر، رومي جي رهاڻ
← طالب قصر سونهن سر، اي رومي جي اوطاق

شاهه لطيف پنهنجي رسالي ۾ جوڳين، سنياسين جو ذڪر آندو آهي انهن لاءِ پورو هڪ سر 'رامڪلي' تخليق ڪيو اٿس، جن ۾ جوڳين، سنياسين لاهوتين جون وصفون انهن جون منزلون، راهه ۾ ايندڙ تڪليفون بيان ڪيون اٿس. هڪ هنڌ چئي ٿو.

جي پائين جوڳي ٿيان تہ سگ سيئي ڇڏ،
اوڏو تي الف کي من ميم سان گڏ،
هتان لاهوتي لڏ، تہ ڳُر کي ڳڏجين ڪاپڙي. [15]

توڙي جو پيٿائي سائين اهو بيت جوڳين بابت چيو آهي پر اسان قلندري فڪر اختيار ڪندڙن کي ڏسون ٿا تہ شاهه سائين جو هي خيال انهن جي حالت زار جي ترجماني ڪندي نظر اچي ٿو. ساڳي وقت رسالي ۾ جتي بہ 'لال' لفظ استعمال ٿيل ملي ٿو اتي هڪ خيال اهو جنم وٺي ٿو تہ لطيف سائين اهو لفظ قلندر شهباز سان انسيت ۽ احترام ۾ استعمال ڪيو آهي ڇاڪاڻ تہ روايتن موجب قلندر سائين ڳاڙهي رنگ جا ڪپڙا پائيندو هو. مومل راڻي ۾ چئي رهيو آهي:

رچي جي ريٽو ٿيا، ڪين اباتجن اوءِ،
ڪنب نہ ڪاري تنهن کي، جو هالاري هوءِ،
توڙي ڏوبي ڌوءِ، تہ لالي تهين نہ لهي. [16]

ساڳي وقت سُر رامڪلي مان ڪجهه اهڙا مثال پيش ڪجن ٿا: [17]

← لانگوٽئا لال ٿيا، انهين پهه پچي
← آديسي اکير سين، لال پريان لائي
← ڪن پٽ ڪات ڪاپڙي لانگو ٿيا لال

← سامين ساڻ ستار لاهوتا لال ٿيا،
← لاهوتي لطيف چئي هلٽا لال لڏي
← 'لا' لنگهي لال ٿيا، لال لڪئو جن
← ٻاڙهوتي ٻاڙها ڪارو پسن ڪينڪي.

رسالي جي گهري مطالعي مان اسان کي لطيف سائين جي قلندري فڪر سان رغبت جا ٻيا به ڪيترائي مثال ملي سگهن ٿا. ڇا ڪاڻ ته قلندر شهباز سنڌ ۾ قلندري سلسلي جو پهريون اڳواڻ آهي ته ٻئي طرف هو غوث الحق جو دوست ۽ سفر جو ساٿي به رهيو ڇئن يارن سنڌ ۽ ملتان جو سفر ڪيو. غوث جو اثر اڄ به سنڌ ۾ جهڄي انداز ۾ نه رڳو موجود آهي پر ان جو اولاد به سنڌ ۾ رهائش پذير آهي. لطيف سائين جو عرس معتقد فقير ڏيري جو خاندان غوث جو مريد رهيو آهي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ عرس فقير جي خاندان جي وڏي قندر فقير ڏيري کي غوث جو مريد ڄاڻايو آهي[18] هن سلسلي ۾ اسان کي لطيف سائين جي خاندان توڙي لطيف سائين جي غوث سان انسيت ۽ رغبت واري پهلوءَ تي پڻ اپياس ڪرڻ گهرجي.

ڀٽائي سائين سر سارنگ ۾ غوث بهاؤالحق جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي.

جهر ڪيون ۾ جيلان ڪيائون ميران جو مجرو
جتي غوث بهاوالدين اتي مر ڪيون ۾ ملتان
اڄ اڄ اکتيون ڪيائون پر پراڻ
وڄڙين منهن ڪاڻ، لاٿي سنڌ وٺن ڪي.

سچل سرمست:

سچل سرمست جو اصل نالو حافظ عبدالوهاب هو سندس جنم ڪلهوڙن جي دور ۾ سنه 1152 هه / 1739ع ۾ درازا لڳ راڻيپور ۾ ٿيو. سندس ڏاڏو حافظ محمد عرف خواجه صاحبڏنو ۽ سندس چاچو مرشد ۽ سهرو خواجه عبدالحق سلوڪ جي راهه ۾ افضليت رکندڙ هئا. ٻئي پنهنجي دور جا سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي جا شاعر ٿي گذريا آهن. سچل سائين جو والد سنه 1158 هه / 1745ع ۾ وفات ڪري ويو ان وقت سرمست سائين جي عمر 6 ورهيه هئي. تنهن ڪري سندن پرورش پالنا توڙي تربيت سندن ڏاڏي خواجه

صاحبڏني ڪئي ۽ ڪين ظاهر ۽ ديني تعليم حاصل ڪرڻ ۽ قرآن شريف حفظ ڪرڻ لاءِ حافظ عبدالله قريشي وٽ ويهاريو. جتي سچل سائين ديني علمن ۾ تحصيل ڪرڻ بعد قرآن شريف جو حافظ پڻ ٿيو. ساڳي وقت سندن روحاني تربيت خواجہ عبدالحق وٽ ٿي[19]. جن جو ذڪر بار بار سرمست سائين پنهنجي سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي شاعري ۾ ڪيو آهي.

سچل سرمست سنڌ ۾ خواجہ فريدالدين عطار ۽ حسين بن منصور حلاج جي فڪر کي عام ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو ان کان سواءِ هن احمد جام زنده پيل شمس تبريز، مولانا رومي سميت ڪيترن ئي صوفي شاعرن جو نہ رڳو اثر ورتو آهي پر انهن جو ذڪر بہ پنهنجي شاعري ۾ ڪيو اٿس جن مان شمس تبريزي، مولانا رومي، فريدالدين عطار، قلندر شهباز جي دور ۾ موجود هئا. جڏهن تہ احمد جام زنده پيل قلندر جو معاصر هو. سنڌ ۾ رومي جو وڏو اثر شاهہ عبداللطيف ورتو تہ عطار جو سرمست سائين اثر قبول ڪيو.

وحدت والوجود فلسفي جي حوالي سان حسين بن منصور حلاج وڏي اهميت رکي ٿو. هي اهو پهريون صوفي آهي جنهن حق جي حقيقت تان پردو کڻندي اسرار الاهي وڏي واڪي عيان ڪيا. سندس جنم ايران جي هڪ شهرالبيضاء جي اتر اوبر واري علائقي 'الطور' ۾ سنہ 244 هہ / 8_857ع ڌاري منصور حلاج جي گهر ۾ ٿيو. سندس پورو نالو ابوالمغيث الحسين بن منصور بن محمي هو. هن ننڍي ڄمار ۾ قرآن شريف حفظ ڪيو جنهن کان پوءِ محمد بن عبدالله بن يونس التشري جي 'مدرسہ تصوف' سان وابستہ ٿيو. ويهين ورهين جي ڄمار ۾ بصري ۽ بغداد پهتو جتي عمرو بن عثمان المڪي جي سلسلي طريقت سان ڳنڍجي ويو ۽ پوءِ 264 هہ / 877ع ۾ حضرت جنيد بغدادي سان وڃي مليو.

سنہ 282 هہ / 895ع ۾ حج ادا ڪيائين جنهن کان پوءِ سير وسياحت لاءِ گهمندو بہ رهيو ۽ پنهنجي تعليمات بہ عام ڪندو رهيو اهڙي طرح 291هہ /904ع ۾ ٻيو ڀيرو حج پنهنجن چار سؤ مريدن سان گڏ ادا ڪرڻ بعد ترڪستان، ڪشمير، سنڌ ۽ هندستان جي مختلف علائقن جو سفر ڪيائين. سنہ 297 هہ / 910ع ۾ ٽيون ڀيرو حج ادا ڪرڻ بعد بغداد واپس هليو ويو. هن سموري عرصي ۾ هن پنهنجي فڪر جي پرچار ڪئي جنهن سبب هڪ طرف سندس چاهيندڙن ۽ مريدن ۾ اضافو ٿيو ۽ ٻئي طرف سندس مخالفن ۾ بہ اضافو ٿيو.

حسين بن منصور جي اهڙن مخالفن ۾ وقت جو حاڪم خليفو مقتدر بالله بہ شامل هو. جنهن هڪ سازش تحت ڪيس 24 ذوالقعد 309 هہ / 27 مارچ 922ع تي ڪيس ڦاهي تي لٽڪايو ويو.

حسين بن منصور حلاج جي ستيتاليهہ تصنيفن جا نالا ملن ٿا. سندس عربي ديوان بہ موجود آهي. حضرت داتا گنج بخش هجويري پنهنجي نامور تصيف "ڪشف المحجوب" ۾ لکيو آهي تہ " مون بغداد جي آس پاس هن (حسين) جا هٿ لکيل گهٽ ۾ گهٽ پنجاهہ رسالا ڏٺا آهن" [20].

حسين بن منصور پهريون دفعو جذب ومستي جي حالت ۾ "اناالحق، والحق، للحق حق" مان حق آهيان ۽ حق، حق سان گڏ آهي، جو نعرو بلند ڪيو جيڪو سندس موت جو سبب بڻيو. سچل سائين سنڌ ۾ سندس ذڪر وڏي واڪي ڪيو ۽ باربار ڪيو بلڪ ائين ڪٿي چئجي تہ سچل سائين جا روحاني اڳواڻ ٿي حسين بن منصور حلاج، فريدالدين عطار ۽ خواجہ عبدالحق هئا خواجہ حسين حلاج جي مٿين الفاظن کي سچل سائين پنهنجي هڪ سرائڪي ڪافي ۾ ادا ڪيو آهي.

الحق هوالحق هو مالڪ الملڪ بي گمان هوا [21].

سلوڪ جي راهہ جا سمورا راهي هن يگاني عاشق صادق جي ساراهہ ڪندي پاڻ کي ان جي تسلسل سمهجن ٿا. حقيقت اها آهي تہ خود ۾ خدا ڳوليندڙ کي بي باڪي حسين بن منصور ٿي ڏني آهي. قلندر شهباز بہ پاڻ کي سندس پوئلڳ / يار چورائڻ ۾ خوشي محسوس ڪري ٿو. چئي ٿو:

من آن عثمان مروندي کہ يار خواجہ منصورم،
نہ لرزم از ملامت آن کہ من بردار مي رقصم.

(آئون عثمان مروندي، خواجہ منصور جو يار آهيان، خلق عجب ۾ آهي تہ ڦاهي تي بہ نچي رهيو آهيان) [22].

سچل سائين منصوري فڪر جو سنڌ ۾ وڏو مبلغ آهي چئي ٿو [23].

- هي حلاج ذرو سُڌ سرجي، تنهن سسي ڪوڙ ڪپائي.
- هي نعرو هنيائون "اناالحق" پڙهيائون، نئي سر سليائون ٿيا گم غبار ٿي منصور مستي، ڪيئن گم هستي، هنيائين دو دستي، تپش جي ترار.
- عاشق سرڪي جا پيتي اٿي سيائي هو هواءِ.

منصور شمس تبريز پارن هٿ ڪيائون جا جا.

حسين بن منصور حلاج پنهنجي عربي شعر ۾ چئي ٿو.

وغـــاب عنـــي شـــهود ذاتـــي
بالقريـــب حتـــي نيســـت اســـم
لـــم يبـــق بينـــي وبـــين الحـــق تبيـــاني
ولا دليـــل ولا آيـــاد برهـــان[24].

(منهنجي ذات جو هجڻ منهنجي نظرن کان غائب ٿي ويو ۽ قرب الاهي جي سبب مون کان پنهنجو نالو وسري ويو آهي.

نتيجي ۾ منهنجي ۽ حق (الله عزوجل) جي وچ ۾ هاڻ نـہ تـہ ڪو دليل، وچوٽي، نشان ۽ ڪا بہ شي ناهي رهي.)

سچل جي فڪري رهنمائن ۾ حضرت احمد جام زنده پيل بہ شامل آهي جيڪو قلندر شهباز جي معاصرين ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. زنده پيل جي جنم نامعلوم تاريخ تي خراسان جي هڪ شهر ترشيز ويجهو هڪ ڳوٺڙي "وامق" ۾ ٿيو. ارڙنهن سالن تائين جبلن ۽ جهنگن ۾رهي عبادت ۽ رياضت ڪندو رهيو. اتي ئي سندس ملاقات حضرت خضر ﷷ سان ٿي ۽ سندس حڪم سان "جام" شهر اچي ماڻهن جي رشد وهدايت ۾ مصروف ٿيو. سندن ڪيتريون ئي تصنيفون ٻڌجن ٿيون. جن مان خليفي چپلي پنهنجي مشهور ڪتاب "ڪشف الظنون" ۾ ڪجهہ نالا ڄاڻايا آهن.

| | |
|---|---|
| (1). رسالا سمر قنديم | (2) انس التابيين |
| (3) سراج المسائرين (3 جلد) | (4) مفتاح الجنات |
| (5) روضت الامذنبين | (6) بحارالحقيقت |
| (7) ڪنوزالحڪمت | (8) فتوح الروح |
| (9) ڪتاب الاعتقاد | (10) ڪتاب الزهديات |
| (11) ڪتاب التذڪرت | (12) ديوان شعر |

شيخ احمد جام 526 هہ / 1131ع ۽ هڪ ٻئي روايت موجب 536 هہ / 1141ع ۾ وفات ڪئي. (25)

سندس سنڌ تي گهڻو اثر آهي. ميرمحمد بکري (م: 1606ع) ۾ ايران جي سفر ۾ شيخ جي مزار تي ويو ۽ اتي هينيون ڪتبو بہ نصب ڪرايائين جنهن ۾ شيخ کي مرشد سڏيو اٿس:

مرشد نامي شيخ گرامي — احمد جامي عمر بره
سال وفاتش گرنو بجوئي — احمد حاجي قدس سره
حرر: محمد معصوم بکري نامي 1012 هہ / (1603ع).[26]





شيخ احمد جام پاڻ وڏو صوفي بزرگ هو سندس تعليمات فلسفہ وحدت الوجود جي تشريح ڪري ٿي. سلوڪ جي راهہ جي سمورين منزلن ۽ سالڪ جي ڪيفيتن جو ذڪر شيخ صاحب جي ڪلام ۾ موجود آهي. مشهور فارسي شاعر حافظ شيرازي سندن شان ۾هيٺيون شعر چيو:

حافظ مريد جام جم است، اي صبا! برو
وز بنده، بندگي برسان شيخ جام را.[27]

شيخ احمد جام پنهنجي فارسي شاعري ۾ قلندر جي تعريف ڪئي آهي:

قلنــــدر پـــر تـــو نـــور الاهـــي ســـت
قلنـــدر مطلـــع انـــورا شـــاهي ســـت

قلنـــدر مـــوج بحـــر لايزالـــي ســـت
قلنـــدر نـــور شـــمع ذولجلالـــي ســـت

قلنـــدر را علـــم از عشـــق باشـــند
قلنـــدر را دم از صـــدق باشـــند.[28]

احمد جام جو فڪري اثر اسان جي سرمست سائين خوب ورتو آهي.
ديوان آشڪار ۾ شيخ جي تعريف ڪندي چئي رهيو آهي:

نعمـــت الله جـــام احمـــد جـــام ماســـت
درميـــان ســـوز وگـــداز آرام ماســـت

مـــن شـــدم عاشـــق بنـــام آشـــفتگان
ره رفيـــق خواجـــہ احمـــد جـــام ماســـت.[29]

(حضرت احمد جام الله تعاليٰ جي نعمتن سان لبريز جام آهي ۽ سوز وگداز جي هن عالم ۾ منهنجو دوست ۽ همراهہ آهي.

آئون عاشقن جي نالي تي بہ عاشق آهيان ۽ ان معاملي ۾ منهنجو دوست ۽ همسفر خواجہ احمد جام آهي).

سچل سائين پنهنجي فارسي شاعري ۾ حضرت احمد جام جي خيالن سان ويجهڙائي رکندڙ خيال پيش ڪيا آهن، شيخ احمد چئي ٿو:





اي ذات لطيف وجود ڪامل
ذات تو بهره وجود شامل.[30]

(هوا باريڪ بين ذات جنهن جو وجود مڪمل آهي، تنهن جي هستي هر وجود ۾ شامل آهي).

سچل سائين چئي ٿو:

چہ طليور وچہ وحوش وچہ جن و ديو ولي
همہ اسرار الاهي بہ بشرهي هي بينم.[31]

(پکي هجن يا جن يا ديو پر آئون سمورا اسرار الاهي انسان ۾ ڏسان ٿو.)

سچل سرمست جي فڪري اڳواٽن ۾ خواجہ فريدالدين عطار وڏي اهميت رکي ٿو.

سرمست سائين پنهنجي فارسي ڪلام ۾ خواجہ عطار جو ذڪر ڪجهہ هن طرح ڪري ٿو:

بين ڪوچہ وبازار نيشاپور پراز درد
مشهور همانجا شد عطار بود مرد

در منطق دروصلت اوڪرده بيان
عشاق همان ست رخش زوي شده زور.[32]

(ڏسو نيشاپور جون گهٽيون ۽ بازار درد سان ڀريل آهن مشهور آهي اتي هڪ عطار نالي سان مرد ٿي گذريو آهي. جنهن پنهنجي ڪتاب "منطق الطير" ۽ "وصلت نامہ" ۾ بيان ڪيو آهي تہ عاشق اهو ٿي آهي جنهن جي چهري جو رنگ زردو هجي).

شيخ فريدالدين 'عطار' 513 هہ / 1119 ع ۾ ايران جي شهر نيشاپور ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو ابراهيم بن مصطفيٰ هو. جيڪو پڻ وڏو صوفي بزرگ هو. خواجہ عطار جو نالو تصوف جي حوالي سان وڏي اهميت رکي ٿو. سندس مشهور مثنوي "منطق الطير" وحدت الوجود جي نظريي جي وضاحت ۾ ڇپيل آهي (33). جنهن ۾ هڪ سيمرغ جي تمثيل ۾ سلوڪ جي راهہ جون ست منزلون بيان ڪيو ويون آهن جن مان گذرڻ کان پوءِ مالڪ آخري منزل بقا حاصل ڪري ٿو.

شيخ عطار ان کان سواءِ ٻيون بہ ڪيتريون تصنيفون يادگار ڇڏيون آهن جيڪي پڻ فلسفہ وحدت الوجود جي حوالي سان اهميت رکن ٿيون خواجہ عطار سنہ 627 ھ / 1229ع ۾ هي جهان ڇڏيو. (34)

خواجہ عطار فارسي صوفياڻي شاعري جو هڪ اهڙو معتبر نالو آهي جنهن جي تعليم، فڪر ۽ خيال پاڻ کان پوءِ ايندڙ ڪيترن ئي معروف بزرگن ۽ شاعرن مولانا رومي، مولانا جامي، شيخ محمود شبتري، بابا ڪمال خجندي، نعمت ولي الله، سلمان سائوجي، خواجہ ابوالخوارزمي، ڪاتبي نيشاپوري، ڪمال الدين حسين خوارزمي ۽ ٻين ڪيترن کي متاثر ڪيو آهي. اهي سمورا بزرگ ساڻس مختلف جاين تي عقيدت جو بہ اظهار ڪندا رهيا آهن [35].

سنڌ ۾ خواجہ عطار جي فلسفي جي وڏ کان وڏ پرچار سچل سرمست ئي ڪئي آهي. هي ٻئي بزرگ فنا في الله جي درجي تي پهتل آهن. عطار هر سو 'حق' جي هجڻ جي ڳالهہ ڪندي چئي رهيو آهي:

اندرون و برون، نشيب وفراز ازپس وپيش وازيمين ويسار،
شاهد "لاالہ الاهو" پيش تو پرده گيرد رخسار،
اين تماشا چو بنگري گوي، ليس في الدار غيره ديار [36].

(اندر ۽ ٻاهر، هيٺ ۽ مٿي، اڳيان ۽ پويان، کٻي ۽ ساڄي، اها ئي شاهدي آهي تہ ڪوبہ معبود سواءِ ذات باري تعاليٰ جي نہ آهي: پر تنهنجي اڳيان جسماني پردو آهي، (ان ڪري نہ ٿو ڏسين) مون ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو. جو هم سفر سرور ۽ نغمون توکي مٿي کڻي وڃي ٿو ۽ توتي نوازش ڪري ٿو. جڏهن اهو تماشو ڏسين تہ پوءِ چوڻو پوندو تہ ٻنهي جهانن ۾ ذات باري تعاليٰ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي).

قلندر لعل شهباز ان ئي خيال جي تسلسل ۾ چئي ٿو:

تجلي جلالم کرد موسيٰ را بہ بي هوشي،
بہ هين ڪار جلالم راڪہ چون بر طور خوش آيد

بيا اي مرد رازبي ازين جا تو چرا لرزي،
شهنشا هم بزم من همہ مذکورخوش آيد.

منهنجي جلال جي جلوي موسيٰ کي بہ بيهوش ڪيو اهو جلووه طور تي بہ راس آيو : اي مرد هي راز ڏسين چو تو ڏجين، مون شهنشاهہ کي اهو ئي مذڪوره راس آيو(37).

سچل سائين چوي ٿو:

خويش رابشناس درگل گوهرست
ماه پنهان کي سوو ريز غلاف (38).

(پنهنجو پاڻ کي سڃاڻ تنهنجي مٽي (جسماني صورت) ۾ سچو موتي (ذات اقدس) سمايل آهي. آخر چند ڪيستائين ڪکرن جي پردي ۾ لڪيل رهندو).

**فقير قادربخش بيدل**

سچل سرمست جو عقيدت مند ۽ نالي وارو صوفي شاعر ۽ عالم فقير قادربخش 'بيدل' پڻ قلندر شهباز جي درگاهہ جي خاص معتقدن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. سندس ولادت 1230 هہ / 1814ع ۾ فقير محسن قريشي جي گهر روهڙي ۾ ٿي. سندن والد درويش صفت انسان هو جيڪو درگاهہ جانشاهي (روهڙي) جو مريد هو. فقير قادربخش باقائده ديني تعليم حاصل ڪئي ۽ قرآن شريف ۽ حديث تي دسترس رکندڙ هو. سنڌي کان سواءِ عربي، فارسي، سرائڪي زبانن تي پڻ عبور رکندڙ هو. انهن ٻولين ۾ ڪيترائي ئي علمي تصنيفون يادگار ڇڏيون اٿس جن مان ڪيتريون ئي هن دور ۾ شايع ٿي چڪيون آهن، جن ۾ فلسفہ وحدت الوجود جي خوب اپٽار ٿيل آهي (39).

تذڪرن موجب فقير قادربخش 'بيدل' 11_12 ورهين جي ڄمار ۾ قلندر شهباز جي درگاهہ تي ويو ڪين خواب ۾ درگاهہ لعل سائين تي اچڻ جو اشارو هڪ کان وڌيڪ دفعا ٿيو جنهن کان پوءِ بيدل سائين اتي پهتو. درگاهہ ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ قرآن شريف جي ڪا سورت پڙهيائون، جنهن کان پوءِ ستن ڏينهن تائين اتي بيهوش جي حالت ۾ پيو رهيو انين ڏينهن هوش ۾ آيو پر مٿس ديوانگي جي ڪيفيت ساڳي رهي، ان کان پوءِ شعر چوڻ شروع ڪيائون (40).

سنڌي، اردو ۽ فارسي ڪلام ۾ قلندر شهباز سان پنهنجي بي پناهه عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪيو اٿس جنهن ۾ لعل سائين جي ساراهه ۽ تعريف ڪندي کين اعليٰ مقام تي پهتل ولي الله سڏي ٿو:

تون نبي جي باغ جو آن نونهال
تون علي زاده ضيائي ذوالجلال
تون حسن جو لاڏلو شهباز لال
تون حسيني بادشاه بدر ڪمال.

يـــا قلنـــدر ور واهـــر تـــي وري
ميـــر مرونـــدي رســـي ڪـــر رهبـــري.

سـرورن جـي خيـل جـو سـردار تـون
ماهـــ بُـــرج ســـيدالابرار تـــون
در دُرج حيـــدر ڪـــرار تـــون
بحـــر مـــوليٰ گـــوهر شهســـوراتون.

يـــا قلنـــدر ور واهـــر تـــي وري
ميـر مرونـدي رسـي ڪـري رهبـري.[41]

پنهنجي هڪ فارسي ۽ اردو گڏيل منقبت ۾ قلندر شهباز کي پنهنجو مرشد سڏيندي چئي رهيو آهي:

قلنـــدر جلـــوه نـــور جليـــل اســـت
قلنـــدر محـــرر ســـر خيـــل اســـت
قلنـــدر شـــافي قلـــب عليـــل اســـت
ميـــرا مرشـــد مڪمـــل هـــي قلنـــدر
حســـــيني حيـــــدري ســــلطان

قلنـــــدر آفتـــــاب اوليـــــاهي
قلنـــدر مظهـــر ســـر صـــفا هـــي
قلنـــدر صـــورت بشـــير خـــدا هـــي
قلنـــدر محـــض ذات ڪبريـــا هـــي

ميــرا مرشــد مڪمــل هـــي قلنـــدر
حســيني حيــدر ســلطان ســرور [42].

نالي واري عالم، اديب محترم لطف الله بدوي جي هي راءِ وزندار آهي ته "بيدل سائين کي سچو فيض قلندر شهباز کان حاصل ٿيو"[43]. تنهن ڪري اسين ڏسون ٿا بيدل سائين قلندر شهباز جو ذڪر بار بار ڪري ٿو ۽ کيس پنهنجو "مرشد" 'رهبر رهنما' سڏي ٿو. بيدل سائين پنهنجي فارسي ديوان 'مصباح الطريقت' ۾ لعل سائين جي تاريخ وفات غزل جي هيئت ۾ چئي ٿو:

ســرور ســند قلنــدر ڪــه زهـــي ســلطان بــود
محـــزن ســـرلدن مطلـــع نـــور جـــان بـــود
دل چـــو تـــاريخ وصـــالش بجســـتہ ز ســـرورش
هـــاتفم گفتــہ ڪــه اول لعــل يــم عرفــان بــود. [44]

بيدل سائين جي حياتي توڙي ڪلام تي قلندر شهباز ۽ قلندري فڪر جا اثر پرکڻ لاءِ هڪ جدا معالعي جي ضرورت آهي. هت فقط انهن اثرن ڏانهن چند اشارا ڪيا ويا آهن. چا ڪاڻ ته اسين ڏسون ٿا ته لعل شهباز جو اهو اثر بيدل سائين کان به اڳتي وڌيو آهي، سندس فرزند فقير محسن بيڪس جيڪو پڻ سنڌي، سرائڪي جو سهڻو شاعر هو. هن والد جي وفات کان 9 سالن کان پوءِ ٿيو،هن ورهين جي قوهه جواني ۾ هي جهان ڇڏيو تنهن پڻ قلندر سان پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيو ته ساڳي وقت اڄ ڏينهن تائين درگاهه بيدل سائين تي قلندري ڌمال / نوبت وڄائي ويندي آهي. عرس جي موقعي تي ڌمال تي گادي نشين سميت مخصوص رقص به ڪندا آهن.
سنڌي شاعرن توڙي نثر نويس قلندر جو اثر قبول ڪيو آهي ان سلسي ۾ تفصيلي اپياس گنجائش مربود آهي. هت مختصر مطالعو ڪيو ويو آهي.

**پڇاڙي**

قلندر شهباز بابت هت ڪيل هن مختصر مطالعي کان پوءِ اسان ڏسون ٿا سندس سنڌ ۾ تمام گهڻو اثر پيدا ٿيو جيڪو اڄ تائين قائم آهي. اهو اثر ٻن حوالن کان آهي. (1) عام ماڻهو جي عقيدت جيڪي ساڻس بي تحاشا پيار ڪن ٿا ۽ ان جي حالت ۾ ساڻس هر بي بنياد روايت، مافوق الفطرت ڳالهين کي به نه رڳو وڏي واکي قبول ڪن ٿا پر عام به ڪن ٿا. اهي فرد

جيڪي سنڌ فڪر سان انسيت ۽ محبت رکندي ڏانهن رغبت رکن ٿا. ٻيا اهڙا فرد علم ۽ سلوڪ جي راهه جا مسافر آهن اسان هت جيڪو مطالعو ڪيو آهي ان ۾ اهڙن ئي اهل علم ۽ سالڪن جو تذڪرو ڪيو ويو آهي. جيڪي سنڌ اعليٰ عرفان واري تعليمات جا قائل آهن.

قلندري فڪر انسان جي اندر جو فلسفو سمجهائي ٿو. هو سالڪ کي ظاهري ناهه نوهه جي بدران روح جي پاڪائي جي تلقين ڪندي تن کي تپسيا ڏيڻ ۽ ملامتي واور انداز اختيار ڪرڻ جو ڏس ڏئي ٿو. هي فڪر اڄ به پنهنجي اعليٰ هجڻ ۽ محبت جي بنياد تي قائم هجڻ سبب اوتروئي اهميت رکي ٿو جيترو ڪالهه اهميت رکندڙ هو.

### حوالا

1. مولائي شيدائي، قلندر لعل شهباز بابت ڪجهه حقيقتون. (مقالو)، 9، ماهوار نئين زندگي ، قلندر شهباز نمبر 1975ع.
2. عبدالمجيد سنڌي، پاڪستان ۾ صوفيانه تحريڪين 258، (اور ديگر)، سنگ ميل پبلي ڪيشنز لاهور 1994ع.
3. حوالو نمبر 1.
4. شجره خاندان بخاري (قلمي) ملڪيت: پروفيسر ڊاڪٽر ممتاز بخاري، ص 3_2_1 . هالا نوان.
5 حوالو نمبر 2، ص 238 کان 245 تائين.
6. مولانا دين محمد وفائي، تذڪره مشاهير سنڌ، (جلد ٻيو) ص 103، سنڌي ادبي بورڊ 1985.
7. ساڳيو.19
8. ميرعلي شير قانع، تحفت الڪرام 355، سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد. سنڌي ادبي بورڊ 1976ع.
9. ساڳيو.
10. حوالو نمبر 2.
11. حوالو نمبر 4، ص.3
12. حوالو نمبر 8، ص.611
13. ڊاڪٽر نواز علي شوق، قلندر صوفي ۽ ملامتي ص 38، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ 2012.
14. ٻانهو خان شيخ، شاهه جو رسالو (جلد اول) ص 7_66، شاهه عبداللطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي 2001ع.
15. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شاهه جو رسالو (جلد ائون_ نائون) ص 433، علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، 1999ع.

16. حوالو 15، ص. 370.
17. حوالو نمبر 14، (جلد ٽيون) ص 27، کان 141 (مختلف صفحا)
18. حوالو نمبر 15، ص. 4.
19. ڊاڪٽر مخمور بخاري، سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر، ص 11 کان 39 (مختلف صفحا)، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ 2011ع.
20. حسين بن منصور حلاج جي زندگي جا حالات محمد اڪرم چغتائي جي مقالي "حلاج حيات تصنيفات وماخذ" شامل حيات و ڪلام — حسين بن منصور حلاج، مرتبين: شيما مجديد ـ علام جاويد، علم وعرفان پبلشر لاهور 2006 تان ورتا ويا آهن.
21. مولانا صادق راڻيپوري، سچل جو رسالو (سرائڪي ڪلام)، ص 463، روشني پبليڪيشن 1997ع.
22. مخدوم غوث محمد گوهر، (مرتب — مترجم) شاهباز نامہ، ص 96، الڪبير اڪيڊمي ڪونڙي ڪبير 1993ع.
23. عثمان علي انصاري (مرتب)، سچل سرمست جو ڪلام، مختلف صفحا — سنڌي ادبي بورڊ 1982ع.
24. حيات وڪلام حسين بن منصور حلاج.
25. ڊاڪٽر خضر نوشاهي، آشڪار جي ڪلام تي احمد جام جي فڪر ۽ ڪلام جا اثرات، (مقالو) سرمست 18، ص 45ـ44ـ43 ـ 1998ع.
26. سيد حسام الدين شاهہ راشدي، امين الملڪ ميرمحمد معصوم بکري، ص 143، سنڌي ادبي بورڊ 2005ع.
27. ساڳيو.
28. حوالو نمبر 13، ص. 38.
29. قاضي علي اڪبر درازي، (مرتب — مترجم)، ديوان آشڪار (جلد ـ1) ص 67، اوقاف کاتو حڪومت سنڌ 1981ع.
30. حوالو نمبر. 25.
31. حوالو نمبر 29، جلد ٻيو، ص. 20.
32. حوالو نمبر 29، جلد — اول ص. 89.
33. پروفيسر مقبول بيگ بدخشاني، تاريخ ايران، (جلد دوم)، ص 281، مجلس ترقي ادب لاهور.
34. ساڳيو.
35. حوالو نمبر 20، ص. 173.
36. فريدالدين عطار نيشاپوري، ديوان عطار، مرتب: سعيد نفيسي، ص 50، چاپ سوم، ڪتاب خانہ سنائي تهران.
37. حوالو نمبر 23، ص. 86.
38. حوالو نمبر 29، جلد اول. 184.
39. حوالو نمبر 19، ص 5ـ294

40. گدومل هرجاڻي، ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ 1940، بحوالہ بيدل سائين جو رسالو مرتب: اختر درگاهي 2011ع.
41. اختر درگاهي، (مرتب)، بيدل سائين جو رسالو ص 234، بيدل يادگار ڪميٽي روهڙي 2011.
42. ساڳيو ص.80
43. لطف الله بدوي، تذڪره لطفي .1952
44. فقير عبدالقادر عرف قادربخش بيدل، ديوان مصباح طريقت، (فارسي)، مرتب: ڊاڪٽر خضر نوشاهي، ص 185، بيدل يادگار ڪاميٽي روهڙي 2011ع.

# سيوهڻ، قلندري ميلو



نور محمد شاهه

شهر پاهران قلندر جي سوني گنبذ تي نظر پوڻ سان يا ڪافر ڪوٽ تي بيهي شام جو شهر سيوهڻ ڏانهن نهارڻ سان، تاريخ جي بي قرار روح مٿي جيڪي ڪيفيتون رچن ۽ نچن ٿيون، تن جا رنگ ۽ انگ اڻ لکا هجن ٿا، جن کي بيان نٿو ڪري سگهجي. سيوهڻ جي گهٽين ۾ گهمندي ماٿهو جڻ تاريخ جي روح جي عجائب گهر ۾ وڃائجي وڃي ٿو. شهر ۾ فقيرن ۽ ملنگن کي ڏسي، ڪافين ۾ جهاتيون پائي نهاري، قلندر جي دربار ۾ درد وندن جون دانهون، پڪارون، سينون ۽ نغارا ٻڌي، نئين علم هيئان شام جو مريضن، فقيرن ۽ سڪائن وارن کي ڏسي، سون جي دروازي ۾ اميدن جا ڪرف ڪڙيل ۽ پئسا اڇليل ڏسي، ڏمال تي بي خوديءَ ۽ مستيءَ جو رقص ڏسي، قلندري ايوان مان آسمان ڏانهن نهاري ٿڏو ساهه نڪري وڃي ٿو. پراٽي علم جي اوچائيءَ ۽ اُن جي ريتي لال جهنڊي جي لهرن ۾ نهاري، هيٺ ماتم جو منظر ڏسي دل روئي پوي ٿي. رجبيءَ جي هڪ رات لاءِ ماڻهن جا انبوهه ۽ اُنهن جي ڳچين ۾ ڳاڙها پيلا ڳانا ڏسي، هر عيد تي هِتي ماڻهن جي آمد ڏسي، شهر ۾ لال جا نعرا ٻڌي، ميلي ۾ ملتان جي ملنگن ۽ پنجاب جي عوام جي اُٿل ڏسي، چوٽنييءَ تي چوقيرا، ٽڪرين تي پٿر چٽائي ۽ جبل ۾ ڊوڙون ڊڪون-- غريبن جو هِتي هي حج ڏسي، لنواريءَ واري کي ياد ڪري، سوني گنبذ ڏي نهاري، سنڌڙي سنياري، ڳوڙها ڪري پون ٿا.

سيوهڻ جي ايرندي ۾ سنڌو درياءَ ساٽي ساهه سان واريءَ تان وهندو ڏسجي رهيو آهي. سج جي تاءَ تي پگهرجندڙ برف جو اُهو صاف ۽ چلڪندڙ پاڻي، پنهنجو سارو ست ۽ سونهن اصل کان حيات کي اربي، مٽي ۽ ميدانن تان ليٽڙبو جيوت جي جياپي لاءِ ڪاڏ پيٽ جي پورت ڪندو اڄڪلهه هتان

سينواريل ميرانجهڙي صورت سان، سائيءَ جي مريض واري حالت ۾، سمنڊ ڏانهن وهندو وڃي رهيو آهي. پر هن حال ۾ سندس فطري پنڌ پورو ٿيڻ يا مقصد کي ملڻ وارو ارادو اڌ ۾ رهجي ويجي ٿو ۽ ڄامشوري واريءَ ۾ ٿي اُن جا پساهه پورا ٿين ٿا.

سيوهڻ جي اولهندي ۾ ايشيا جي اُها وڏي سحرائي ڍنڍ منڇر آهي، جنهن ۾ جڏهن جبلن مٿان ڪڪرن منجهان ڪريل پاڻي، نئين جي صورت ۾ لهي اچي پوندو آهي ته ڪائنات جي پولارن منجهان وحدت لا وجود جو نغمو وڄڻ لڳندو آهي-- جنهن تي ماڻهوءَ مان انا جي انڌ، مايا جي موهه، حسد جي هَچا ۽ ظلم جي زور جا هٿ هٺي ويندا آهن. ماڻهو هوا کان هلڪو صبح جي هير جهڙو ٿي، سهڻي سدوري ارادي سان، سڳنڌ جو گهورو بڻجي، خوشبوءِ ۽ خير ورهائيندو وتندو آهي.

مهراڻ، منڇر، ڪُنداهه ۽ لڪي جبل واري هن زندگيءَ جي چوواٽي تي، تاريخ جي هن قديم شِوَ آستان جي دڙي واري شهر جي لاهين چاڙهين وارين سوڙهين گهٽين ۾ هلندي، قديم سنڌ جي روح لتاڙجڻ جو احساس ٿئي ٿو. اچو ته هن شهر جي نانءَ مٿان تاريخ جو ڪريل لٽ لاهي، سيوهڻ جي جيءَ اندر جهاتي پائڻ جي ڪوشش ڪريون.

ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي تحقيق موجب:

"اُهي آريا، جي پنهنجي وڏي ڏاڏي جي نالي پنيان 'شِوَي آريا' سڏبا هئا سي شِوَ ديوتا جا به پوڄاري هئا. اُهي سيوهڻ ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ رهندا هئا ۽ سيوهڻ کي اُهو نالو انهن ڏنو. مقامي ماڻهو اڄ به 'شِوَ' جي ميلي کي 'سو' جو ميلو سڏين ٿا. اُهو ڏيکاري ٿو ته 'سِوَ-استان' بدلجي 'شِوَاستان' يا 'سيوسان' ٿيو جو هينئر 'سيوهڻ' سڏجي ٿو." (1)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي لغات ۾ لفظ 'شِوَ' جون هي معنائون لکيون آهن:

شِوَ: صفت: ڀلارو، بختاور، نصيبدار، واڌارو ڪندڙ خوش. لغوي معنيٰ ۾: مخلوق کي فنا ڪندڙ ناس ڪندڙ برباد ڪندڙ. (اسم خاص) هندن جي ٽن ديوتائن مان هڪ جو نالو. (جو مارڻ جي قدرت رکي ٿو ۽ سڀ کان گهڻي ان جي پوڄا ڪئي ويندي آهي.) (2)

شو / شوون: ٻڙي، واپارين جي اصطلاح ۾ ڪجهه به نه.

هن لفظ جي انهن ٽنهي صورتن جي معنيٰ گڏي جيڪڏهن لفظ جي مڪمل مراد وٺبي تہ اُها علم رياضيءَ جي علامتن ۾ هيئن لکي سگهبي: = – + x – ان جي لفظي مراد وٺي سگهجي ٿي. جياپي ۽ موت جي نفيءَ جو فاعل نفي، جنهن کي صوفين جي عاشقاڻي اصطلاح ۾ ڪاسائي سڏيو ويو آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ سر ڪلياڻ جو غاضب فاعل استعارو اِهو ئي آهي.

ڪُهن تان ڪُرلهن، ڪُرلهن تان ڪُهن،
سيئي ماءِ مُهن، سي ئي راحت روح جي.

❊❊

ڪُهن ۽ ڪوڻين، اِيءَ پر سندي سڄڻين،
سوريءَ چاڙهيو سپرين، ڏنبِ ڏيهاڻي ڏين،
وينا ورهہ وڻين، آءُ واڍوڙيا وِهاءِ تون.

شِوَ جي مٿين حقيقت، اسان کي سيوهڻ جي اُن قديم ڪهاوت ڏانهن وٺي هلي ٿي، جنهن موجب:

قديم دؤر ۾ هتي انود نالي هڪ ڪاسائي رهندو هو جنهن کي هتي هڪ گهري اونهين کڏ هئي. انود انسان ڪهڻ جو ڪسبي ڪاسائي هو. هو ماڻهوءَ کي ڪهي ان جا هڏا ۽ رت انهيءَ کڏ ۾ اڇليندو هو ۽ گوشت وڪڻي ڇڏيندو هو.

هن ڪهاوت ۾ شِوَ جو فاعل مستعار آهي ۽ ان جو مفعول پنهنجي ٻنهي فطري حقيقت، يعني حياتيءَ ۽ موت جي مظهر ۾. مادي صورت اندر اسان کي ستين صدي هجري وقت جي، قلندر جي آمد سان منسوب. بودلي نالي هڪ عاشق فقير جي قصي ۾ لڀي ٿو. روايت موجب:

بودلي نالي هڪ عاشق فقير، قلندر جي هدايت تي اڳواٽ سيوهڻ پڳو هو ۽ هتي مرشد قلندر جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾، آجيان خاطر سيوهڻ جون گهٽيون ٻُليون، پنهنجي ڏاڙهيءَ سان پيو ٻهاريندو هو. طويل انتظار کانپوءِ نيٺ هڪ ڏينهن هو گوشت وٺڻ خاطر ڪاسائيءَ وٽ ويو هو. انود ڪاسائيءَ کيس ڪُهي وڪڻي ڇڏيو. بودلي جو گوشت شهر جي چلهن تي ويجي چڙهيو. جڏهن عاشق انهيءَ حال کي ويجي رسيو تہ پوءِ دير ڪري آيل قلندر کيس شهر ۾ نہ ڏسي سڏڻ لڳو. پهرئين سڏ تي بودلي جون ٻوٽيون

ڪڙهاين ۾ ڦٽڪڻ لڳيون، ٻئي سڌ تي هو اٿيو ۽ ٽئين سڌ تي لال جسم ساڻ قلندر يار اڳيان اچي پڳو هو.

قلندر ڪي ٻولي جي اِها سيوهاڻي سُهائي— فنا ۽ حضور جي توحيد واري لالائي صورت، جنهن ۾ ايثار ۽ احتجاج، ڪمال ۽ زوال هڪ جاءِ هو وٺي وئي. پاڻ سلوڪ جو وڏيڪ سيلاني سفر ختم ڪري، هن مٽيءَ کي مسڪن بڻائي، عشق جي هن روايت جو امين بڻجي ويهي رهيو. حضرت عثمان مرونديءَ، قلندري تہ پاڻ سان آزربائيجان مان آندي هئي، پر هو لالڻ سائين سيوهڻ ۽ سنڌڙيءَ ۾ بڻيو هو.

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي لکن ٿا:

اسلامي تصوف ۾ حب الاهي جي خيال کان ٿي مدرسا ۽ اسڪول ٿي گذريا آهن. پهريون مدرسو آهي بايزيد بسطاميءَ جو بسطام ۾ هن جو نالو طيفور بن عيسيٰ هو ۽ ڪنيت بايزيد. جنيد بغداديءَ کان عمر ۾ وڏو هو ۽ اصفياءَ ۾ پهريون قلندر ۽ ملامتي هو. وحدت وجود ۾ هن جو استاد ابوعلي سنڌي هو. سنڌ سان هن نسبت ڪري هن پنهنجو داماد بہ علامہ ديبلي صوفي سنڌيءَ کي بنايو. حضرت قلندر شهباز جو قلندريت ۾ سلسلو اُن سان ملي ٿو.(3)

سيوهڻ جي ثقافتي تاريخ جي پيڙهہ انود ڪاسائيءَ واري انهيءَ اونهين کڏ تي آهي، جنهن جا اڻ مٽ نشان شهر جي دل تي اڄ بہ اڪريل لين ٿا ۽ ٻيو اهو صوفياڻي اصطلاح وارو ڪافر ڪوٽ آهي، جنهن کي عرف عام ۾ سيوهڻ جو قلعو سڏجي ٿو سو هن شهر کي تاريخ جو ڏنل ڏاج آهي. انود ڪاسائيءَ جي کڏ، ڪلاسيڪل استعارو آهي. هيءَ دنيا سڄي انود ڪاسائيءَ جي کڏ آهي، جتي راهہ حق جا طالب وصل کان اڳ ڪٺا وڃن ٿا. محبوب ازليءَ جي اها ڪاسائيءَ واري ڪار جنهن لاءِ لطيف سائينءَ چيو تہ:

ڪاتيءَ ڪونهين ڏوهہ، ڳن وڍيندڙ هٿ ۾،
پسيو پر عجيب جي، لڇيو وڃي لوهہ،
عاشقن اندوهہ، سدا معشوقن جو.

سيوهڻ عاشقن جي ايثار ۽ خون جي فرياد جي روايت جو شهر آهي. انود ڪاسائيءَ واري اونهين کڏ اندر عاشقن جي خون مان نپوڙيل لال جهنڊو، قلندر جي پراڻي علم جي اوچي انگاس تي چڙهيل آهي، جيڪو آسمان تي

طالب جي خون جو ثبوت ڏئي فرياد پيش ڪري رهيو آهي. فرياد جو اهو عَلم شايد انصاف واري ڏينهن تائين چڙهيل رهندو.

سيوهڻ جي روايتن ۽ رسمن تي غور ڪجي ٿو ته انهن جي اندر ڪلاسيڪل عشق جي سمورن عنصرن جو باريڪ رنگن ۾ انضمام نظر اچي ٿو پر سيني تي غالب رنگ لال آهي. سيوهڻ ان لال رنگ جي روايت جو امين آهي. هونئن ته ڳاڙهو پيلو سائو ۽ ڪارو سڀ ڪلاسيڪل رنگ آهن ۽ ايشيا سڄيءَ جي شاعريءَ ۾ مستعار آهن. سيوهڻ ۾ به ماڻهو انهن سيني رنگن ۾ عقيدت جا هار ڳانا جوڙي ڳچين ۾ پائين ٿا ۽ ملنگ پنهنجين ٽوپيين ۾ انهن رنگن جي وحدت سبي پائين ٿا. پر انوڌ ڪاسائيءَ واري عاشقن جي لال خون واري اصل اونهين ڪڏ سيوهڻ ۾ ئي آهي، جنهن جو ريج ايشيا سڄيءَ ۾ آهي:

رت جي بوءِ پٽن ۾ آهي، ڏرتي آ شمشان قلندر

**لال رنگ** ۾ شهادت ۽ ڪمال مستعار آهي، جنهن ۾ خون ۽ ڪٿوري، فنا ۽ بقا، اقرار ۽ انڪار، عمل ۽ اميد هڪ جاءِ آهي- جدا نه آهي. اهڙي فنا ۽ حضور جي توحيد- دنيا جي ٻئي ڪنهن رنگ ۾ نه آهي. هڪڙي روايت موجب بايزيد بسطاميءَ چيو ته:

ابو علي سنڌيءَ کان مون "فنا ۽ توحيد" جو علم سکيو ۽ ابو عليءَ مون کان "الحمد ۽ قل هو الله احد" جو تفسير معلوم ڪيو.[(4)]

گيڙو رنگ بيماري ۽ ضعيفيءَ جي علامت آهي، جنهن ۾ مريض کي علاج جي حاجت هجي ٿي. جو ان کي اجا ساهه جو سانگو هجي ٿو. قريب المرگ حالت ۾ هو موت ڏسي روئي ٿو جيءَ دان لاءِ ليلائي ٿو. پر ڳاڙهي رنگ جي روايت جو امين لال لطيف چوي ٿو:

سر ساهه سين سين، جيئڻ گوشي جاءِ،
مرڻ مون سين آءِ، پنيءَ توءِ پنڌ ڪريان.

سائو رنگ عقيدي ۽ عمل جو آهي، جيڪو مذهبن ۽ شريعت وارن جو آهي.
ڪارو رنگ عقيدي ۽ عمل جي نراسائي تي ورهه ۽ وڇوڙي جي احتجاج جي روايتن وارن جو رنگ آهي.

قلندرَ احتجاج جي هڪڙي پنهنجي روايت جا عالي امام بڻيا، هو راهه رسم سڀ ڇڏي، گناهه ثواب کان مٿي رهي، لوڪ لڄ، مال مڏ ۽ لئي لذت کي ڇڏي، ڏاڙهي، مڇون ۽ ڀرون ڪوڙائي، الفي پهري، ڪڙا ڪولابا ڪراين ۾

پائي، ڪنڌ ڪنڌ ۾ وجهي، جسو زنجيرن ۾ مٿي کان پيرن تائين پوئي، گهنگهرو پيرن ۾ پائي، رلي ڪلهي تي رکي — اهڙيءَ طرح فطرت ۽ تاريخ جي جبر ۾ فرد جي روح جو پورو بت ٻڌجي، بي خوديءَ جو ناچ شروع ڪري ڇڏين ٿا:

آهن قلندر روز شب، پنهنجي خوديءَ ۾ خود غرق،
حاجت نہ صوم صلوات دي، خواهش نہ حج زڪوات دي،
چاهت نہ ذات صفات دي، هڪ شان وحدت جي ۾ غرق.

سچ جي تاءَ تي بصيرت جي اک جيئن ئي کلي ٿي تہ انسان کي پهرئين نظر ۾ پنهنجو وجود عمل جي بنياد تي بيٺل نظر اچي ٿو. سماج ۾ فرد جي وجود جي حيثيت ۽ وقعت، توڙي تاويلي طور زندگيءَ جي حق ۽ حسن جي حقيقت جو بنياد بہ عمل تي نظر اچي ٿو. عمل بابت اهو تصور رواجي ۽ عقيدي جي صورت ۾ هجي ٿو. ماڻهو جڏهن رواج ۽ عقيدي جون عادتون ۽ حجاب توڙي نظر ڪري ٿو تہ کيس ساري سچ نظر اچي ٿي. اهو ڏسندي شاهہ لطيف چيو هو:

گولي پڄ گناهہ کان، ڪونهي مول ثواب

يعني گناهہ تہ ڪنهن بہ صورت ۾ روانہ آهي جو اهو نسورو ئي نقصان آهي، ان ۾ ڪو نفعو ڪونهي. پر ماريو انهيءَ حقيقت اٿئون تہ ثواب ۾ بہ ڪو ثمر ڪتي آهي؟! پوءِ چيائين تہ:

حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،
لڳي ماٺ مرن کي، ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري، اوپر اپري ڪونہ ڪي.

هيءَ انساني انا، عقيدي ۽ عمل جي بي ثباتي، جنهن کان اڳي فرد تي معاشرتي انا جي بي ثباتي ثابت هوندي آهي ۽ سماجي مصلحت خاطر اصلاح عمل جي عاجزيءَ کان پوءِ فرد تي جيڪو حال تاري ٿئي ٿو، سو اهو بي خودي ۽ مدهوشيءَ وارو ئي هجي ٿو.

گناهہ ۽ ثواب، جزا ۽ سزا جا قدر عمل جي اصلاح واسطي مروج ٿيا پر پوءِ وبال جان ۽ عذاب اعمال ثابت ٿيا. امر غيب واري هدايت ۽ تعليم تي عقيدو ۽ اخلاق- شريعت، طريقت، رياضت، رهبانيت، ڪشف ۽ معرفت جا

حيلا ۾ حاجتون هلائڻ سان بہ جي حاصل نہ ٿئي تہ پوءِ فرد پنهنجو احتجاج نهايت درد ڀرئي حال ۾ ظاهر ڪري ٿو. فطرت ۾ تاريخ جي جبر جو ڀرپور پڌرو ڪندڙ تاريخ جي ان ڪردار تي نالو 'قلندر' پيو.

مولانا قاسمي صاحب لکي ٿو تہ:

> قلندري طريقو حضرت سيد جمال مجرد کان شروع ٿيو جيڪو وڏو عالم ۽ فاضل هوءِ ڪيترو وقت مصر ۾ مفتي تي رهيو. ڪيس مصر جا ماڻهو "ڪتب خانہ روان" (موبائيل لئبرري) چوندا هئا. هن کان جيڪو بہ مسئلو پڇيو ويندو هو، هو ان جا جواب نہ پر ڏيندو هو ۽ ڪو بہ ڪتاب ڪونہ ڏسندو هو. اوچتو مٿس اهڙو جذبو ۽ حال تاري ٿيو جو ڏاڙهي، مڇون ۽ ڀرون ڪوڙائي قبرستان ڏانهن هليو ويو ۽ هڪ چادر ويڙهي قبلہ ڏانهن منهن ڪري حيرت زده ۽ ديوانہ وار آسمان ڏانهن نظر جمائي ويهي رهيو. جمال مجرد کان پوءِ جيڪو سندس جاءِ نشين ٿيو تنهن پنهنجي ڏاڙهي مڇون ۽ ڀرون ڪوڙائي اهو ئي لباس ۾ صورت اختيار ڪئي.(4)

توڙي جو: "هرڪہ سرمي تراشد، قلندر نہ باشد." (هر ڪوئي مٿو ڪوڙائي قلندر ڪو نتو ٿي پوي) پر رسمي قلندري طريقت اها ئي آهي.

قلندر وجود جي ٽن بنيادي جبلتن جو عملي ۽ علامتي احتجاج ڪن ٿا. منهنجيءَ نظر ۾ اُهي ٽي بنيادي جبلتون جن تي ماڻهوءَ جي وجود جو آڌار هجي ٿو سي هي آهن: (1) عزت نفس (2) پيٽ (3) جنس.

قلندر انهن ٽنهي جبلتن سان جيئڻ خلاف عملي ۽ علامتي طور تعلق منقطع ڪن ٿا. چون ٿا تہ انسان فقط ايتري لاءِ ئي تہ ڄڃو پيدا ٿيو آهي؟!

1. عزت نفس جي رواجي گهرجن سان تہ هو ڳالهائين ئي ڪونہ ٿا، تن کان تہ گهڻو ۾ قطعي بي نياز رهن ٿا. پر هو عرفان نفس جي پارسائي، نيڪي ۽ شرافت کان مٿي وڃي- بي پرواهيءَ ۾ بي نيازيءَ سان، ان کي نيچ ڪن ٿا. هو وندر واري صورت جو بي پاڙو پولو پرم پيچي، نيڪن ۽ شريفن واري شڪل ۾ شبيهہ جي ظاهري صورت ئي ميساري، پارسائي ۽ پاڪائيءَ جا پاڙا پٽڙي، گنهگارن ۾ غريبن سان اوڏو اڏي، گناهہ کي تہ ڪڏ ۾ چڏي، ثواب جائي ليڪا لنگهي، اعليٰ ۾ ادنيٰ جا امتياز اورانگهي، وڃي رقص تي ئي ريجهہ ڪن ٿا.

2. پيٽ لاءِ ئي ويهي لوڙين ۽ لوچين بہ ڪونہ ٿا. پيٽ ڪٽي لاءِ ئي جي جيئڻو ٿيو تہ پوءِ ڇو نہ ان جانور وانگر در در تان گرهہ ڪٽي بول پرجي! هو ان طرح پنهنجو پاڻ کي ان جانور جي حال ۾ پائين ٿا. جنهن جو مقدر پيٽ لاءِ لئيون پتر جهلڻ ئي هجي ٿو.

3. شاديون ڪونہ ڪيائون، هميشہ لانگوٽا پائي پئي هليا. سيوهڻ ۾ ستي جَتيءَ جي روايت آهي. ڪنهن زماني ۾ هتي هڪڙي عورت ننگي گهمندي هئي، چوندي هئي هتي ڪوئي مرد نہ آهي. حضرت قلندر شهباز ۽ جمن جَتي ستيءَ سميت سيوهڻ جا سيئي سالڪ ستروارا سڏجن ٿا.

ڊاڪٽر درشهوار سيد لکيو آهي تہ:

قلندر جي معنيٰ آهي روحانيت يا Spirituality ۾ غرق اُهو شخص جيڪو تمام سماجي ۽ معاشرتي قائدن قانونن کان آزاد هجي. جنهن تمام Inhibition ۽ Taboos ترڪ ڪري ڇڏيا هجن. يعني تارڪ دنيا شخص جنهن جو تعلق قادر مطلق سان هجي ۽ خالق حقيقي جي عظمت، جمال، فڪر ۽ ذڪر ۾ ايترو غرق هجي جنهن کي دنيا جي ڪا پرواهہ نہ هجي.

قلندر سماجي ۽ اخلاقياتي پهلوءَ جي پابندين جي بہ پرواهہ نہ ڪندو آهي، هو آزاد زندگي گذارڻ جو عادي آهي. عشق خداونديءَ جي نشي ۾ مست هوندو آهي. هن جو دنيا سان ڪو تعلق نہ آهي. مخلوق ۽ سماجي قائدن قانونن جي بہ هن کي ڪاڻ ڪانہ آهي.

قلندرن جا بہ قسم هوندا آهن، جن ۾ هڪ کي قلندري چوندا آهن، ٻين کي ملامتي. حضرت ابو حفس عمر بن عبدالله السهروردي مطابق ملامتي صوفي اُهو آهي جيڪو پنهنجي خوبين جي نمائش نہ ڪري ۽ خامين جي پرده پوشي نہ ڪري. هو ڪنهن کان بہ خوف نٿو ڪائي ۽ نہ ڪنهن ٻئي جي خامين تي تنقيد ٿو ڪري. هن جي زندگيءَ جو محور صرف ۽ صرف الله ۽ الله جي محبت آهي.

ملامتي صوفيءَ جي خصوصيت اِها آهي تہ هن جو ظاهر، هن جي باطن کي لڪائي ٿو. هو صوفين جيئن روحاني مرتبي يا

نيڪ اعمالن جو خواهشمند ڪونہ آهي. چاهي هو ڪيترو بہ باڪمال شخص ڇو نہ هجي پر هُن جي ڳالهين مان اُها جهلڪ نظر ڪانہ ايندي پر اُن جي ابتڙ هو پنهنجو پاڻ تي ملامت ڪندا آهن ۽ ڄاڻي ٻجهي اهڙيون حرڪتون ڪندا آهن، جنهن جي ڪري ماڻهو مٿن ملامت ڪندا آهن.

قلندر شهباز لاءِ بہ اهو مشهور آهي تہ پاڻ سماج ۽ معاشري جي پرواهہ نہ ڪندا هئا. ۽ سندن ظاهر باطن جي ابتڙ هوندو هو جنهن ڪري کين ملامتي صوفي يا قلندر چئي سگهجي ٿو.[5]

حيدري قلندر حضرت عثمان مرونديءَ جو سنڌ ۾ سيوهڻ ۾ اچڻ جو سبب ۽ هتي سڪونيت اختيار ڪرڻ جو مقصد- ملان، مشائخ ۽ درگاهي اديب ٿي نہ پر فقراءِ ۽ ملنگ بہ هيسيتائين هڪ ٿي ٻڌائيندا اچن ٿا تہ: حضرت قلندر شهباز هڪ مذهبي مبلغ ۽ معلم جي حيثيت ۾ هن گنهگار شهر ۽ ديس ۾ عقيدي ۽ اصلاح عمل جو مشن کڻي آيو هو جنهن جي تڪميل هتي رهي ڪئي اٿن. حضرت عثمان مرونديءَ جو جيڪڏهن مشن اهو ئي هجي ها تہ پوءِ ان وقت پنهنجو وطن ڇڏي هيڏانهن اچن ئي ڪونہ ها. ڇو تہ اهڙي ڪم جي سڀ کان وڌيڪ حاجت انهيءَ وقت جي تاريخ سندن وطن ۾ ئي ڏسي رهي آهي، جتي مسلمانن جي رت جو درياءُ وهي رهيو هو. مولانا قاسمي صاحب خود لکي ٿو:

هجري ڇهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۽ ستين صدي جي ابتدا مسلمان حڪومتن لاءِ اهو منحوس دؤر گذريو آهي، جنهن ۾ تاتاري فوجن کين نهوڙي ڇڏيو. لکين ڪتاب ساڙيا ويا، مدرسن ۽ عالمن کي ختم ڪيو ويو. دجلہ درياءُ مسلمانن جي رت سان سرخ ٿي ويو. خوارزم جي وڏي مملڪت اسلاميءَ جي تباهيءَ سان گڏ بغداد جي سون سالن جي خلافت عباسيہ کي بہ نهوڙي ناس ڪيو ويو. افسوس تہ اهو آهي تہ مسلمانن جي هن تباهيءَ ۾ خود ڪن مسلم عالمن وڏو ڪردار ادا ڪيو ۽ مخبري ڪري تاتاري فوجن کي مسلمانن تي حملي ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو ويو. تاريخ ۾ اهو دؤر مسلمانن لاءِ عام طرح ۽ مسلمان عالمن ۽ مشائخن لاءِ خاص طرح تباهيءَ جو دؤر ڳڻيو ويو آهي. سوين

ديني عالم ۽ روحاني مشائخ تاتاري ظالمن جي ترارين جو لقئمہ اجل بڻجي ويا ۽ ڪيترائي عالم ۽ درويش پنهنجي ديس کي خيرباد چئي هجرت ڪرڻ تي مجبور ٿي ويا. اسان جو سيوهاڻي شهباز مخدوم حضرت عثمان مروندي تاتارين جي ڪاهن ۽ ظلمن کان مجبور ٿي پنهنجو وطن مروند/آزربائجان ڇڏي اچي برصغير پاڪ و هند ۾ مقيم ٿيو.

مولانا صاحب وڌيڪ لکن ٿا:

مسلمانن جي پاڻ ۾ اختلافن سبب عالم اسلام ۾ ملت جو اتحاد ختم ٿيڻ لڳو آزربائيجان علائقي ۾ مذهبي ڇڪتاڻ، سياسي ڪشيدگي ۽ تاتاري ظلمن سببان، حضرت شيخ مروندي پنهنجي جنم ڀوميءَ کي الوداع ڪري سياحت ۽ علم عقلي ۽ نقليءَ جو اڀياس ڪندي سنڌ هند ولايت ڏانهن روانو ٿيو.

اِها تاريخي حقيقت نہ صرف قلندر جو سنڌ ۾ آمد جو سبب ڏسي رهي آهي، پر ان جي بہ عڪاسي ڪري پئي جن حالتن جي پيٽ مان شهباز قلندر جي شان واري تاريخي شخصيت اڀري آئي هئي. اهڙي ڪيفيت ۾ قلندر جڏهن سنڌ ۾ سيوهڻ پڳو تہ هتي فنا ۽ حضور جي توحيد واري روايت کان متاثر ٿي رهي پيو. جو انهيءَ روايت سبب هيءَ سر زمين انتهاپسنديءَ جي آڙاهہ کان آجي هئي. رواداريءَ بي خوديءَ جي هن ديس ۾ ماڻهپو، محبت ۽ مروت مٽين هئي جنهن ڪيس لال بڻائي ڇڏيو.

اسلام جي تاريخ کي ڏسجي ٿو تہ پيغمبر اسلام جي نور ۽ توحيد واري تعليم سندن وفات کان پوءِ نفرت ۽ رتوڇاڻ هيٺ وينديرهي آهي. وڏن خليفن جي شهادت کانپوءِ، هو پيغمبر اسلام جي ٻچڙن سان ڪربلا جو واقعو ڪري، دنيا جي تاريخ کي قيامت تائين ڪارو ڪري، اڪين ۾ اُهو رت ڀري ڀڳا جنهن جي انڌ ۽ ملوڪيت جي منڊ ۾ دنيا جون ڪئين قومون ۽ ملڪ تاراج ۽ تباهہ ڪري، رت جا درياءَ وهائيندا ويا ۽ اج تائين بس نہ ڪئي اٿن. انهن حضرت عثمان مرونديءَ جي وطن جي بہ سار لڌي ۽ پوءِ سنڌ بہ پڳا. قلندر پنهنجي وطن جون اُهي حالتون ڀوڳي، تاريخ جي وڏي مشاهدي بعد پنهنجي وڏيءَ عمر ۾ سنڌ ۾ آيو هو ۽ معلوم ائين ٿو ٿئي تہ هتي جي ڪلاسيڪل روايتن کان متاثر ٿي رهڻ پسند ڪيو هئائون.

هڪ زباني روايت موجب: سيوهڻ ۾ چوٽنيءَ واري ٽڪريءَ تي قلندر

شهباز سان سنڌ جي عاشقن ۽ عارفن جي هڪ گڏجاڻي ٿي هئي، جنهن جي ايجنڊا ملنگ هيءَ ٻڌائين ٿا:

بي داد ننگر تي چرپٽ راجا جو راج هو ۽
ڪافر ڪوٽ ۾ بودلو ست دفعا ڪنو هو.

چرپٽ راجا ڪو حقيقت ۾ هتي جي تاريخ جو راجا هو يا نه پر مراد مستعار آهي: انڌ جي عقيدن جي خون خوار وحشي رسمي ويا ۽ ظلم ناحق جو وبال جنهن ايشيا سڄيءَ انسانيت جو جيئڻ جنجال بڻايو هو.

باقي ڪافر ڪوٽ ته اُهو آهي جنهن لاءِ لطيف سائينءَ مارويءَ ۾ چيو:

ڪيم مهاڙ ملير ڏي، متي ڪوٽ چڙهي،
نت نهاريم ڏيهه ڏي، ڳوڙها پيم ڳڙي،
نڱي ڪوڪ قلب مان، منجهان روح رڙي،
ويڙهيچن وري، ڪر نه لڌي ڪڏهن.

سنڌ جي عاشق انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ متفق طور فيصلو ڪيو ته اهو ظلم جو انڌيءَ وارو رسمي جنڊ اونڌو ٿيڻ گهرجي. پوءِ چون ٿا ته سيني عاشقن گڏجي ڏنڊو ڏئي زور لڳائي اهو رسمي چرخو ئي التائي چيو: ٿيو قادر قلندر مست لال. اهڙيءَ طرح جڏهن سنڌڙيءَ جي سهائيءَ ۾ قلندري انضمام ٿيو ته دنيا جي اڍائي قلندرن مان سنڌڙيءَ جي لال شهباز قلندر جي لالائيءَ جو شان ئي پنهنجو نروار ٿيو. ملنگ هن شهر کي ان ڏينهن کان التو ٿيل تصور ڪن ٿا ۽ تڏهن عملي طور هتي سڀ التيون رسمون هلن ٿا.

ملنگ انهيءَ چوٽنييءَ کي عدالت جو تخت سڏين ٿا. جنهن جي هيٺان قلندر جي چلي جي جاءِ به آهي. اها چوٽنيي عاشقن جي اتحاد ۽ وحدت جي جاءِ ليکجي ٿي، جتي انسان جي ڳچيءَ مان رسمي غلاميءَ جو طوق ٽٽو ۽ ماڻهوءَ کي رواجي غلاميءَ مان نجات جو انصاف پلئه پيو. چرخو التائڻ کان پوءِ اتي عارفن گڏجي ماني کاڌي هئي، تنهن جو تندور اڄ به اتي آهي. چوٽنييءَ تي زائرين ۽ طالب سڄو سال چوڪيرا پائين ٿا ۽ هر سال 21 رجب تي فقراءَ جو اجتماع ٿيندو رهي ٿو ۽ ساڳي تندور تي وڏو روٽ پچائي گڏجي کاڌو وڃي ٿو. هن رسم جو اهتمام بودلي فقير جو فقراءُ ڪري ٿو. اُهي تن تي ڳاڙهو لباس پهرين ٿا ۽ هر سال اُن رات هتي نئون لال عَلم لڳائين ٿا. هيءَ

رات قلندر جي ميلي جي ٻُڪيءَ واري رات سڏجي ٿي.

چون ٿا تہ حضرت لال شهباز قلندر چوٿينيءَ واري عدالت جي تخت تان لٿو شهر ڏانهن پئي آيو تہ واٽ تي چِٽو آمراڻي مليس جيڪو شريعت جو صاحب ۽ درويش هو. هو ماڻهن جا گناهہ پڌرا ڪندو هو. ڏوهيءَ کي ڪپو پاڻيءَ جو پياريندو هو ۽ جي هو ڏوهاري واقعي هوندو هو تہ سندس مقعد مان ڪرڙو ٻاهر نڪري ايندو هو- جنهن سان متس ڏوهہ ثابت ٿيندو هو. حضرت عثمان مروندي لال کيس چيو تہ چِٽا ڳالهہ ٻڌ: تنهنجي پيڻ شهر ۾ ننگي نچي ٿي پئي، تنهن کي ڪڏهن ڏنو ٿئي؟ وتين ٿو ماڻهن جا عيب اگهاڙا ڪندو! جن کي خدا نہ اگهاڙو ڪيو آهي. چون ٿا تہ چِٽي آمراڻيءَ وٽ پوءِ سندس پيڻ اڳيان آئي. درويش کيس ڏسي چيو تہ هي ڇا آهي؟ هي وٽ ڪپڙا وڃي پائي اچ. مائيءَ ورائيس تہ نہ نٽي پهريان. درويش هن شهر ۾ ڪوئي مرد نہ آهي، تنهنڪري ستر اجايو آهي ۽ تنهنجي نفرت ۽ ڪاوڙ بي سبب آهي. چون ٿا تہ انهيءَ کان پوءِ چِٽي درويش جي اها متي ئي سڪي وئي جيڪا اڄ بہ سيوهڻ ۾ سندس قبر تي سُڪي رکي آهي ۽ چِٽي آمراڻي جي ان پيڻ جي بہ اُتي ئي ستيءَ جي نالي سان قبر آهي، جتي هاڻي ڪوئي بہ مرد وڃڻ منع آهي.

قلندر پوءِ سڌو شهر ۾ آيو ۽ ڪنهن مولويءَ جي مدرسي ۾ وڃڻ بجاءِ رنڊين جي پاڙي ۾ وڃي رهي پيو. تاريخ ۾ بغاوت جو ان کان وڏو شايد ڪو مثال هجي. چون ٿا تہ قلندر اتي سچ جو وڏو مچ ٻاريو، جنهن جي روشنيءَ ۾ اتي انڌ جو ڪوڙو ڪوئي گنهگار نٽي آيو. هڪ ڏينهن ڪنهن مولويءَ مجال ڪندي قلندر ڏانهن ڪرڙو اماڻيو تہ رمضان شروع ٿيو آهي، سو رات روزو رکجو. قلندر اهو ڪرڙو مچ ۾ اڇلي رلي وجهي سمهي رهيو ۽ سڄو مهينو ئي ستو رهيو. عيد جو چنڊ ڏنو ماڻهن وڃي اٿاريس تہ سائين چنڊ ڏنو آهي- عيد ٿي آهي! قلندر ڏيرج سان وراڻيو تہ ابا جي عيد ٿي آهي تہ اسان جو بہ ڪرڙو پڪل آهي، ڳڻتيءَ جي ڪائي ڳالهہ نہ آهي.

قلندر جا ملنگ، عاشقن طرفان انڌير نگري چرپٽ راجا جو تخت الٽائڻ واري ڏينهن کان، هن شهر کي الٽو تصور ڪن ٿا ۽ الٽي رسم جي احتجاج جو رواج روا رکيو اچن ٿا. هو پنهنجو وجود چرسن ۾ چرخ ڪريو سلفين ۾ سلگايو ٿا هلن. رنڊيون وٺيو قلندر جي مينديءَ جا سهرا ٿا ڳائين. ڪافين تي رنڊيون رهائي، راڳ ناچ ڪرائين ٿا. پني پيٽ ڪٽي کي ٽڪر

وجهن ٿا. ڪپڙا ڪارا، ڳاڙها، پيلا پهرين ٿا. پر هي وجود جون خود سوزي رسمون اهو ئي انڌو عقيدو بڻيل آهن جنهن خلاف نفرت جو اظهار ئي قلندري طريقت بڻي هئي. تنهن ڪان سواءِ هي نشي، پٽ ۾ بدعمليءَ جون رسمون ته ايران ۾ آزربائيجان وارن ٿانڊن جو دونهون آهن، سنڌ جي رسم راهه ته صبر، سادگي، ۾ زنده اُميد آهي.

هاڻي ڪجهه سالن ڪان ضلع جي زور آور انتظاميا جنهن ڪي ٻيو ته نهيو ملنگن جي خودسوزيءَ تي نه ڪوئي قياس ۾ نه ڪهل آهي، پر هنن جي طريقت وارو راڳ- جنهن ۾ هنن جي جگر چاڪ ٿيڻ جي احتجاجي آهه جو آواز هوندو آهي، سو به بند ڪري ڇڏيو آهي.

هن وقت سائين گل محمد شاهه لڪياريءَ جو فرزند سيد مراد شاهه لڪياري قلندري طريقت جو پيشوا ۾ سيوهڻ جي چوڏهن ئي ڪافين جو سردار آهي. وٽن جڏهن به ڪو طالب ٿيڻ لاءِ وڃي ٿو ته طالب جي قبوليت ڪان پوءِ حجم گهرائي سندس مٿو مڃون، ڀرون ۾ ڏاڙهي ڪوڙائي.. الفي پهرائي، لال لانگوٽو ٻڌرائي، ڪنٺ ڪنڌ ۾ پارائي، شهر جي مڱتيءَ بعد ڪيس مهر لڳائي، چاليهن ڏينهن جي چلي جو امرڪن ٿا. جنهن ۾ چڙ ڪاوڙ نفرت، ۾ لچ منع آهي. چاليهن ڏينهن بعد ملنگ موٽي اچي حاضري ڀري ٿو ته ڪيس چوڏهن ئي ڪافين مان ڪنهن به هڪ تي وڃي ويهڻ جو چون ٿا.

سيوهڻ شهر ۾ جيڪي چوڏهن ڪافيون آهن، سي قلندري طريقت جي مختلف مهندار طالبن جي نالن سان منسوب آهن. اهي ڪافيون زائرين لاءِ قلندري مسافر خانه آهن، جتي ملنگ خدمت واسطي هر وقت موجود هجن ٿا. انهن ڪافين جا پنهنجا پنهنجا راڄ ۾ مريد ٿي ويا آهن، جيڪي جڏهن سڪائون ڪٽي درگاهه تي ايندا آهن ته اچي پنهنجي پنهنجي واسطيدار ڪافين ۾ ٽڪندا آهن ۾ خير خيرات به اتي ئي ورهائين ونڊين ٿا. ميلي ۾ هي ڪافيون ننگر جون بنيون هلائين ٿيون، جنهن جو نمر ميلي ڪان اڳ ملنگ وڃي لال جي مريدن وٽان گڏ ڪري ڪٽي آٽي رکندا آهن.

سيوهڻ جي سيني ڪافين ۾ سڄي ملڪ اندر مشهور پناڻ واري ڪافي آهي، جتي هر روز صبح شام اڻ ڪٽ ننگر هلي ٿو. جتان نه رڳو مسافر ۾ زائرين پر اڌ ڪان وڌيڪ سيوهڻ شهر به صبح شام وني ڪائي ٿو. سڄي اونهاري ۾ ٿڌي پاڻيءَ جون سبيلون هلن ٿيون. شهر ڪان سواءِ ريلوي

اسٽيشن، بس اسٽاپ، اسڪولن ۽ اسپتال تائين پاڻي پهچايو ويجي ٿو. شهرين کي گهرن لاءِ به ٿڌي پاڻيءَ جا ڪولر پري ڏنا وڃن ٿا، جنهن جو ڪوئي حد حساب نه هوندو آهي. چون ٿا ته هيءَ پناڻ جي ڪافي به پهريان بين جهڙي عام ڪافي هئي. فقير فصلن جي مد ۾ چٽا، مٽر، مڱ جوئر ۽ ڪٽڪ وغيره جي ول وٺي گڏ ڪندا هئا، جنهن مان اَنُ ڪڍي رکندا هئا، جيڪو ڪافيءَ ۾ ننگر ڪري استعمال ڪندا هئا. نيٺ هڪڙي وقت کان هنن چانهن مانيءَ جو محدود هڪ وقتي ننگر عام شروع ڪيو ۽ پوءِ ڪجهه وقت بعد منجهند ۽ رات جي مانيءَ ۾ ڊوڊي، دال، ڪورمي ۽ پلاءَ کي به شامل ڪري ڇڏيائون. اِهو ننگر ڪيترن سالن کان مستقل طور بغير حساب هلي رهيو آهي. هاڻي اهو خرچ ڪٿان ٿو اچي، ڪير ٿو پئسا ڏئي، ڪنهن کي ڪائي ڪل نه آهي ۽ هر ڪوئي حيران آهي. هاڻ هِن ڪافيءَ جي ڪنهن قلعي جيڏي بلڊنگ آهي، جتي قلندر جي مزار ۽ مقبري کان وڏيڪ سجايل مزارون ۽ مقبرا آهن. ڏکيين قبرن تي ريشم ۽ بخمل جا پڙ پيل آهن، جن تي ڦول ۽ پئسا سجائي رکيل آهن. اڳي ته اتي مقبرن ۾ ايئرڪنڊيشن به لڳل هئا، جيڪي نه ڄاڻ ته هاڻي ڪهڙي سبب ڪڍي ڇڏيا اٿن. پناڻ جي هن ڪافيءَ جي ڊوڊي ۽ دال جي ننگر تي لنگهڻ واري لوڪ جون تمام ڏگهيون قطارون لڳن ٿيون ۽ پناڻ جو ونڊ اکٽ هلي ٿو. ان کان سواءِ شهر جي آفيسرن ۽ ڌاڻي جي مهمانن لاءِ هن ڪافيءَ مان خاص ڪاڏا ڪٽي پچائڻ جون پچارون به هلن ٿيون. مٿن منشيات مالڪيءَ جا اڻ تصديق افواهه به ٻڌجن ٿا. بهرحال اهو لکين ربين جو هر روز ۽ هميشه هلندڙ حيرت پريو خرچ ڏسي قلندري رضا تي ايمان کان سواءِ ڳالهه عقل کان ٻاهر آهي.

### قلندر جي ميلي جون رسمون

چيو وڃي ٿو ته قلندر لعل شهباز جي ساليانې ميلي ۽ ان جي رسمن جو بنياد سن 674هه ۾ سندن وصال جي پهرئين سال ئي سندن وڏي خليفي سيد علي سرمست رکيو هو. ميلي جون سموريون رسمون شاديءَ جي ڪاج جهڙيون آهن ۽ هي ميلو قلندر جي وصال جو جشن تصور ڪري ملهايو وڃي ٿو. اهو به عام مشهور رهيو آهي ته هر سال هندن جي هڪ ڇوڪري قلندر سان پرڻائي وڃي ٿي. مولوين کي شايد ڪاوڙ ۽ اعتراض هجي ته شريعت موجب مماتيءَ ۾ شاديون ناجائز ٿين ٿيون ۽ ڳالهه عقل کان ئي ٻاهر آهي.

قلندر پنهنجي سڄي حياتي لنگوٽ بند رهيو ۽ هُن پنهنجي غسل واري ملي کي ٿي اهو لانگوٽو لاهڻ نہ ڏنو. جڏهن غسل وقت ملي لانگوٽي ۾ هٿ وڌو تہ قلندر کيس فرمايو:

ايا ملا مکن ظاهر، سراسر مردان را

قلندر جي رسمي طريقت جا پيروڪار بہ اهوئي لانگوٽو رسمي طور ٻڌندا اچن ٿا ۽ ڪي تہ جنسي عضون تي لوهہ جا ڪڙا چاڙهي ڇڏين ٿا. اهڙي طريقت جا پوءِ لڳ پنهنجي پيشوا کي ڪا چوڪري قبر تي پيش ڪرڻ جهڙي حرڪت ڇو ڪندا؟ ڪو هي ملاٽڪي طريقت جا پيروڪار آهن؟! اهڙو ڪم انهن جو عقل ٿي ڪري سگهي ٿو. پر جن لاءِ شاهہ سائينءَ چيو هجي:

ڪاڪ نہ جهليا ڪاپڙي، موهيا نہ ڪنهن مال،
جي ڇورين ڏنا ڇال، تہ بہ لاهوتي لنگي ويا.

**

ڪڇي ڪاڇوٽي، نانگن ٻڌي نيهن جي،
جهڙا آيا جڳ ۾، تهڙا ويا موٽي،
تنين جي چوٽي، پورب ٽيندي پڌري.

سيوهڻ ۾ ستي جتيءَ جي روايت رهي آهي، انهيءَ روايت جي رسم طور شايد ڪنهن وقت ڪا ڇوڪري وصل جي اميد جي اهڃاڻ طور ستي ڪري ويهاري ويندي هجي تہ اها جدا ڳالهہ آهي. خود قلندر کي بہ طالب جي حيثيت ۾ ستيءَ جَتيءَ طور ڳڻيو وڃي ٿو ڇو تہ قلندر کي بہ ستر وارو لانگوٽو سدائين ٻڌل هو. پر قلندر ستي جتيءَ جي رسم جي خلاف هو ۽ سندس لانگوٽي جو ستر ان کان اُتم هو. ميلي جي رسمن جو رواج بہ پوين پيدا ڪيو. قلندر پنهنجيءَ منزل تي هر رسم جي ٻنڌڻ کان آزاد هو.

اوليائن جا ميلا ۽ اُنهن جون رسمون حقيقت ۾ روحاني وصل جي تمثيل طور ٿين ٿا. انهن جي ڪابہ جيئن جو تيئن معنيٰ نہ آهي. هر رسم ڪنهن نہ ڪنهن روحاني رمز جو اهڃاڻ هوندي آهي. تنهنڪري رسم پلي مقبري اندر اڪيلي ڇوڪري ويهارڻ واري هجي يا مينديءَ ۽ ٻڪيءَ واري هجي تہ اُن جي ساڳي سماجي رسم واري معنيٰ وٺڻ غلط آهي. ميلو اصل ۾ عاشق جو خدا سان موت مهل وصل جي اميد جو اهڃاڻ آهي. ميلي واري

شادي تنهن طالب جو روحاني وصل آهي، جنهن زندگيءَ جي اُميد جي ڪنوار پنهنجي اندر جي اڻ ڄاتي ۾ سينگاري ويهاري، جا طالب جي جسم جي موت مهل، ڪافر ڪوٽ مان آزاد ٿي، وڃي اڻ ڄاتي پنهونءَ سان وصل جو پاند پائي ٿي ۽ چوي ٿي:

محب مُئيءَ جي گهر آيو
ميندڙي مون اچي لايو.

پر اُها اميد قلندر جي ڌمال تي جڏهن رقص ۾ هوندي آهي ته پاڻ کان اهڙيءَ ريت بي نياز هوندي آهي، جو پنهون پاڻ ان لاءِ پريشان بيٺل هوندو آهي. تنهنڪري لطيف سائين چيو هو:

اديون! ور اگهاڙ وهانءَ جنهن وساريو
جيڏيون! چڏي جاڙ سڀ ننگيون ٿي نڪرو.

هاڻي ته خير پراڻي عشق ۽ سادگيءَ وارو زمانو نه رهيو آهي ۽ فيض جي لفظن ۾:

جنهين جُرم عشق پي ناز تها
وه گنهگار چلي گئي

هي سائنسي زمانو آهي جنهن ۾ ماڻهوءَ جي عمل جو محرڪ فطري تخليقي سرگرمي ۽ ڪارج تهذيب ۽ تمدن جو معروضي حسن ڄاتو وڃي ٿو. اڄ عشق ۽ سادگيءَ وارو اُهو پراڻو زمانو نه آهي، پر دنيا ته بهرحال اميد تي ئي قائم آهي. تنهنڪري زندگيءَ جي اڱڻ تي هي شاديون ۽ شادمانا به هوندا ته نراسائيءَ جا ننگا ناچ، بي خودي ۽ بي باڪيءَ جا آزادي اعلان به پڙڪندا رهندا.

21 رجب جي رات، قلندر جي ميلي جي ٻڪي چوٽنيءَ واري اوچي عدالتي ايوان تي پوندي آهي. هيءَ خالص فقرائي رسم هوندي آهي، جنهن ۾ سيوهڻ جي چوڌهن ئي ڪافين کان سواءِ پري اوري جا سڀ فقير اچي حاضر ٿيندا آهن. ان رات چوٽنيءَ تي لال جهنڊو چاڙهيو ويندو آهي، سڄي رات صوفياڻو راڳ ٿيندو آهي ۽ اتي قائم مچ تي پڪل روٽ ورهائبو آهي.

ٻڪيءَ کان پوءِ قلندر تي 27 رجبي لڳندي آهي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ عام خلق هڪ رات لاءِ اچي گڏ ٿيندي آهي. انهيءَ رات هڪ وڳي

ڪان پوءِ درگاهه جا دروازا قائم ڪري، سجاده نشين سيد مزار تان لهڻ وس جوڳيون چادرون لاهي، ان کي نئين سر سجائيندا آهن. دروازا کلندا آهن ته ماڻهو پنهنجي اميدن جون چادرون آڻي وجهندا آهن ۽ وري ورڪا شروع ٿي ويندي آهي.

سيوهڻ ۾ رجبيءَ جي خلق کٽڻ لاءِ سڄيءَ سنڌ مان پلن گهوڙن وارا ٽانگا اچي پهچندا آهن. جيڪي پوءِ ميلي تائين پيا خلق کٽندا آهن. چو ته ڪيءَ کان وٺي لاڳيتو هوريان ڏاڍيان هن ميلي/شاديءَ جي ڄڄ پئي سيوهڻ ۾ پهچندي آهي ۽ رستن تي پلن گهوڙن جي ٽاپ. ٽاپ ۽ هڪلينڊڙن جي هي، هي جو هُل لڳو پيو هوندو آهي. پر اڄڪلهه موٽر سائيڪل رڪشائن جي گهڻائيءَ سبب، گهوڙي ٽانگي وارا گهٽجي، هاڻي بنهه بند ٿي ويا آهن.

رجبيءَ کان پوءِ پندرهين شعبان واري عيد تي سيوهڻ ۾ خلق گهٽي اچي لهي ٿي. هن رات تي بوبڪن وارا ڳهيرائي سيد قلندر جي مينڌي ڪندا آهن. جنهن جو اهتمام جمن جَتيءَ جي ڪافيءَ جو فقراءُ ڪندو آهي. مينڌي اميد جو اُهڃاڻ آهي، جنهن جو رنگ ڳاڙهو آهي. مينڌي اسان گهوٽ کي لائيندا آهيون ۽ ڪنوار کي ڳاڙها ڪپڙا پارائيندا آهيون. اسان وٽ خوشيءَ ۽ غميءَ جي رسمن جو رنگ لال ئي آهي. گلاب جو گل آهي، اجرڪ آهي بنهي موقعن ۾ ڪم آڻيون ٿا.

سيوهڻ شهر جي اپرندي ۾ درياءُ وارو بند وٺي هلبو ته سيوهڻ شهر نه پر دريائي ڪچي جو ڪو قديم ڳوٺ لڳي ٿو. انهيءَ بند سان جمن جَتيءَ جو اڌ لڙهيل مقبرو آهي، جنهن لاءِ درياءَ ۽ اولياءَ جي ضد ۽ زور آزمائيءَ جي هڪ ڪهاوت مشهور آهي. جنهن موجب: جمن جَتيءَ جي مقبري جو اڌ دريا جي بادشاهه خضر ڏانو آهي، باقي اڌ جمن جَتي ڏاهڻ نٿو ڏئيس. درياءُ ڪيترائي ڦيرا پائي آيو آهي پر چڪڻ تي رڙي، رڙي واپس ويو آهي. چون ٿا ته جنهن ڏينهن جمن جَتيءَ جي مقبري جو باقي اڌ به خضر لوڙهيو ته اهو ڏينهن ئي قيامت جو هوندو.

خضر خدا جو استعارو آهي. خدا طالب کي جسم فانيءَ ۾ ماري ان جي وجود جو چڻ اڌ مقبرو ڏاهي ٿو پر طالب جي اميد ان جي وجود جو باقي اڌ آهي، جنهن سان هن خدا جي محبت کي چئلينج ۽ چيس ڪيو آهي، تنهن جو فيصلو انصاف واري ڏينهن تي آهي.

## قلندر شهباز جي ميلي جون ٽي ڏمالون

پندرهين شعبان واري عيد کان پوءِ 18، 19 ۽ 20 شعبان تي قلندر جو ميلو لڳي ٿو. ميلي ۾ سڄي ملڪ منجهان لکين ماڻهو اچن ٿا، خاص طور پنجاب ۽ ملتان جا ماڻهو وڏي حب ۽ جذبي سان اڳواٽ ئي پهچن ٿا. سڄي شهر جا روڊ رستا، گهٽيون ۽ بازارون بحر بڻجي وڃن ٿيون، جن ۾ ماڻهن جي سمنڊ جون ڇوليون پيون لهرائيبيون آهن. نعرا نغارا، رڙيون ۽ پوڪارون- قلندر مست_مست لال، لڳي پئي هوندي آهي.

ارڙهين شعبان تي صبح جو پهرين ڏمال سان ميلو شروع ٿيندو آهي. ميلي جي ڏمال ۾ چوڏهن ئي ڪافين جو فقراءُ لهي نچندو آهي. ميلي جا ٽئي ڏينهن صبح جو ميلي جي ڏمال ٿيندي آهي ۽ شام جو روز لال جي مهندي نڪرندي آهي. پهرئين ڏينهن 18 شعبان تي، سيد گل محمد شاهه جي گهران مهندي نڪرندي آهي. ٻئي ڏينهن تي، ميراڻي هندن طرفان ۽ ٽئين ڏينهن تي، قانون گوهندن طرفان ڪڏ واري پاڙي مان مهندي نڪرندي آهي. مهندي ڪڍڻ کان اڳ ڳائڻيون لال جي مهنديءَ جا ڳيچ ڳائين ٿيون، شام جو پنجين وڳي مهندي سازن ۽ سرن سان ڪڇي ٿي، خاندان جو هڪ خاص ماڻهو مهندي جو ٿالهه مٿي تي کڻندو آهي. جنهن مٿان ڪي ماڻهو ريشمي ڇٽي جهلي هلندا آهن. مهنديءَ جي پويان ماڻهن جو وڏو قافلو هوندو آهي. فقير ۽ ڳائڻيون مهنديءَ سان گڏ ڳائيندا هلندا آهن. سج لهڻ وقت جڏهن مهندي درگاهه جي در اڳيان پهچيندي آهي ته ڳائڻ واريون عورتون اُتي روئي ويهي رهنديون آهن. مهندي ڪڍڻ وارا مرد ايوان ۾ بيٺل ماڻهن جي وڏي سمنڊ منجهه سير ڪري ڪاهجي پوندا آهن ۽ درگاهه جي اندر پهچي مهنديءَ جا پيالا ڏکڻ طرف مزار جي پيرانديءَ ۾ فرش تي جڏهن هارين ٿا ته عجيب منظر ٿي وڃي ٿو. رڙيون، ريهون ۽ پُڪارون پئجي وڃن ٿيون. جوشيلا ماڻهو ٽپا ڏئي مزار اندر ڪاهجي پون ٿا ۽ مزار مٿان پيل پڙن کي پٽي پري ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ڪي وري مزار جي ڪٽهڙيءَ جي پاين تي مٿي چڙهي وڃي چادرن کي ڇنن ٿا. نيٺ مجبور ٿي انهن عاشقن کي لٺيون هٽي لاٿو وڃي ٿو. ڪجهه همراه لٺيون کٽي تربت واري ڪٽهڙي جي اندران ويهي رهن ٿا ته پيڙيندڙ رش ۾ زبردست ماتم شروع ٿي وڃي ٿو جيڪو مغرب جي اذان تي بند ٿئي ٿو. تنهن کان پوءِ ٻاهر پراڻي علم جي هيٺان وڏو ماتم ٿئي ٿو. ميلي جا ٽئي ڏينهن اِهو معمول رهي ٿو. مهنديءَ تي اهڙو ماتم ڏسي جيءُ

جهڙي پوي ٿو ان کان وڏو وجود جو احتجاج پيو چا ٿي سگهي ٿو؟!

شهر کان سواءِ لال باغ ۾ بہ ميلي جون وڏيون بزارون سجايون وڃن ٿيون. هوئن عام ڏينهن ۾ اتي جي ويراني حياتيءَ جي باغ جو چٽ استعارو لڳندي آهي. لال باغ ۾ شاميانن جون خوبصورت ڪافيون جوڙي پنجاب ۽ ملتان وارا مسافر وڏي شان ۽ مان سان رهن ٿا. ڪافين جي ٻاهران لال جا ٻڪرا ٻڌا بينا هوندا آهن. جن مان هڪڙا کهيو پيا ڪائيندا آهن تہ ٻيا ٻڪرا ٻڳچين ۾ ڳاڙها ڳانا پايو ڪسڻ لاءِ ڪر پيا ڪٽندا آهن. ماحول مان ائين پيو لڳندو آهي تہ چڻ ڪو ماڻهو هتي حج ڪرڻ آيا هجن.

عقيدتمند لال باغ مان چوويهہ ڪلاڪ چار ئي ڏينهن دهلن ۽ ڌمالن سان چادرون کڻي ٻن ميلن جو پنڌ ناچ نچندي مزار تي پهچن ٿا. اميد ۽ عقيدت جا هي رنگ پسي، انسان تي پيار ۽ قياس اچي ٿو. چادر جي رسمي عقيدت جي پويان اهو جذبو ڪارفرما نظر اچي ٿو جنهن اڳيان انسان دنيا ۾ جسماني ۽ روحاني طور اگهاڙو پيدا ٿئي ٿو جسماني اوگهڙ تہ ڪپڙو پهري ڍڪجي ٿي پر روحاني اوگهڙ ڍڪئي نٿي ڍڪجي. تڏهن لطيف سائينءَ دعا گهري هئي تہ:

ستر ڪج ستار، آءٌ اگهاڙي آهيان.

هيءَ ستر ۽ اُميد جي اُها چادر آهي جا اڻ ڇاتي ۾ اوهري انسان پنهنجي روح مٿان رکي ٿو جا موت مهل ميت مٿان وڌي وڃي ٿي ۽ قبر کي پڙ ڪري پارائي وڃي ٿي.

اسان تتان آئيون، جتي ڪنهبو ناهہ،
جي وڃون تنهن ونهاءِ، مٿئون لوئي نہ لاهيون.

لال باغ جي ڪاري مٽيءَ وارن چشمن ۾ ماڻهن جي وهنجڻ ۽ ٽبيون ڏيڻ جي لقائن ۾ عقيدت جا عيب اگهاڙا ڏسجن ٿا. لال باغ ڏانهن ويندي ۽ ايندي روڊ جي ٻنهي پاسي ٽانگن جي چوويهہ ڪلاڪ قطار در قطار ڇيج ڍوآئيءَ جي ڊوڙ ڏسي، ويساهہ پوي ٿو تہ هيءَ ڪنهن غيب جي راجا جي شادي آهي. جنهن راجا لاءِ هر سال لکين ڇاڇي زندگيءَ جي ڪنوار وني هتي پهچن ٿا ۽ غيب جي گهوٽ سان ان جا پاند ٻڌي پاڻ روئي، نچي ۽ ڳائي واپس ورن ٿا. ٻارهن مهينا پاڻ کان زندگيءَ جي جدائيءَ ۾ سرگردان رهي، هو

موٽي اچيٰ ڌمال تي رقص ڪن ٿا. بي خوديءَ ۾ هڪ قدم اڳتي- هڪ قدم پوئتي ڪندي، اڪيون آسمان ڏانهن ڪٽي پوءِ پيرن ڏي ڪندي، ڪنڌ هاڪار ۾ تہ ناڪار ۾ ڪندي، ٻئي هٿ اُنهن جا مسلسل آسمان ڏانهن، تن جي اشهد آڱرين ۾ ميار سان گڏ- ٻئي ثابتيون هجن ٿيون.

ميلي جا ٽئي ڏينهن صبح کان رات تائين ۽ رات کان صبح تائين قلندر جي روزي جي چؤطرف زبردست ماتم ٿئي ٿو ۽ ٽئي ڏينهن قلندر جي روزي جي ايوان اندر صبح شام زبردست ڌمال ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح ميلي جا ٽي ڏينهن ڌمال ۽ ماتم ڪري، پير ۽ اکيون سڃائي، پنيون ۽ ڇاتيون ڇلهي، غيب جي ڪاڄ جا هي ڄاڃي واپس ورن ٿا.....!

**حوالا:**


1. ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر، "سوانح حضرت قلندر لعل شهباز ﷫"، ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن، ڇاپو پهريون، 2007ع صہ 20.
2. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، "جامع سنڌي لغات"، ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ، جلد چوٿون، ڇاپو پهريون، 1985ع صہ 1781.
3. قاسمي، غلام مصطفيٰ، "دمادم مست قلندر" ڄامشورو: شهباز ميلا ڪميٽي، ڇاپو پهريون، 2008ع صہ 77.
4. قاسمي، غلام مصطفيٰ، "لعل شهباز سوونيئر"، سيوهڻ: ميلا ڪميٽي.
5. سيد، درشهوار، ڊاڪٽر، "دمادم مست قلندر"، ڄامشورو: شهباز ميلا ڪميٽي، ڇاپو پهريون، 2008ع صہ 71، 72.
6. قاسمي، غلام مصطفيٰ، "لعل شهباز سوونيئر" سيوهڻ: ميلا ڪميٽي.

# حضرت عثمان مروندي جو طريقو ۽ فلسفو



مولوي غلام مصطفيٰ دادوي

حضرت سيد عثمان مروندي قلندر لعل شهباز ﷫ انهيءَ گروه جو هڪ فرد آهي جنهن کي اولياءَ الله جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

قرآن حڪيم جي مطالع مان اهو صاف معلوم ٿئي ٿو ته دنيا ۾ هميشه کان حق ۽ باطل چگن ڪمن ۽ برن ڪمن جي اعتبار کان به گروهه هڪ ٻئي جو ضد ۽ مخالف رهندا اچن ٿا. جڏهن به حق ۽ باطل جي جنگ جو ميدان گرم ٿئي ٿو تڏهن اهي ٻئي گروهه هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ قطارون ٻڌن ٿا.

قرآن شريف ۾ ٻنهي جاين کان به متي اهڙي گروهه جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جنهن پنهنجي دلين کي حق قبولڻ لاءِ تيار ڪيو آهي ۽ جو پنهنجي سيني قوتن ۽ جذبن سان الله تعاليٰ ۽ سندس صداقت کي چاهيندڙ ۽ پيار ڪندڙ آهي، انهيءَ ڪري ئي الله تعاليٰ ان کي پنهنجو دوست بنايو آهي ۽ ان کي اولياءَ الله جي لقب سان نوازيو آهي، سوره بقره ۾ الله سائين فرمايو آهي:

اَللّٰهُ وَلِيُّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۙ يُخْرِجُهُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ

الله مومنن جو دوست آهي، هو کين انڌيرين مان ڪڍي روشني ۾ آڻي ٿو سوره جمعه ۾ فرمائين ـ

قُلْ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ هَادُوْٓا اِنْ زَعَمْتُمْ اَنَّكُمْ اَوْلِيَآءُ لِلّٰهِ مِنْ دُوْنِ النَّاسِ فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ۝

چؤ اي يهوديو، جيڪڏهن اوهان کي دعويٰ آهي ته سڀني ماڻهن ۾ صرف اوهان ئي الله جا دوست ۽ اولياءَ آهيو ته پوءِ انهيءَ جي آزمائش اها آهي ته سندس راهه ۾ موت جي آرزو ڪريو. جيڪڏهن سچا آهيو ته هنن آيتن مان ثابت ٿيو ته الله جي دوستي ۽ ولايت جي سڀ کان وڏي سڃاڻپ اها آهي ته جڏهن به هنن کي جان ڏيڻ، سر قربان ڪرڻ ۽ زندگي جي مزن تان

هٿ ڪٽڻ لاءِ سڏيو وڃي ته هڪدم حاضر ٿيندي انهيءَ طرف ڊوڙن ٿا. پر جيڪي ڪوڙو دم هڻندڙ ۽ سندس دوستي ڪان دور آهن اهي ڪيٻائين ٿا ۽ لهرائي پڄي وڃن ٿا.

سوريءَ سڏ ٿيو ڪا هلندي جيڏيون
وڃڻ تن پيو نالو نينهن ڳنهن جي،
سکن واري سڏ، متان ڪا مون سان ڪري،
اندر جنين اڌ، ڏونگر، سي ڏورينديون.

(شاھ لطيف رحمة الله عليه)

ڏيکاريس ڏکن، گوند رگس پرين جو
سونهائي سورن، ڪٿي هيڪاندي هوت سين.

(شاھ لطيف رحمة الله عليه)

پوءِ خود ئي الله تعاليٰ فيصلو ڪيو ته هي ڪم اولياءَ الله جو آهي، پر اولياءَ الشطيان ڪندا، ڇو ته موت جي نالي ڪان ڪنبن ٿا ۽ حياتي جي محبت ۾ صفا چتا ايئن هرگز نه ٿي پيا آهن.

قُلْ اِنَّ الْمَوْتَ الَّذِیْ تَفِرُّوْنَ مِنْهُ فَاِنَّهٗ مُلٰقِیْكُمْ ثُمَّ تُرَدُّوْنَ اِلٰی عٰلِمِ الْغَیْبِ وَ الشَّهَادَةِ فَیُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ۝٨

ڇوته جنهن مون ڪان اوهان ڀڄو ٿا اهو اوهان کي نه ڇڏيندو. پوءِ اوهان ان خدا جي دربار ڏانهن موٽي ويندا، جو ڳجهه ۽ ظاهر جو ڄاڻندڙ آهي. سوره يوسف ۾ الله تعاليٰ فرمايو:

اَلَآ اِنَّ اَوْلِیَآءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَیْهِمْ وَ لَا هُمْ یَحْزَنُوْنَ ۝٦٢ الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا وَ كَانُوْا یَتَّقُوْنَ ۝٦٣ لَهُمُ الْبُشْرٰی فِی الْحَیٰوةِ الدُّنْیَا وَ فِی الْاٰخِرَةِ لَا تَبْدِیْلَ لِكَلِمٰتِ اللّٰهِ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِیْمُ ۝٦٤

ياد رکو ته الله جي دوستن تي نکي خوف آهي ۽ نه هو غمگين ٿيندا. هي اهي ماڻهو آهن جن الله تي سچن روحن جيئن ايمان آندو آهي ۽ پنهنجي عملن ۾ خدا جو خوف پيدا ڪيو آهي. انهن لاءِ دنيا جي زندگي ۾ به مبارڪ آهي ۽ آخرت ۾ به. هي الله جو قانون آهي ۽ الله جي قانون ۽ ڪلمي ۾ تبديلي نه ٿيندي آهي، اها ئي وڏي ڪاميابي آهي.

وري فرمايو ويو:

نَحْنُ اَوْلِیٰٓؤُكُمْ فِی الْحَیٰوةِ الدُّنْیَا وَ فِی الْاٰخِرَةِ

اسان اوهان جا دوست آهيون دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ به.

**اولياءُ الشيطان**

مگر هن جماعت جي مقابلي ۾ هڪ ٻي جماعت آهي جا پنهنجي خاصيتن ۽ عملن ۾ سندس مدمقابل ۽ مخالف آهي. قرآن ڪريم انهيءَ جماعت کي اولياءَ الشيطان جي نالي سان سڏيو آهي. قرآن ڪريم جي نظريہ مطابق اهي سڀ قوتون جي خدائي تعلق ۽ حق و صداقت جون مخالف آهن، شيطاني قوتون آهن. انهن جو هر هڪ عمل ۽ هر قوت شيطاني نظارو ۽ نمونو آهي. پوءِ اهي ماڻهو جي حق ۽ صداقت جي راهہ کان ٻي خراب ڪمن ۽ گمراهيءَ جي انڌيريءَ ۾ گم ٿي ويا ۽ الله جي رسي کي ڇڏي ڏنائون، اهي ڪهڙي بہ حال ۾ هجن ۽ ڪهڙي بہ شڪل ۾ هجن شيطان جا دوست آهن. ان جا پرستار ان جي نسل جا نوڪر ۽ ان جي بادشاهت جا غلام آهن.

انهيءَ ڪري ئي الله تعاليٰ اولاد آدم کي سمجهايو تہ:

اَلَمْ اَعْهَدْ اِلَيْكُمْ يٰبَنِيْٓ اٰدَمَ اَنْ لَّا تَعْبُدُوا الشَّيْطٰنَ ۚ اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ۝ وَ اَنِ اعْبُدُوْنِيْ ۭ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ۝

اي اولاد آدم ڇا اسان اوهان کي خبردار نہ ڪيو هو تہ شيطان جي پوڄا نہ ڪجو؟ هو اوهان جو کليو دشمن آهي ۽ هي تہ رڳو اسان جي ئي بندگي ڪجو ۽ اهو ئي سڌو رستو آهي. انسان لاءِ اولياءَ الله اهڙي وقت ۾ هوندا آهن جڏهن حق ۽ صداقت گهٽبي ويندي آهي ۽ بدي ۽ گمراهي عام ٿي ويندي آهي. گمراهي ۽ بدي جي انڌيري ايتري تہ پکڙجي ويندي آهي جو دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ اجالو ۽ روشني نہ هوندي آهي. اهڙي وقت ۾ اوچتو الله جي روشني جو هٿ ظاهر ٿئي ٿو ۽ انهن کي روشني ڏانهن وٺي وڃي ٿو ۽ سڌو رستو ڏيکاري ٿو.

قلندري طريقو ۽ فلسفو بہ اهو ئي آهي تہ دنيا ۾ الله جو دين قائم ڪيو وڃي ۽ الله جي خالص حڪومت برپا ڪئي وڃي ۽ انسانيت کي شيطاني قوتن ۽ طاغوتي طاقتن جي غلامي مان آزاد ڪري خدائي حڪومت جي ماتحت ڪيو وڃي ۽ سيني کان سندس ناتا ۽ رشتا ٽوڙائي هن کي خدائي محبت ۽ مودت جي رشتي ۾ قابو ڪيو وڃي.

جيئن حضرت عثمان مروندي انهيءَ نظريہ جي خود وضاحت ڪري ٿو:

(۱) رسیدم من بدریائے، کہ موجش آدمی خوار است
نہ کشتی اندر آن دریا، نہ ملاحے، عجب کار است

(۲) شریعت کشتی دارد، طریقت باد بان او

حقیقت لنگرے دارد، کہ راہ فقر دشوار است۔

(۳) چو آبش جملہ خون دیدم، بترسیدم، رزان دریا
بدل گفتم۔ چرا ترسی؟ گذر باید، کہ ناچار است۔

(۴) ندا از حق چنین آمد، مگر از جان نمی ترسی؟
هزاران جان مشتاقان، درین دریا نگونسار است

(۵) بگفتم۔ من همی آیم۔ کمر بستم چو غواصان
چہ ترسم از نهنگائے؟ کہ گل پیوستہ باخار است۔

(٦) ایا عثمان مروندی، سخن با پردہ داران گو
بیابی در جهان یاری، جهانے پر از اغیار است۔

(١) اهڙي دريا ۾ وڃي پهتس، جنهن جون موجون ماڻهو ڪائيندڙ آهن. نہ ان دريا ۾ بيڙي آهي. نہ ملاح عجب ڳالهہ آهي.

(٢) شريعت ان جي ڪشتي آهي ۽ طريقت ان جو سڙهہ آهي.

٣) حقيقت لنگر اٿس. چو تہ فقيري جي راهہ ڏکي آهي.

(۴) جڏهن هن جو سڀ پاڻي رت ڏٺم، تہ ان درياهہ کان ڊنس. دل ۾ چيم تہ
ڇو ٿو ڊڄين؟ لنگهڻ گهرجي جو هن پار ضرور هلڻو آهي.

(۵) الله وٽان آواز آيو تہ ساهہ جو خوف نٿو ڪرين؟
هزارين عاشقن جون جانيون، هن درياهہ ۾ ختم ٿي وڃن ٿيون.

(٦) چيم ـ مان بہ اچان ٿو ـ ٽوٻن وانگر ڪمر ٻڌي اٿم.
واڳن کان ڇو ڊڄان! ڇو تہ گل ڪنڊي سان ڳنڍيل هوندو آهي.

(٦) اي عثمان مروندي، سخن ڄاڻڻ سان سل تہ دنيا ۾ دوستي حاصل ڪرين، جهان دشمنن ۽ رقيبن سان ڀرپور آهي.

جيئن حضرت عثمان مروندي انهيءَ نظريہ جي خود وضاحت ڪري ٿو. هن بزرگ جي نظر ۾ هي دنيا هڪ خوفناڪ دريا آهي جنهن ۾ ڪيئي خطرا آهن، انهن خطرن مان نڪري پار پوڻ لاءِ ذريعو صرف شريعت ۽ طريقت آهي، جنهن کان سواءِ ڪو چارو ڪونهي. الله تعاليٰ جي دوستي ۽ ولايت تيستائين حاصل نہ ٿي سگهندي، جيستائين سر جي بازي نہ لڳائي ويندي.

اِنَّ اللهَ اشْتَرٰى مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ اَنْفُسَهُمْ وَ اَمْوَالَهُمْ بِاَنَّ لَهُمُ الْجَنَّةَ ؕ

هن غزل ۾ حضرت قلندر لعل شهباز رحمة الله عليه خوفناڪ دريا خوني موجن، واڳن ۽ خطرناڪ جانورن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ چيو اٿس ته جيستائين مون کي سر جو سانگو هو تيستائين ٻنس ٿي، پر جڏهن يار جو آواز ٻڌم، ان ڪان پوءِ ٿوبن جيئن درياءَ ۾ ڪاهي پيس ۽ هزارين مشتاقن جي جانين وانگر پنهنجي جان کي به قربان ڪرڻ ۽ وڃائڻ لاءِ تيار ٿي ويس. هي آهي "قلندري فلسفو ۽ طريقو."

هاڻي اچو ته انهيءَ ڳالهه تي سوچيون ته هن دور جي پٽڪيل روحاني مريضن ۽ جسماني ڪمزور انسانن لاءِ قلندري نظريه ۽ فڪر جو ڪيئن پرچار ڪجي ۽ ڪيئن پاڻ کي قلندر جو صحيح پيروڪار ۽ عاشق ثابت ڪجي؟ باقي بي مقصد ورسين ۽ عرسن ملهائڻ ۽ تماشن رچائڻ سان قلندري طريقو ۽ فلسفو اجاگر نه ٿي سگهندو.

فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ

نبي خدا جي راهه ۾ موت جي تمنا ڪرڻ ۽ پنهنجي زندگي کي خدا جي محبت ۽ سندس مخلوقات جي خدمت لاءِ مخصوص ڪرڻ وارائي قلندر ۽ الله جا دوست ۽ ولي ٿي سگهن ٿا.

بقول قلندر:

*آن موت حيات است، که در کوئے حبيب است،*
*موتيکه دران کوئے بنور هست، بجا نيست۔*

*_*_*

# ”فلسفه قلندري“



محمد علي دائودپوٽو

”واڳ ڌڻين جي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٺي

ها! واڳ ڌڻين جي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٺي! لطيف سائينءَ جو ڪهڙو نہ سهڻو خيال ۽ قلندري طريقہ جو نچوڙ آهي. صحيح قلندري مشرب ۾ اهو ئي آهي تہ تصوف جو مول مقصد بہ اهوئي آهي. جڏهن انسان هيءُ منهنجو هو منهنجو جي پٺ ڪوهہ ڪان پالهو ٿي، ڪنهن بہ ظاهر ۽ باطن بتن جي پرستش ڪان آجو ٿي، نفس جي چنبي مان نڪري، و تعز من تشاءُ تي عمل ٿو ڪري، هن جو جيئڻ ۽ مرڻ ڪائڻ ۽ پيئڻ ۽ هر عمل جو هو ڪري ٿو سو خدا ڪارڻ آهي ۽ خدا جي خوشنوديءَ لاءِ آهي ۽ نہ ڪنهن باطل جي راضپي ۽ پنهنجي خوشيءَ خاطر آهي ۽ هو هر وقت اهو ڪجهہ ڪري ٿو ۽ رب جي احڪام مطابق آهي سندس ڏسيل منشور موجب آهي تہ پوءِ يقيناً اهو انسان ايئن ئي چوندو، ايئن ئي سوچيندو تہ:

”واڳ ڌڻين جي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٺي“

هاڻي سوال ٿو اٿي تہ انسان ۾ ايڏي بصيرت ۽ قلبي روشني ڪيئن اچي، ان لاءِ اسان کي قلندر لعل شهباز جو شعر آهي تہ:

”تانہ داری عشق جاناں، ترک دنیا کے بود،
باوجود ماسوائے اللہ، بوئے مولا کے بود۔“

عشق جانان ناهہ جيسين، ترڪ دنيا ڪيئن ٿئي،
دل ۾ پيدا غير سان گڏ، بوئي مولا ڪيئن ٿئي.

ساڳيءَ ريت اسان جو لطيف سائين به پنهنجي پڙاڏي تي ڪري ٿو ته:

"جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهه سجود،
وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چئُ."

انهيءَ مان ثابت ٿيو ته جيسين انسان هن دنيا جي باطل ۽ بتن ۽ فاني
شين کان منهن نه مٽيو آهي، تيسين هو قرب الاهيءَ جي قريب ڪيئن ٿو
اچي سگهي؟ ڇاڪاڻ ته قلندر شهباز فرمايو آهي ته:

ترک دنیا شد عبادت، حب دنیا شد خطا
آن جمالِ نازنین، بی ترک دنیا کے بود۔"
عاشقان را در دو عالم جز ہ خدا محبوب مقصود نیست،
پیش مجنوں ہیچ کس، جز نقش لیلیٰ کے بود۔"

انهيءَ ڪري لازمي آهي ته جيسين انسان، هن دنيا جو موهه، لوڀ ۽
لالچ کان منهن نه موڙيو آهي، جيسين پاڻ کي نه بدلايو آهي، تيسين عشق
حقيقيءَ ۾ سرشار ٿيڻ ۽ محبوب ماڻڻ مشڪل آهي. هن بحر عميق ۾ ته
گهاگهائي گهڙڻو آهي ۽ نه ويچار ڪرڻو، ڇاڪاڻ ته وهه تک، واهڙ تک،
نينهن تک نرالي.

ها! پوءِ اهڙو نينهن نباهڻ، تار ترڻ ۽ ميهار ماڻڻ لاءِ سهڻيءَ وانگر سر
سهائڻو آهي. اونهي عميق ۾ ٽپو ڏيڻو آهي، تار يا تانگهو ڏسڻو نه آهي
ڇاڪاڻ ته:

"ڪنڌيءَ اُڀيون ڪيترييون، ساهڙ ساهڙ ڪن،
ڪنين سانگو ساهه جو ڪي گهوريس ڪيو گهڙن،
ساهڙ سندو تن، گهاگهائي گهڙن جي."

اهڙي عمل ڪرڻ سان ئي، اندر جي اک کلي ٿي، اونداهيءَ کان نڪري
انسان روشنيءَ ۾ اچي ٿو. هن ۽ هن ۾ فرق نه ٿو رهي، پوءِ ئي انسان "هيءُ نه
آهي هن ريءَ." هو "هيءُ نه هنهان ڏار" جي منزل ماڻي ٿو ۽ عجيبن آڏو اچي
ٿو پوءِ سندس هر عمل ۽ هر فعل خدا ڪارڻ آهي ۽ خدا جي خوشنوديءَ
خاطر ۽ تڏهن ئي هو چوي ٿو ته:

"واڳ ڌڻين جي وس، آءٌ ڪا پاڻ وهيٺي."

انهيءَ مان ظاهر ٿيو تہ قلندري طريقو بہ ڪو خاص جدا عمل نہ آهي. مگر اهو عمل ۽ فعل آهي، اهو جذبو ۽ وجد آهي، اهو فڪر ۽ عمل آهي، جو حضرت ابراهيم عليه السلام رب جي راضپي خاطر پاڻ کي آگ ۾ اڇلارايو حضرت اسماعيل عليه السلام پاڻ کي ذبح ڪرايو. حضرت محمد ﷺ پيغمبر دين، حق ۽ توحيد جي علم بلند ڪرڻ خاطر، جيڪي تڪليفون ڏٺيون، حضرت عثمان غنيءَ رضہ پنهنجي شهادت تہ لبيڪ چيو. حضرت امام حسين عليه السلام ڪربلا ۾ سر ڏنو مگر يزيد جي بيعت نہ ڪئي.

"سر داد نہ داد دست، در دست يزيد"

رب جي احڪامن جي پيروي ڪئي، رب جو راضپو حاصل ڪيو ۽ نہ يزيد جو. جنهن ڪري يزيد فنا ٿي ويو. يزيديت مدفون ٿي ويئي. مگر امام حسين عليه السلام ۽ اسلام هميشہ لاءِ زنده رهيا.

"قتل حسين اصل ميں، مرگ يزيد ہے
اسلام زندہ ہوتا ہے۔ ہر کربلا کے بعد۔"

قلندري طريقو مٿي ڪوڙائڻ ۽ لنگ چاڙهڻ تي نہ آهي. چاڪاڻ تہ:

"هر آں کہ سر می تراشد، قلندر نمی شود"

مگر قلندري طريقو اهو ادراڪ ۽ احساس جو بلند مقام آهي، جتي پهچڻ سان هو اهو ڪجهہ ڪري ٿو اهو عمل ڪري ٿو جو منشور الاهيءَ مطابق آهي ۽ نہ يزيديت جو پيرو. چاڪاڻ تہ هن جو عمل اهو آهي، جو امر ربي آهي. سندس واڳ ٻين جي وس آهي ۽ نہ سندس هٿ.

"واڳ ڏٽين جي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٽي."

جيڪڏهن قلندر لفظ جو اکر اکر جدا ڪبو تہ هر هڪ اکر کي جدا جدا معنيٰ ۽ مفهوم آهي. سڀ هنڌ رضا ۽ خوشنوديءَ جو راز مضمر آهي. قلندر لفظ ۾ ق، ل، ن، د ۽ ر اکر اچن ٿا. "ق" قرب ۽ قناعت جي علامت آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ جو پاڻ کي قلندر چوائي ان ۾ مولا جي محبت سان گڏ مولا جي مخلوق لاءِ بہ قرب هجي، محبت هجي ۽ پيار هجي، چاڪاڻ تہ مولا جي مخلوق بہ مظهر مولا آهي.

قناعت جو مطلب اهو آهي، تہ هن جي طبيعت ۾ رب جي رضا تي، قانع ۽ شاڪر رهڻ جو مادو هجي، ايئن نہ هجي تہ پنهنجي پاڻ جي پوڄا ۾ پرسن رهي ۽ تڪليف ۽ مصيبتن جي وقت يا نفس جي خواهش نہ پوري ٿيڻ وقت هاءِ گهوڙا ڪري.

رب جي رضا هڪ قلندر جي اڳيان پنهنجي وجود ۽ هر نفسياتي خوشنوديءَ کان هزار بار بلند ۽ مٿانهون مقام رکي ٿي. هن ۽ هن دنيا جي ڪا بہ چيز رب العزت محبوب حقيقيءَ جي رضا اڳيان ڪجهہ بہ نہ آهي. حافظ شيرازي چوي ٿو:

”اگر آن ترک شیرازی بدست آرد دلِ مارا
بہ خال هندوش، بخشم سمرقند و بخارا را
غلط گفتم خطا کردم، بہا کردن نہ دانستم
برائے یک نظر دلبر، بہ بخشم هر دو عالم را۔“

تہ ها! اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن طالب پنهنجي مطلوب يعني محبوب حقيقيءَ جي رضا تي راضي رهي ٿو تہ ان جي اڳيان ڪا اهڙي وٿ نہ آهي، جا هو رب جي رضا کان مٿي محسوس ڪري ۽ هر وقت ايئن ٿو چوي تہ:

”واڳ ڏڻين جي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٽي.“

شاهہ صاحب پڻ رب جي رضا کي مقدم رکندي ڏس ٿو ڏئي تہ:

”ليلان لڄ مَ ايترو اتي اڳڻ سور،
ابو ڏاڏو گهور، پاڻ سوڏو پرينءَ تان.“

(شاهہ رحمۃ اللہ علیہ)

”ل“ لنوءِ لقاءَ جي نشان دهي ٿو ڪري

قلندر لاءِ لازمي آهي تہ هو هر وقت الاهي محبت ۾ محو ۽ مست هجي هن ۽ هن جي قيل و قال کان آجو هجي. ايئن پرينءَ سان پيوند هجي، جيئن فارسيءَ واري چيو آهي تہ:

”من تو شدم تو من شدی، من جاں شدم تو تن شدی
تا کس نہ گوید، بعد از ایں من دیگرم تو دیگری۔“

**يا**

جيئن شاهه چيو آهي تہ:

”ســر ڊونــديان ڏڙنــہ لهــان، ڏڙڊونــديان ســر نــاهــ،
هــٿ ڪرايــون، اگريــون ويــا ڪپــي ڪانهــ،
وحــدت جـــي وهـــانءِ جـــي وياســـي وڍيـــا.“

اهڙي محبت ماڻڻ ۽ لنؤ لائڻ سان لالڻ جو لقاءُ لازمي آهي. پوءِ اهڙي طالب جون اکيون، هر وقت لنؤ ۽ لقاءَ جو مشاهدو ماڻينديون، انهن کي ٻئي ڏسڻ ۽ پسڻ جي نہ فرصت آهي ۽ نہ خيال.

”جــي ٻئــي در واجهــائين، تــان ڪــڍي ڪــانگن کــي ڏيــان.“

تہ ها! پوءِ اهو مطلوب ايئن ئي چوندو ۽ هر وقت چوندو تہ:

”واڳ ڌڻــين جــي وس، آءُ ڪــا پــاڻ وهيڻــي.“

ها! پر قلندري طريقہ ۾ اها بہ بندش آهي، ايئن بہ نہ آهي تہ هڪ قلندر جڏهن اسرار الاهي ۽ محبوب جو مشاهدو ماڻي، تہ پوءِ نياز ۽ نهنائي، عجز ۽ انڪساري، عيوض تڪبر ۽ فخر جي ور چڙهي. چاڪاڻ ”ن“ اکر انهيءَ ڏس ۾ تاڪيد ۽ تنبيهہ ٿو ڪري.

”د“ دليري ۽ ديانت ڏانهن اشارو آهي، ڇاڪاڻ تہ هڪ قلندر هميشہ هڪ خدا کان خائف آهي.

”راضــي هجــي رب، گهــوري ٻاجهــہ ٻــين جــي.“
”جـــنهن جـــو رب، تـــنهن جـــو ســـيد.“

جڏهن هو رب جو ٿي ٿو وڃي، تہ پوءِ سندس ڪجهہ بہ نہ ٿو رهي ۽ ايئن ئي ٿو چوي تہ:

”واڳ ڌڻــين جــي وس، آءُ ڪــا پــاڻ وهيڻــي.“

هڪ قلندر ۾ دليريءَ سان گڏ ديانت جو هئڻ پڻ لازمي آهي. ڇاڪاڻ تہ قلندر وٽ ڪوڙ مڪر ۽ فريب تصنع ۽ تدبير نہ آهي؛ سوچ ۽ سٺا نہ آهي.

”صــوفيءَ صــاف ڪيــو ڏوئــي ورق وجــود جــو.“

تنهن ڪري هو صرف امر جو منتظر هوندو آهي.

"من نمی گویم اناالحق یار می گوید بگو"

واري ڪار آهي:

"واڳ ڏٺين جي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٺي."

"ر" رياضت ۽ راز جو اهڃاڻ آهي. چاڪاڻ تہ رياضت ريءَ شفقت نصيب نہ ٿيندي، خلوت ريءَ جلوت نہ ٿيندي.

علم تصوف ۽ قلندري مشرب ۾ راز داري بلڪل اهم ۽ ضروري پهلو آهي، چاڪاڻ تہ شاهہ صاحب چوي ٿو تہ:

"جي پانئين پرينءَ مڙان، سڪ چوران ڪي ذات،
جاڳڻ جشن جن ڪي، سڪ نہ ساري رات
اُجهي ٻجهي آئيا، وائي ڪن نہ وات،
سلي سوريءَ چاڙهيا، بيان ڪن نہ بات
توٽي ڪسن ڪات، ساڳي سلين ڪينڪي."

"ڏينهان لُنديءَ ويس، راتيان روئي رت ڦڙا."

زهد ۽ عبادت، محنت ۽ مشقت ريءَ توڪل جو ترهو هٿ ڪرڻ ۽ جانب جو جمال ماڻڻ اولو ۽ عبث آهي تنهن ڪري قلندر لاءِ لازمي آهي تہ هو عابد ۽ زاهد بہ هجي. جنهن ڪري ئي هن جو اندر اجالو ٿيندو ۽ ايئن چوندو تہ:

"واڳ ڏٺين جي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٺي."

هن مان معلوم ٿيو تہ جنهن انسان ۾ اهي اوصاف آهن، اهو ئي حقيقي قلندر ٿي سگهي ٿو ۽ مشرب قلندري ماڻي ٿو. جنهن جي فيض ۽ برڪت جي درياءَ مان قطره بہ قيمتي آهي.

"پوڄارا پر ٿيئن، جي ماسو مڙئي مال."

جيئن هڪ اردو شاعر قلندري نظر الطاف لاءِ چوي ٿو تہ:

"دریا بہوں بھریا، چونچ بھر پانی پیا
تیرا کچھ نہ گھٹیا، اک غریب جیئا۔"

*_*_*

# حضرت قلندر شهباز جي شاعري



ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

حضرت قلندر شهباز سيوهاڻي، سنڌ جو فارسي شاعر بہ سمجهيو ويندو آهي. ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻيءَ پنهنجي پي ايچ ڊيءَ جي مقالي، "سنڌ جا فارسي شاعر" ۾ کين سنڌ جو فارسي شاعر ثابت ڪري، سنڌ جو پهريون فارسي شاعر ٺهرايو آهي.• ان کان اڳ ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي ڪتابن ۾ فارسي شاعر جي حيثيت ۾ سندن ذڪر ملي ٿو. مولانا محمد هاشم ٺٽويءَ جي ڪتاب "مدح سنڌ" مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ جي ڪتاب "فتوي واحدي"، مير علي شير "قانع" جي ڪتاب "مقالات الشعراءَ"، حضرت قادر بخش "بيدل" جي ڪتابن سندالموحدين ۽ "رموزالعارفين" مهتا مولچند جي ڪتاب "رسالہ سوانح قلندر"، خداداد خان جي ڪتاب "لب تاريخ سنڌ"، هڪ قلمي ڪتاب "بياض صالح"، ۽ ٻين ڪن ڪتابن ۽ قلمي بياضن ۾ کين فارسي شاعر ڄاڻائي، سندن شعر ڏنو ويو آهي.• تصوف متعلق هڪ فارسي ڪتاب "عشقيہ" نالي بہ ڏانهن منسوب آهي، جنهن ۾ آيل فارسي شعر سندن چيا وڃن ٿا. "قلندر نامو" جي مصنف، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، تحقيق ڪان پوءِ ٻڌايو آهي تہ اهو ڪتاب حضرت قلندر شهباز جو نہ آهي، پر شيخ عثمان انصاريءَ جو آهي. هن پنهنجيءَ راءِ جي ثبوت ۾ لکيو آهي تہ "عشقيہ" نالي ڪتاب ۾ حافظ ۽ روميءَ جا بہ شعر آهن، جيڪي حضرت قلندر شهباز کان گهڻو پوءِ ٿي گذريا آهن.•

---

• Persian Poets of Sindh, Sindhi Adabi Board, Footnote.

• ڏسو "تذڪره شهباز"، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ٻيو ڇاپو ١٩٦٩ع، ص ١٥٩

• "قلندر نامو"، سنڌي ص ص ١٧_١٨

حقيقت اها آهي تہ ڪيترن ئي نامور بزرگن، عالمن، شاعرن ۽ حاڪمن ڏانهن ڪيترا اهڙا شعر ۽ ڪتاب منسوب ٿي ويا آهن، جيڪي اصل ۾ انهن جا نہ آهن. محقق پنهنجيءَ تحقيق ذريعي وقت بوقت اهڙين ڳالهين جي نشاندهي ڪندا رهن ٿا. حضرت قلندر شهباز جي شعر ۽ ڪتابن جي حقيقت بہ اها آهي. "عشقيہ" جو هڪ نسخو محترم مير رحيمداد خان مولائي شيدائيءَ وٽ آهي ۽ منهنجي نظر مان گذريو آهي. اندروني شهادتون- جن مان وڏي ۾ وڏي شهادت اها آهي تہ ان ۾ حافظ، روميءَ ۽ ٻين اهڙن شاعرن جو ڪلام آهي، جي حضرت قلندر شهباز کان پوءِ ٿي گذريا آهن. ثابت ڪن ٿيون تہ هي ڪتاب حضرت قلندر شهباز جو ٿي نٿو سگهي.

مٿي ڄاڻايل ڪتاب کان سواءِ برٽن، حضرت قلندر شهباز جي ٻين ڪتابن جي بہ نشاهي ڪري ٿو. هو چوي ٿو تہ "سنڌ جي مڪتبن ۾ جيڪي ڪتاب پڙهايا ويندا هئا، انهن ۾ حضرت قلندر شهباز جا هي ڪتاب بہ شامل آهن: ١. عقد، ٢. قسم دويم، ٣. اخباس ۽ ۴. ميزان صرف.[•] هيءَ ڳالهہ بہ اڃا تحقيق طلب آهي، ڇاڪاڻ جو هڪ تہ اهي ڪتاب هيئنر دستياب ڪين ٿا ٿين، ٻيو تہ ڪنهن معتبر تاريخ يا تذڪري ۾ اهڙي قسم جو احوال نٿو ملي.

حضرت قلندر شهباز وڏو عالم، فاصل ۽ شاعر ضرور هو پر جيئن سنڌ جا ٻيا قديم ڪتاب ۽ قديم شعر زماني جي اٿل پٿل جي نذر ٿي ويا، تيئن حضرت قلندر شهباز جا اصل ڪتاب ۽ شعر بہ اسان جي نظرن کان اوجهل ٿي ويا. سنڌ ۾ ڌارين جي ڪاهن سبب وڏيون تباهيون آيون آهن. ڪيتريون ئي قريون لٽون ٿيون آهن، باهيون لڳيون آهن، شهر برباد ٿيا آهن ۽ واهڻ ويران ٿيا آهن. انهن ڳالهين جي ڪري اسان جن وڏن جو قيمتي ورثو، علمي خزانو بہ ناس ٿي ويو. ٻڌيءَ پيڙهيءَ جي هريڙن وانگر، پوئين زماني جا ڪجهہ قلمي ڪتاب بچيا آهن، ور نہ اها علمي ڪاڻ تہ ختم ٿي ويئي، جنهن ڪري اسان جي تاريخ تي بہ مٽيءَ جا ڪيترا تهہ جمي ويا آهن.

حضرت قلندر شهباز جي شعر جي سلسلي ۾ بہ اها ڳالهہ نظر اچي ٿي تہ جيڪو شعر حضرت قلندر شهباز ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو اهو گهٽي

---

[•] Burton: 'Sind and its Races' p. 139

قدر حضرت قلندر شهباز جو نہ آهي. ڪجهہ وقت اڳ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل دادو طرفان حضرت قلندر شهباز ڏانهن منسوب فارسي ڪلام سائيڪلو اسٽائيل ڪري شايع ڪيو ويو هو. ان ۾ "راجا" تخلص آيل آهي. ان کان پوءِ اهو ڪلام رسالن، ڪتابن ۽ اخبارن ۾ نقل ٿيندو رهيو ۽ سيني ايئن سمجهيو تہ حضرت قلندر شهباز جو ڪلام هٿ اچي ويو. حقيقت ۾ اهو ڪلام، جنهن ۾ "راجا" تخلص آيل آهي، حضرت قلندر شهباز جو نہ آهي. اهو ڪلام "راجو قتال" جي "ديوان راجا" تان نقل ٿيل آهي ۽ ڪنهن صاحب سنڌ ۾ حضرت قلندرِ شهباز ڏانهن منسوب ڪري ڇڏيو آهي. سيد صدرالدين "راجو قتال" مخدوم جهانيان جهان گشت (وفات ۷۸۵هہ) جو ننڍو ڀاءُ هو ۽ حضرت قلندر شهباز کان پوءِ ٿي گذريو آهي. سندس وفات ۸۲۷هہ ۾ ٿي. "ديوان راجا" راجو قتال جي نالي سان ڪيترن هنڌن تي موجود آهي.

هن وقت تائين اهڙي قسم جي ٻن قلمي ديوانن جي مطالعي ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. هڪ ديوان هڪ بياض ۾ نقل ٿيل آهي، جيڪو محترم قاضي علي اڪبر صاحب جي ملڪيت آهي. ان بياض جي نقل ڪرڻ واري نقل ڪرڻ وقت ڏاڍيون غلطيون ڪيون آهن. هن بياض ۾ "ديوان راجا" کان سواءِ حضرت سچل سرمست جون مثنويون، ٻين ڪن شاعرن جو پاري، سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ۽ پارسي نثر ۾ بہ ٿي تصوف جي مسئلن تي رسالا آهن. نہ فقط ايترو پر هن ۾ حضرت قلندر شهباز جي نالي ۾ بہ ڪجهہ غزل آهن. جيڪي ٻيو ڪٿان بہ نہ مليا آهن. اهي غزل مون پنهنجي ڪتاب "تذڪره شهباز" ۾ ڏنا تہ آهن.* پر اِنهن بابت بہ يقين سان چئي نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ جو ٻيو ڪٿي بہ اهي غزل حضرت قلندر شهباز جي نالي ۾ نہ مليا آهن. هن بياض ۾ جيئن تہ سنڌي شعر موجوده رسم الخط ۾ موجود آهي، تنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي ويجهڙي زماني جو لکيل آهي.

"ديوان راجا" جو ٻيو نسخو پنجاب يونيورسٽيءَ جي لئبريريءَ ۾ موجود آهي. هي نسخو مون چڱيءَ طرح ڏٺو آهي، ۽ هتي حضرت قلندر شهباز ڏانهن منسوب غزلن سان هن ديوان جا غزل ڀيٽا اٿم. غزلن تي نمبر ڪينهن، پر ڪل ۳۳ غزل آهن. ديوان جي آخر ۾ هيءَ تحرير آهي:

---

* "تذڪره شهباز"، ٻيو ڇاپو ص ۱۷۸ کان ۱۸۳

''تمت تمام شد گان من نظام شد این دیوان شاه راجو قتال صاحب رابتاریخ دهم رجب سنه ۱۱ از راه یاد گارے بروز سه شنبه از دست خاص شیخ محمد جعفر ولد شیخ محمد عباس۔'' هن مان صاف ظاهر ٿيندو تہ هي ديوان راجو قتال جو آهي. ديوان جي پوئتان پارسي نثر جو ڪتاب ''سلڪ السلوڪ'' بہ شامل آهي، جيڪو تصوف بابت آهي. ان ڪتاب جي آخر ۾ هيءَ تحرير آهي: ''کتاب سلک السلوک تصنیف مولا بخش عفی عنه کمترین بند گان در گاه نعمت الله ابن حسن دهلوی روز چهار شنبه ۲۴ جمادی الاول ۱۱۵۵ھ''

هنن تحريرن مان معلوم ٿيندو تہ ديوان ۱۲ صدي هجريءَ جو لکيل آهي، ۽ سن ۱۱ ڪنهن مغل بادشاهہ جي تخت نشينيءَ جو سن آهي.•

حضرت شهباز ڏانهن منسوب ڪلام، جنهن ۾ ''راجا'' تخلص آيل آهي، اهو پنجاب يونيورسٽيءَ واري ''ديوان راجا'' ۽ قاضي علي اڪبر صاحب واري بياض ۾ آيل ''ديوان راجا'' سان پيٽيو اٿم. معلوم ٿيو تہ اهو ساڳيو ئي ڪلام آهي، البت لفظن جي ڦيرگهير آهي. اها نقل در نقل ڪرڻ جي ڪري ٿي آهي. ايئن بہ آهي تہ ڪنهن ۾ هڪڙا غزل ڪينهن، تہ ٻئي ۾ وري ٻيا غزل ڪينهن. ائين بہ معلوم ٿئي ٿو تہ ڪيترا غزل گم بہ ٿيل آهن. اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ لوڪل بورڊ وارن ورقن ۾ آيل غزلن ۾ ڪي اهڙا بہ بيت آهن، جيڪي ''ديوان راجا'' ۾ نہ آهن. لوڪل بورڊ ورقن ۾ غزل نمبر ۵ جو مقطعو هن طرح آهي:

بیک پرواز من بینم که شهبازم بگویم حق،
بنور چشم باطن عین خود را عین آن دیدم۔

پنجاب يونيورسٽيءَ واري ساڳئي غزل جي مقطعي جي پوئين مصرع بلڪل ساڳي آهي، پر پهرين مصرع بلڪل مختلف آهي، جا هن طرح آهي:

بهرحالی پیش از بینا شدن چنی گوید

لوڪل بورڊ وارن ورقن ۾ آيل ڇهين غزل جا بہ مطلعا آهن. پهريون مطلعو هن طرح آهي:

• ''تذڪره شهباز''، ٻيو ڇاپو ص ۱۷۸ ــ ن ۱۸۳

امروز شاهِ شاهان مهمان شد است مارا،
جبرئيل با ملائک دربان شد است مارا۔

هي بيت سنڌ ۾ ڏاڍو مشهور آهي، ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ واري "ديوان راجا" ۾ به ڪونهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته هي مطلعو ڪنهن جدا غزل جو آهي، جيڪو پوءِ "ديوان راجا" جي غزل سان ملايو ويو آهي.

اهڙي قسم جا ٻيا اهڃاڻ به ملن ٿا. اها ڳالهه ثابت ٿي ڪري ته حضرت قلندر شهباز جا انهيءَ ساڳيءَ زمين ۾ غزل ضرور هئا، جن جو راجو قتال تتبعو ڪيو آهي. زماني جي گردش سبب حضرت قلندر شهباز جا اهي غزل ته لڪي ويا، پر انهن جون مصرعون "راجا" جي غزلن ۾ گڏجي ويون. ان مان اهو به ثابت ٿئي ٿو ته حضرت قلندر شهباز شاعر ضرور آهي، پر سندس شعر گم آهي. اهو شعر سندس نه آهي، جيڪو "راجا" جي تخلص سان موجود آهي.

البت ايترو آهي ته حضرت قلندر شهباز ڏانهن منسوب ڪي اهڙا غزل به ملن ٿا، جيڪي "ديوان راجا" ۾ ڪينهن ۽ سنڌ جي ڪيترن عالمن ۽ اديبن انهن کي نقل ڪيو آهي. مثال طور هيٺين مطلعي وارو غزل:

ز عشقِ دوست هر ساعت درونِ ناري رقصم
گهے برخاک می غلطم، گهے بردار می رقصم۔

هي غزل "لب تاريخ سنڌ"، "مقالات الشعراءَ"، "فتويٰ واحدي" ۽ ٻين ڪتابن ۾ آيل آهي. ان لاءِ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو چوڻ آهي ته حضرت قلندر شهباز جو نه آهي، پر شيخ عثمان انصاريءَ جو آهي. پر اهو غزل شيخ عثمان انصاريءَ جي "عشقيه" ۾ ڪونهي. ٿي سگهي ٿو ته شيخ عثمان انصاريءَ حضرت قلندر شهباز جي هن غزل جو تتبعو ڪيو هجي.

ٻيو غزل به عام طور مشهور آهي، ۽ ڪيترن ئي ڪتابن ۾ آيل آهي ان جو مطلعو هي آهي:

من آن درم که در بحر جلال الله بود استم،
بکوهِ طور باموسیٰ کلیم الله بود استم۔

هي غزل بہ ”ديوان راجا“ ۾ ڪونهي. هن لاءِ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مرحوم لکيو آهي تہ شمس تبريز جو آهي. پر ”ڪليات شمس تبريز“ ۾ هي غزل ڪو نہ ٿو ملي. انهيءَ ڪري هي غزل بہ حضرت قلندر شهباز جو چئي سگهجي ٿو. هن غزل جي مقطعي ۾ تخلص هن طرح آيل آهي: ”ايا عثمان مروندي“ ” ز عشق دوست“ واري غزل جي مقطعي ۾ بہ ”عثمان مروندي“ تخلص آيل آهي. هوڏانهن تحقيق ذريعي ثابت ٿئي ٿو تہ حضرت قلندر شهباز جي وطن جو نالو ”مرند“ هو ۽ نہ ”مروند“.• انهيءَ ڪري اهي غزل اجا تحقيق طلب ٿيون پون.

هڪ ٽيون غزل بہ آهي، جيڪو حضرت قلندر شهباز نالي مشهور آهي. ان جي مقطعي ۾ بہ ”ايا عثمان مروندي“ آيو آهي هي غزل بہ ”ديوان راجا“ ۾ ڪونهي. مطلعو هن طرح آهي:

*رسيدم من بدريائی کہ موجش آدمی خوار ست،*
*کہ کشتی اندران دريا نہ ملاحی عجب کارست۔*

انهن ٽن غزلن کان سواءِ اٺ غزل اهي آهن، جيڪي محترم قاضي علي اڪبر صاحب واري بياض ۾ ملن ٿا. انهن ۾ ”عثمان“ تخلص طور آيل آهي. هڪ ۾ ”قلندر“ ۽ ”شهباز“ لفظ آيل آهن، اهو بيت هي آهي:

*قلندر من ز شهبازم، مرا آشيانہ گوناں گون،*
*بهرجا ميروم آنگاه بامن: نور خوش آيد۔*

مٿين بحث مان معلوم ٿيندو تہ حضرت قلندر شهباز شاعر ضرور هو پر سندس ڪلام لاءِ وڏي جستجو ڪرڻي پوندي ٻن ٽن غزلن کان سواءِ ڏانهس منسوب ٻيو ڪلام سندس نہ آهي. اهي بہ چار غزل بہ تحقيق طلب آهن.

*_*_*

• تفصيل لاءِ ڏسو راقم الحروف جو ڪتاب ”تذڪره شهباز“ ص ٣٠ کان ٣٤.

# اسلامي فن تعمير ۽ حضرت قلندر رحمه الله جو روضو



انيس انصاري

رسڪن چيو آهي تہ انسانذات جي نسيان جون فاتح ٻہ شيون آهن.
١. موسيقي ۽ ٢. فن تعمير.

فن تعمير مان اسان ڪنهن خاص قوم يا خاص عهد بابت حقيقي اندازو لڳائي سگهون ٿا. فن تعمير کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪ زندگيءَ لاءِ ضروري ۽ ٻيو سڪ جو ثمر. پهرين حصي ۾ رهائش لاءِ بنايل اڏاوت ۽ ٻئي حصي ۾ عبادتگاهہ ۽ مزارون اچي وڃن ٿيون.

اي ايس واڪر جو چوڻ آهي "اجهو ضرورت کي پيش نظر رکي بنايو وڃي ٿو ان کي اسان عام عمارت چئون ٿا ۽ مزار جي اڏاوت محبت ۽ اڪرام جي ڪري ئي وجود ۾ اچي ٿي. ان کي اسان فن تعمير سان تعبير ڪري سگهون ٿا." تاريخ شاهد آهي تہ هر هڪ عمارت جي اڏاوت ۾ ڪي خاص نشانيون ۽ اهڃاڻ آهن. جن سان ڪين سڃاڻي سگهجي ٿو. قديم يوناني فن تعمير ۾ ٿنڀن جو خاص حصو آهي. ان عهد جي اڏاوت کي ٿنڀن جي اهڃاڻن سان سڃاڻي سگهجي ٿو. ٿنڀي جا اهم حصا هئا. ١. ترو يا بنيادي پٿر ٢. پيپل پائو يا ٿنڀي جو وچون حصو ۽ ٣. ٿنڀي جو سَرو يا مٿيون حصو. يوناني عمارت سازي ۾ ٽن قسمن جا ٿنڀا استعمال ڪيا ويندا هئا. ١. ڊورڪ ٿنڀو جو ننڍو ۽ مضبوط هوندو هو جنهن ۾ بنيادي پٿر (Base) استعمال نہ ڪيو ويندو هو ۽ جنهن جو سرو (Capital) سادو هوندو هو ٢. آئيونڪ ٿنڀو جو پترو ۽ نازڪ هوندو هو. هن ۾ بنيادي پٿر لڳايو ويندو هو ۽ هن جي سري جي پٿر کي خوبصورت بنائڻ لاءِ ان تي چٽ ڪوٽيا ويندا هئا. جي رڍ جي وريل سنڱن يا ڪنهن حسينہ جي ڪنڍڙن وارن جي مشابهہ هوندا هئا. ٣. ڪور نٿين ٿنڀو هن کي پيڙهہ جو پٿر بہ هوندو هو پر ان جي سري جي پٿر تي ٿنڀي

جي ويجهڙائي واري حصي تي پن واري ڊزائين کوٽي ويندي هئي ۽ ڇت جي ويجهڙائي وارو پٽڙ چوڪنڊو هو يونان جون قديم عمارتون (مندر) انهن مان ڪنهن به هڪ طرح جي اڏاوت جي عڪاسي ڪن ٿا ۽ انهن جي خاص اهڃاڻن مان سڃاڻي سگهجن ٿا.

قديم رومي طرز تعمير ۾ ٿنڀي جو هجڻ عام طور سونهن وڌائڻ لاءِ هوندو هو. هن اڏاوت ۾ گول کي وڏي اهميت حاصل هئي. رومن عمارتون گهڻو ڪري گول هونديون هيون، گول ڇت دروازن ۽ درين مٿان گول محراب، عمارت گول ٿنڀن تي بيٺل هوندي هئي، هي ٿنڀا ضرورت کان زياده سونهن لاءِ استعمال ڪيا ويندا هئا.

بازنطيني اڏاوت ۾ گنبذ کي وڏي اهميت آهي. رومن گنبذ گول اڏاوت تي اڏيل آهي پر بازنطيني گنبذ چورس اڏاوت تي ۽ اهڙي اڏاوت تي گول گنبذ بنائڻ نهايت ڏکيو ڪم آهي، رومن عمارت عام طرح گول هونديون هيون پر بازنطيني چورس يا مستطيل.

گوٿڪ اڏاوت هيٺين ڳالهين مان سڃاتي ويا ڪن جو مجموعو آهي.

١. نوڪدار محراب.

٢. ٿنڀن جو ميڙ.

٣. جاريدار دريون

۴. رنگين شيا.

۵. محراب دار ڇت

٦. اپو پُشتو

٧. منارا وغيره.

اسلامي فن تعمير لاءِ رسڪن جو چوڻ آهي، ”سونهن جي مڃيل معيار جي گولائي تي بنايا وڃن ٿا سي اسلامي فن جي عڪاسي ڪن ٿا.“

اسلامي اڏاوت ۾ مسلم تعميري قدرن سان گڏ مقامي طرز تعمير جو پڻ اثر ظاهر نظر ايندو آهي. سنڌ ۽ هند جي اسلامي دور جي اڏاوت تي پهريائين مقامي تعميرات جو اثر نمايان آهي ۽ بعد ۾ ان ايراني ۽ توراني اثر قبول ڪيو.

سر جارج برڊ وڊ ايراني ۽ هندو پاڪ جي اسلامي فن تعمير لاءِ لکيو آهي، ”تعجب جي انتها کي ان وقت انسان ڇهي ٿو جڏهن ايران ۽ هندستان (هندو پاڪ ننڍي کنڊ) جي ميداني علائقن مان گهمندي هو اهڙي موڙ تي

اڇي ٿو جتي سندس نظر ڪاشي ڪاري سان مزين مسجد تي وڃي ٿي ڪپي، جا پيلن، ساون نيرن ۽ ٻين رنگن سان دمڪي رهي هجي ۽ جنهن جي حسن کي لهندڙ سج جا ڪراٽا وڌائي نظر کي تا نوازين، جنهن جا شاندار گنبذ ۽ جر ڪندڙ منارا چڻ سون جا ٺهيل آهن جن تي بلور جي ميناڪاري جڙت ساون ۽ آسماني رنگن ۾ نمايان پرستان جي ڏک ڏئي تي ۽ جنهن جي حسن جو بيان ڪري ئي نٿو سگهجي ۽ جا نظرن کي نوازي ۽ نيڻن کي ٺاري ٿي.“

برڊ وڊ جو ڪجهه مسجد لاءِ چيو آهي اهو سڀ ڪجهه ڪنهن ڪاشي سان جڙت ڪيل مزار لاءِ بہ چئي سگهجي ٿو.

پهرين اسلامي عمارت جنهن جو بنياد رکيو ويو سا مسجد قبا هئي. مديني ڏانهن هجرت جي دوران رستي تي هن مسجد جو پهريون پٿر پيغمبر اسلام پنهنجي مبارڪ هٿن سان رکيو ۽ ٻين صاحبن رضہ ان جي تعمير ۾ مدد ڪئي. يثرب (مدينہ النبي) پهچڻ بعد حضور ڪريم ﷺ جي رهائش گاهہ سان گڏ هڪ مسجد پڻ تعمير ڪئي ويئي جنهن جي اڏاوت ۾ مهاجرن ۽ انصارن ٻنهي حصو ورتو. هي عمارت عرب جي قديم روايت موجب سادگيءَ جو مظهر هئي، بعد ۾ جدا جدا دورن ۾ مسجد نبويءَ کي وڌايو ۽ خوبصورت بنايو پي ويو آهي. ڊاڪٽر محمد عبدالله چغتائي پنهنجي ڪتاب تاريخ مساجد عالم ۾ لکيو آهي تہ ”هي عمارت شروعات ۾ ستر ۽ اسي (٧٠، ٨٠) ذراع هئي (هڪ ذراع اٽڪل ١٨ انچن جو ٿيندو آهي) ان جي ٽن طرفن کان ٽي دروازا هنيا ويا هئا. عمارت ۾ ڪجهہ حجرا هئا جي مسجد جي صحن ۾ پي کليا.“

وقت سان ضرورت جي لحاظ کان مسجد ۾ هيٺين ڳالهين جو خيال رکيو ويو تہ مسجد مستطيل هجي، جنهن ۾ ايوان، محراب، منبر ۽ اذان ڏيڻ لاءِ جاءِ (منارو وغيره) پڻ موجود هجي. مسجدن تي گنبذ جي اڏاوت جو اضافو پڻ ڪيو ويو. اسلام ۾ سڀ کان پهريائين باقاعدي اذان لاءِ منارو اموي عهد ۾ عمرو بن العاص رضہ جي مسجد ۾ قائم ڪيو ويو. اسلامي فن تعمير ۾ گنبذ جي شروعات خليفي عبدالمالڪ مسجد مخراتي تعمير سان ڪئي.

انسائيڪلو پيڊيا برٽانيڪا موجب پراڻي ۾ پراڻي اسلامي اڏاوت جا هن وقت موجود آهي سا مسجد صخرا آهي جا سن ٦٩١ع ۾ خليفي عبدالملڪ ٺهرائي هئي. مسجد صخرا جي ٺهڻ کان پوءِ اٽڪل ويهن سالن بعد يروشلم ۾ ٺي خليفي وليد (سن ٧٠٥ _ ٧١٥) مسجد اقصيٰ جي اڏاوت

ڪرائي، هن تي پڻ مسجد صخرا وانگر خوبصورت نقش نگار بنايا ويا ۽ جڙت ڪاري ڪئي وئي.

هند ۾ اسلامي طرز تعمير جا پراڻا نمونا مسجد قوت اسلام دهلي ۽ جامع مسجد اجمير آهن. جن مان هر هڪ ۵۸۷هه ۽ ۵۹۵هه ۾ ٺهي، انهن ٻنهي مسجدن جي تعمير وقت اسلامي طرز تعمير هند ۾ قدم ڄمائي چڪي هئي پر ان تي مقامي اثر پڻ هو.

پاڪستان ۾ پراڻي ۾ پراڻي اڏاوت جو بهترين نمونو اسلامي فن تعمير جي لحاظ کان ملتان ۾ رڪن عالم ﷫ (۷۳٦هه) جو مقبرو آهي جيڪو تغلق سلطانن جو دور حڪومت ۾ تعمير ڪيو ويو هو.

سنڌ ۾ تغلق خاندان جي ڏينهن ۾ اسلامي طرز تعمير تي بنايل پراڻي عمارت حضرت لال شهباز قلندر جو روضو آهي جو سن ۷۵۷هجري ۾ فيروز شاهه تغلق جي ڏينهن ۾ سيوستان جي والي ملڪ اختيارالدين تيار ڪرايو هو.

تاريخ فيروز شاهي مورخ سراج عفيف لکيو آهي تہ سلطان فيروز شاهه عمارتن جي تعمير لاءِ خاص توجہ ڏنو. تاريخ ۾ ڪن اهڙين عمارتن جو بيان بہ ڏنل آهي جي فيروز شاهه جي حڪومت جي دوران ٺهيون. انهن عمارتن ۾ مسجدون ۽ مقبرا بہ اچي وڃن ٿا. سراج عفيف وڌيڪ لکيو آهي، ”مطلب تہ ان طرح فيروز شاهه جي چاليهہ سالن جي عهد حڪومت ۾ گهڻن قسمن ۽ نمونن جون عمارتون تعمير ٿيون.“

سيد ڏنل شاهه پنهنجي ڪتاب حضرت شهنشاهه لال شهباز قلندر ۾ لکيو آهي، ”اها حقيقت آهي تہ مزار مقدس مٿان جو روضو اڏيل آهي سو اڏاوتي تعمير ۽ ڪاريگري ۾ تغلق عهد جي ممتاز مثالن مان هڪ آهي.“ شاهه صاحب وڌيڪ لکيو آهي تہ ”ان ۾ شڪ نہ آهي تہ اهو روضو دهلي جي بادشاهه فيروز شاهه جي حڪم سان تعمير ٿيو هو ۽ ملڪ اختيارالدين سيوهڻ جي گورنر سن ۷۵۷هه ۾ تعميراتي ڪم جو پورائو ڪيو هو.“ تاريخ ڪتبي جي هيٺين شعرن مان نڪري ٿي.

بروز هفتم از ماه رجب مبنی شد این روضه
بسال هفصد پنجاه و هفت از هجرت مهتر

روضي مبارڪ جي تيار ٿيڻ جي ستن مهينن بعد تاريخ ۷ صفر ۷۵۷ هجري ۾ قلندر شهباز جي وزير ۽ خادم سيد علي جي قبر مبارڪ تيار ٿي.

تاريخ هيٺ ڏنل شعر مان نڪري ٿي.

هفتم از ماه صفر مبنی شد این مرقد

بسال هفصد پنجاه هفت از هجرتِ احمد شمار

(پروفيسر مولوي محمد شفيع هفتصد پنجاه هفت کي هفتصد پنجاه هشت پڙهيو آهي. ان موجب اها قبر ۷۵۸هجري ۾ تيار ٿي.)

قلندر شهباز جي روضي ۾ پهريائين ست طاق ۽ ڇهه گنبذ ٺهيل هئا جي ڪتبي جي هيٺين شعر مان ظاهر ٿئي ٿو.

چه زیبا بار گاهی شد بهفت طاق شش گنبد

که رنگ نه فلک گشته ز رشک بام او اخضر

قلندر شهباز جي درگاهه جي توسيع، مرمت ۽ اڏاوت جو ڪم جدا جدا دورن ۾ ٿيندو رهيو آهي ۽ اڃا تائين ٿيندو رهي ٿو. روضي مبارڪ تي مرزا جاني بيگ جي ايام ڪاريءَ ۾ نئين سر اڏاوت ٿي ۽ درگاهه کي وسيع ڪيو ويو. خدا داد خان مصنف "لب تاريخ سنڌ" لکيو آهي.

"همون روضه متبر که را از سر نو عالی و رفیع ساخته و موزون و خوشنما نموده۔"

مرزا جاني بيگ جي فوت ٿيڻ بعد سندس پٽ مرزا غازي بيگ به درگاهه تي ڪم ڪيو پر سندس عمر وفا نه ڪئي.

مرزا جاني بيگ جي عهد ۾ روضي تي وڏو گنبذ تعمير ڪرايو ويو ان جو احوال سيد پورا عرف ديندار خانجي هڪ ڪتبي مان ملي ٿو جنهن تي اڪريل آهي:

"جڏهن سلطان فيروز مرحوم جي زماني حضرت مخدوم (قلندر شهباز) جو روضو تيار ٿيو ته هي تاريخ جا ٻه پٿر نصب ڪيا ويا هئا. آخر جڏهن مرزا جاني بيگ جي عهد ۾ وڏو گنبذ تيار ڪرايو ويو ته اهي پٿر هڪ هنڌ رکيا ويا ۽ جڏهن فقير پورا عرف ديندار خان حضرت صاحبقران ثاني (شاهجهان بادشاهه) جي ڏينهن ۾ روضي جي صحن کي ترتيب ڏني ۽ مسجدون تيار ڪرايون ته انهن ٻنهي پٿرن کي خانقاه جي ديوار ۾ هٽايو ته جيئن گذريل سلطانن جو يادگار قائم رهي."

۱۰۳۹هه ۾ شاهجهان جي عهد ۾ ديندار خان خانقاه جي مرمت ڪرائي ۽ هڪ بيگهه زمين کي ڪاشي جي سرن سان سهڻو بنايو. صناديد سنڌ جي لکندڙ پروفيسر مولوي محمد شفيع لکيو آهي:

"معلوم ٿئي ٿو ته ١١٧٣هجري ۾ غلام شاهه ڪلهوڙي خانقاه کي نشان پيش ڪيو ۽ بعض ترميمون ڪيون، موجوده ڏيوڍي لاءِ چيو وڃي ٿو ته اها به ان ٺهرائي هئي." ان بعد به روضي مبارڪ کي خوبصورت بنائڻ لاءِ وقت بوقت ڪم پي ڪيا ويا آهن.

روضو مبارڪ جنهن صورت ۾ هن وقت موجود آهي ان مان انسان کي روحاني سرور سان گڏ جمالياتي حظ به حاصل ٿئي ٿو. سنڌ ۾ اسلامي فن تعمير جي اعليٰ نمونن مان هڪ قلندر شهباز جو روضو پڻ آهي.

## حوالا

1.Architecture by Louey Chisholm
2. Encyclopaedia Brittanica.
3. Tile Mosaics of Lahore Fort by. J. PH, vogel, Ph.D.
4. Badshahi Masjid by Dr. M. Abdullah Chughtia.
5. Hazart Shahanshah Lal Shahbaz Qalander by Syed Dinal Shah.
6. Spritual Value of Islamic Architecture by E.E. Speight (Article Published in Islamic Culture October 1928)
7. What India owes to Central Asia in Islamic Culture by Dr. M. Abdullah Chughtia. (Article Published in Islamic Culture Jan 1934)
8. Research Articles by Vincent Smith.
9. لب تاريخ سنڌ خداداد خان.
10. سوانح شهباز عبيدالله دستي.
11. تاريخ فيروز شاهي سراج عفيف.
12. سخي شهباز قلندر شهباز ميلا ڪاميٽي.

*_*_*

# سيوهڻ جي سرڪار



ڪريم بخش خالد

سنڌ ۾ دنيا جي هر خطي جا ماڻهو آباد آهن. دور دراز علائقن کان، مختلف وقتن تي، مختلف بهانن سان، "جيڪو آيو سو اگهيو" جي مصداق، هر نو وارد هتان جو ٿي ويو. هن وري پٽ ورائي پنهنجي ڇڏيل ملڪ ڪي نہ ڏٺو نہ وري تڪليف وقت اتان ڪنهن مدد لاءِ واجهايائين، ۽ نڪو پنهنجي نالي پنيان وطن، شهر يا قصبي جو نالو نشان باقي رکيائين. اتر کان توڙي اولهہ کان ڪيئي غنيم آيا ڪي ڦبيا، ڪن جو خون هتي جي گڏهن گهوڙن جي لتن هيٺان پيو لتاڙجي. انهن جنوني ۽ فسادي ماڻهن جو هن زرخيز زمين تي اچڻ، خون ۽ ڦرلٽ ڪرڻ نڪو امر ربي هو ۽ نہ وري سنڌ وارن جي تقدير ۾ لکيل هو. اِهو ملڪ جي طبيعاتي حالتن جو لازمي نتيجو هو تہ پهاڙن ۽ جبلن جي لَڪن کان اتي جا بکيا، نيم وحشي ۽ ازل جا پٽيل ماڻهو ميداني علائقن جي صابر، شاڪر ۽ امن پسند ماڻهن کي تنگ ڪن. پنهنجي شڪم پروريءَ لاءِ سندن تهذيب ۽ تمدن کي تباهہ ۽برباد ڪن.

ستين صدي هجريءَ ۽ تيرهين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري (٦٥٠ـ ١٢٥٢) جڏهن هندستان ۾ دهليءَ جي تخت تي ترڪ غلام گهراڻي جي حڪومت هئي، تڏهن وچ ايشيا کان حضرت شيخ عثمان مروندي ﷫ هندستان آيو ۽ ملتان کان ٿيندو سيوهڻ ۾ وارد ٿيو. جتي هو "لال شهباز" جي نالي سان مشهور ٿيو هو. انهن چند الله جي پيارن بزرگن مان هو جيڪي ڪشت ڪشالا ڪاٽي، هندستان ۾ امن، صلح، محبت، اخوت ۽ توحيد الاهيءَ جي سربلنديءَ ۽ سچائيءَ صداقت ۽ انساني ڀائيچاري جي قدرن کي عام ڪرڻ لاءِ هتي آيا، ۽ هتان جا ٿي رهيا ۽ هتي ئي آرام ٿيا.

عربن جي پنهنجيءَ نااهليءَ، قبائلي عصيبتن جي فروغ ۽ سلطنت جي لازمي اثرات. جن ۾ عيش و عشرت ۽ فسق و فجور جو عروج ۽ بالغ اهم عنصر آهن. سندن شهنشاهيءَ کي ڏانواڏول ڪري وڌو. سنڌ ۾ پڻ عربي حڪومت جي خاتمي سان مقامي ماڻهن سومرن پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. سومرن ۽ انهن کان پوءِ سمن اٽڪل ڇهه سؤ سال حڪومت ڪئي، جيتوڻيڪ انهن سردارن جي وچ ۾ ذاتي رنجشن يا اقتدار جي هوس سببان ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪو تصادم ٿيندو هو پر عربن جي "فتح سنڌ" کان وٺي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي صاحبيءَ تائين، ٻاهرين غنيمن جي حملن سببان، يا ڏارين حڪمرانن جي پاڻ ۾ اقتدار حاصل ڪرڻ جي آويزشن ۽ لشڪر ڪشين سببان، اهلِ سنڌ جو خون پاڻيءَ کان بہ وڌيڪ ارزان ۽ سمنڊ کان بہ وڌيڪ مقدار ۾ ضايع ٿيو. ۽ جڏهن حضرت مروندي ؒ هندستان ۾ داخل ٿيو هو، تڏهن تہ سلطان التمش جي چهلگان (چاليهہ خاص ٻانهن) ۽ ترڪي اُمراءَ جي باهمي حسد، رقابت، ڪيني ۽ رنجشن ملڪ کي بدامنيءَ ۽ رذالت جي انتهائي حد تي پهچايو هو. خود سنڌ ۾ هڪ ٻئي پٺيان لڙايون ٿينديون رهيون ۽ سيوهڻ انهن جنگي معرڪن جو مرڪز بنيو.

اهو معصوم سنڌ وارن جو لال خون هو، جنهن جو نشان ۽ امين بڻجي، شيخ مروندي سيوهڻ ۾ وارد ٿيو هو تہ جيئن هو ان ظلمتڪدي کي راحتڪدي ۾ تبديل ڪري ۽ انساني قدرن جي پائمالي روڪي، شرفِ انسانيت کي جلا بخشي. پر هو اهڙيءَ پُرشڪوه شخصيت علمي تبحر، اعليٰ ذاتي اوصاف، مٺيادار محبت ۽ ازلي امانت جو نقيب بڻجي آيو جو سيوهڻ جي قدامت ۽ تاريخي عظمت سندس دعوت جو بار کڻي نہ سگهي هو فقط هڪ سال سيوهڻ ۾ ترسيو ۽ پوءِ وڃي پنهنجي رب سان مليو.

سنڌ جي قديم ڪتابن ۾ سندس ڪو تفصيلي تذڪرو ڪو نہ ٿو ملي. چند درسي ڪتاب ۽ غزلن جو صدري ذخيرو اڄ اسان وٽ سندس نشانيون طور آهي، جن بابت پڻ اهل دانش ۽ فڪر و تدبر جا صاحب خاموش آهن. سندس تحريڪ ۽ سندس شاگردن بابت هر صاحبِ قلم ۽ هر مرادوند مريد ۽ طالبِ حق جو طالب بيتوجهہ ۽ غافل آهي. ايڪڙ ٻيڪڙ تذڪرن ۾ سندس حالات محض توصيفي ۽ عقل چرخ ڪندڙ ڪرامتن ۽ ڪرتبن تي مشتمل ملن ٿا.

سيوهڻ جي سرزمين ايتري بنجر ۽ بيمروت ڪا نہ هئي جو اهڙي بلند پايي درويش جي تعليم کان بي بهره رهي. اتي جا ماڻهو اهڙا ڪين هئا جو اهڙي صاحبِ رشد و هدايت جي تحريڪ کان متاثر ٿيڻ بنا رهي سگهن. يا سندس دائره اثر ۾ اچي بيعمليءَ جو شڪار ٿي وڃن. بهرحال، تحقيق ۽ تجسس عقل ۽ استدلال، تاريخ ۽ آثار قديمہ هن بزرگ سان بي انصافي ڪرڻ ۾ هڪ ٻئي کان سبقت حاصل ڪري چڪا آهن.

الهندي پاڪستان جي سيپتا سنڌونديءَ سببان وڌي آهي. مها ساگرنما درياھ پنهنجي آبحيات، قدرتي منظرن، زرعي پيداوار ۽ صنعت و حرفت سببان عهد قديم کان جڳ مشهور هو. ان جي موجن ۾ جيتري مستي، اوتري ماڻهن ۾ سادگي ۽ قناعت ۽ ڪفايت هئي، درياھ جو وهڪرو جيترو پورالو هو اوترو ماڻهن جا ذهن ۽ دل صاف هئا. هڪ ٻئي جي ضد هجڻ سببان، ٽڪر ناگزير هو. جنهن ۾ ان وقت جي انسان هڪ طرح هارايو پر ٻيءَ طرح هن پنهنجيءَ تهذيب، تمدن ۽ ثقافت جا اهڙا نشان ڇڏيا، جيڪي اڄ بہ عزت ۽ تحسين جي نگاھ سان ڏٺا وڃن ٿا.

قديم سنڌ جا چار اهم شهر آهن، جن ۾ حفاظتي قلعا هئا ۽ اهي هڪ طرح مذهبي مرڪز پڻ هئا. سنڌوءَ جي اولھ طرف سبي (سيوي) ۽ سيوهڻ انهن مرڪزن ۾ امتيازي حيثيت رکن ٿا. "سيوهڻ" تي اِهو نالو ڪيئن بہ پيو هجي، پر اهو شهر پنهنجيءَ قدامت کان موهن جي دڙي کان پوءِ اچي ٿو.

درياءَ سنڌ جو ساڄو ڪپ عهد قديم ۾ نهايت زرخيز هو. ڪپھ جي نهايت عاليشان پيداوار سببان، رهائش لاءِ شهرن ۽ ڪارخانن ۽ تجارتي مرڪزن جو هڪ منظم ۽ سهٽيءَ سٽا وارو چار پڪڙيل هوندو هو. موهن جي دڙي کان عربي سمنڊ تائين اهڙا بيشمار مقامات هئا، ۽ ڪيترن جو سراغ آثار قديمہ وارن لڳايو آهي، جن مان انهيءَ ڳالھ جي ثابتي ملي ٿي تہ درياءَ جي رخ تبديل ڪرڻ ۽ خشڪ آبهوا سببان اُهي شهر ۽ منڊيون ويران ۽ برباد ٿي ويا، ۽ ماڻهن ميداني علائقن ڏانهن هجرت ڪرڻ شروع ڪئي. باقي ٻوڏن وغيره سببان انهن شهرن جي بربادي موضوع بحث ٿي سگهي ٿي، ڇو تہ قديم سنڌ ۾ جتي جتي اهڙو خطرو هو ان جي پيش نظر، شهر دڙن تي آباد ٿيل ڏسجن ٿا. جيئن لاڙڪاڻي پرسان جهڪر، اهڙيءَ طرح ڪنديارو، نوشهرو فيروز ۽ مورو دڙن تي اڏيل آهن. جوهيءَ پرسان بہ دڙا آهن، جيئن

ماڻهو جابلو علائقي کان اينديڙ بارش جي تيز پاڻيءَ کان بچي، ڏڙن تي امان وٺن.
دادوءَ کان ۴۰ ميل دور آمريءَ جي قديم آثارن (مٽيءَ جي برتنن جي ساخت، رنگت ۽ سينگار) مان معلوم ٿو ٿئي تہ خود موهن جي دڙي جي تهذيب ۾ ڏارين جي باائر شرڪت هئي، ڇو تہ موهن جي دڙي جا ماڻهو خود واديءَ مهراڻ کان ٻاهران آيل هئا ۽ انهن جي سڪونت پذير ٿيڻ کان ڪو عرصو پوءِ اوپر يا اولهہ کان، ايران ۽ بلوچستان طرفان ٻيا ماڻهو آيا، جن مقامي ماڻهن کي هيسايو ۽ کين برباد ڪيو. ("سنڌ گزيٽيئر"، ڊاڪٽر سارلي) ازان سواءِ دادوءَ کان چار ميل پري چانهوءَ جو دڙو آهي، جيڪو قديم سنڌ ۾ موهن جي دڙي جي واپارين جي زرعي منڊي هو. هتان پيپر جي پن اوڪريل مهر ملي آهي، جنهن جهڙي نہ موهن جي دڙي مان ۽ نہ وري هڙاپا جي کوٽائي ڪندي دستياب ٿي آهي. ٻڌ ڌرم ۾ پيپر ۽ ٻڙ جا وڻ مقدس ميجيا وڃن ٿا، ڇو تہ گوتم ٻڌ اهڙي ڪنهن وڻ هيٺ رياضت ڪندي مُڪتي حاصل ڪئي هئي. ان مان ظاهر ٿو ٿئي تہ هن علائقي ۾ (ظاهر آهي تہ مرڪزي شهر سيوهڻ هو. جتي هندن جو هڪ وڏو شوالو هو) ٻُڌن جو بہ هڪ وڏو مندر هو جنهن جو تقدس ڪنهن بہ حالت ۾ مڪي معظمہ ۾ ڪعبي اندر رکيل بتن کان گهٽ ڪو نہ هو ۽ هي علائقو عهد قديم کان مرجع خاص و عام هو. انهيءَ عالمي شهرت ۽ خوشحاليءَ سببان سڪندر يونانيءَ جي حريص طبع کيس هتي آندو جنهن جو نشان "ڪافر قلعو" اڄ بہ عبرت جي مينار طور موجود آهي.
اسان کي هندن جي ساهت ۾ ڪنهن اهڙي رشي، مهراج يا سواميءَ جو احوال ڪو نہ ٿو ملي، جنهن پنهنجي آبائي مذهب ۽ سيوهڻ جي بتڪدي جي مدح سرائيءَ بابت ڪو ذڪر اذڪار ڪيو هجي، ڪن ڪانين ڪرامتن جو بيان ڏنو هجي يا اهڙي پوتر آستان جي ثقافتي، تهذيبي ۽ معاشرتي اهميت کي واضح ڪيو هجي. اها حقيقت ضرور آهي، پر وقت جي بيرحم هٿن ان کي ماضيءَ جو داستانِ پارينہ بڻايو آهي، ۽ ان وقت جي اڻپوري ۽ ناپختہ تاريخ نويسيءَ جي فن ان کي هميشہ لاءِ اسان کان پوشيده ڪري ڇڏيو آهي. البتہ اسلام جي آمد کان پوءِ هن علائقي مان علم ۽ فضل، رشد ۽ هدايت جون جيڪي شمعون روشن ٿيون ۽ چوڏس چوڏار جيڪي

عرفانِ الاهيءَ جون ضياپاشيون ٿيون، تن جو تفصيلي تذڪرو ملي ٿو جيڪو اسان لاءِ متاعِ عزيز ۽ باعثِ صد افتخار آهي.

محمد بن قاسم جي فتح ڪان پوءِ ساريءَ سنڌ ۾ ۽ خاص طور سيوهڻ ۾ هڪ عظيم روحاني، مادي ۽ ثقافتي انقلاب رونما ٿيو. ماڻهو دنيوي خدائن جي لنترانين ڪان تہ بچيا پر روحاني طور جنهن مستقل عذاب ۽ ذهني تذبذب ۾ هو مبتلا هئا، تنهن ڪيفيت کي خداوند ڪريم جي توحيدي فلسفي ۽ اسلامي نظامِ زندگيءَ جي اعليٰ ۽ ارفع عملي اصولن ڪين بلند نظري، وسيع القلبي ۽ دوراندیشي عطا ڪئي. انهيءَ شمع هدايت مان ڪئين چراغ روشن ٿيا. محمد عابد سنڌي، مخدوم محمد جعفر بوبڪائي ۽ سندس والد ميان عبدالڪريم ميران، جيڪو شاهہ حسن جو استاد هو پاٽ شريف جا بزرگ، جن دنيوي خدائن جي چاهہ ۽ حشمت تي لعنت وجهي، برهانپور هجرت ڪئي. ازان سواءِ بزرگن ۽ درويشن جو هڪ برڪتن وارو ٽولو "گل سرسبد" جيان، هن سرزمين کي پنهنجين رعنائين ۽ ٻهڪ سان منور ۽ معطر ڪندو رهيو. حضرت شاهہ صدر لڪياري، مخدوم بلال شهيد، شيخ عارف صدرالدين ملتاني، اُچ شريف جا بخاري حضرات، خواجہ معين الدين چشتي، جيڪو حضرت شاهہ صدر جي خدمت ۾ آيو هو حضرت سيد محمد مڪي بکري، حضرت شيخ نوح، حضرت شيخ محمود قطب ("تاريخ تمندن سنڌ") ۽ حضرت شڪر گنج شاهہ الور وارو جيڪو لال شهباز سائينءَ جو همعصر ۽ يار هو. (سنڌ گزيٽيئر، ص ٣٢٧) ازان سواءِ اهم مقامات تي وڏا مدرسا قائم ڪيا ويا، ۽ سيوهڻ جو اهڙو مدرسو اسلامي دنيا ۾ "فقهاءَ الاسلام" جي نالي سان مشهور هو جتي اسڪندريہ (مصر) ڪان پڻ طالب العلم تحصيل علومِ شريعيہ لاءِ ايندا هئا. انهيءَ مدرسي جو ذڪر ابن بطوطہ پنهنجي سفرنامي ۾ ڪيو آهي.

هن سلسلي ۾ اسان کي ڪافي مواد هٿ اچڻ جي اميد آهي، جڏهن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نئين تاليف، "تذڪره مشائخ سيوستان" (فارسي) شايع ٿيندو. اهو خطي نسخو ڊاڪٽر صاحب کي معجزانہ طور هٿ آيو آهي، جنهن کي هن پنهنجي علمي تبحر ۽ ادبي تحقيق سان سنواريو ۽ سڌاريو آهي. ازان سواءِ اسان کي دادوءَ ڪان ٣٠ ميل اولهہ ۽ جوهيءَ ڪان ويهن ميلن تي نئن گاج جي ڪپر تي، هڪ وڏو قبرستان نظر ايندو جيڪو "الله يار جي قبرستان" جي نالي سان مشهور آهي. اتي وڏا

وڏا مقبرا آهن، پر انهن جي پٿين تي ڪا قرآني آيت يا ڪو عربي فارسيءَ ۾ ڪتبو لڳل ڪونهي. ان جي برعڪس، دربار جا منظر، هاٿيءَ جي ويڙهه، پهلوانن جا ڪرتب، ليلي مجنونءَ جون تصويرون نقش ڪيل آهن. چيو وڃي ٿو تہ الور ڪان واپسيءَ تي محمد بن قاسم ڪافي خزانو اتي دفن ڪيو هو. جنهن سبان قبرستان جو گهڻو حصو ڪوٽيل آهي ۽ ڪيترن ماڻهن کي اتان پراڻا سڪا گهڻي تعداد ۾ مليا آهن. درياءَ جو قدرتي وهڪرو ان زماني ۾ ان طرف ڪان هو ۽ محمد بن قاسم جو لشڪر انهيءَ رستي ڪان واپس وريو هو. ان جو هڪ ثبوت هي بہ آهي تہ بوبڪن جو شهر ۾ هڪ بزرگ ابوبڪر جو ٻڌايل هو جيڪو پوءِ بگڙجي موجوده نالي سان مشهور ٿيو آهي. هن قبرستان بابت پڻ تحقيقي ڪم ٿيڻ گهرجي.

سيوهڻ جي قدامت ۽ عظمت جي تذڪري ڪرڻ جو هينئر اشڪباريءَ ڪان سواءِ ڪو نتيجو ڪونهي. اهو مقام جيڪو مرجع خاص و عام هو. شهنشاهن جي حريص نگاهن جو مرڪز هو رشد و هدايت جو سرچشمو هو. وقت جي بادشاهن جي حڪومت جو هنڌ هو سو اڄ اجڙ ۽ ويران آهي نہ اهو دنيوي دٻدٻو آهي ۽ نہ وري علم و عرفان جي بارش. هينئر اهي سرحدون بہ مٽجي ويون، جن سيوهڻ کي سرڪار بڻايو هو ۽ مغلن جي عهد تائين اتي سرڪاري وقائع نگار ۽ سپهہ سالار رهندا هئا هينئر سيوهڻ دادو ضلعي جو هڪ ننڍڙو شهر آهي، جنهن جي آبادي ۴۱۶۹ نفوس آهي. علائقو جابلو آهي، جنهن ڪري جهرڪن تائين هڪ سؤ ميلن جي مفاصلي ۾ درياهہ بي بس ٿيو بنا چون چران جي وهي ٿو. ڪيرٿر ۽ لڪي پهاڙن جي سلسلي سببان، ٽن طرفن ڪان بند هجڻ ڪري، هتي سخت گرمي ٿئي ٿي. ميرن جي زماني وارا چراگاهہ ۽ شڪارگاهہ ڪينهن ۽ نہ وري ابن بطوطہ جا ڏٺل هاٿي هينئر نظر اچن ٿا.

پاٽينجر جي وقت ۾ هن وقت وانديون هيون، جن جي آبادي مشڪل سان ڇهہ يا ست سؤ افراد هوندي هئي. ان ڪان پوءِ تمدني حالتن ڦيرو کاڌو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ڪان پوءِ ٻي مهاڀاري لڙائي لڳڻ تائين، زرعي مارڪيٽ ۾ منديءَ جو رجحان رهيو پر ان ڪان پوءِ پيسو جام ٿيو ان ڪري گهر ۽ پوشاڪ، کاڌي ۽ خوراڪ ۽ اٿڻ ويهڻ جي حالتن ۾ نمايان ڦيرو آيو آهي.

دادو ضلعي ۾ آبادي لائق زمين اٽڪل ڏهہ لک ايڪڙ آهي. سکر بئراج سببان زرعي پيداوار ۾ اضافو ٿيو آهي. پاڪستان جي قيام ڪان پوءِ معدني

ذخيرن جي دريافت جو ڪم تيز ڪيو ويو آهي، تاهم ڪيترا ڏاتو آهن، جيڪي زمين جي سيني ۾ اجا سانديل آهن ۽ انهن جي منظرعام تي اچڻ سببان هن علائقي جي اقتصاديات ۾ انقلابي تبديلي رونما ٿيڻ جا قوي امڪان آهن.

منڇر ڍنڍ، جيڪا هڪ ايراني امير منوچهر جي نالي پنيان آهي. پنهنجي قدرتي خوبصورت نظارن، شڪار جي وافر مقدار ۽ مڇيءَ جي بهترين پرورشگاهه ڪان علاوه آبپاشيءَ جي متبادل انتظام جو بهترين ذريعو آهي. ان جي سڌاري ۽ ترقيءَ ڏانهن توجهه ڪري هن علائقي جي آسودگيءَ ۽ عوام جي بهبود لاءِ بهتر وسيلا مهيا ڪري سگهجن ٿا.

”شهباز يادگار ڪاميٽي“ جنهن جي سهاري هيٺ هر سال عرس جون تقريبون ٿين ٿيون، تنهن هڪ مفصل ۽ خوش آئنده پروگرام بڻايو آهي، جنهن موجب سيوهڻ جي ڪاشيءَ جا ٿانون ۽ سرن جي ڪم کي نئين سر تشڪيل ڏيئي، فروغ ڏنو ويندو جوهيءَ جي ڦڪي رنگ واريءَ مٽيءَ مان نهيل ٿانون ۽ گهگهين جي ڪاريگريءَ متعلق صنعتن کي قائم ڪيو ويندو. لڪيءَ ۾ سيمنٽ جو ڪارخانو لڳايو ويندو ۽ سيتا اسٽيشن تي ڪنڊ جو بوبڪن ۾ سگريٽن ناهڻ جي فيڪٽري قائم ڪئي ويندي. يان جي مکڻ، کير ۽ مائي جي واپار کي همٿائڻ لاءِ جديدسائنسي مشينون لڳايون وينديون، ۽ مناهين ۽ راڄو ديري جي واڻ جي هنر ۽ واپار کي منظم طور همٿايو ويندو. اهڙيءَ طرح، ميهڙ جي مينديءَ مان چُر جي رنگن ناهڻ ۽ ان جي واپار جو انتظام ڪيو ويندو ۽ ٻولهاڙيءَ جي غاليچن ۽ چمڙي جي هنرن ۽ صنعتن کي ٻاهرين ملڪن ۾ روشناس ڪرايو ويندو. ڪوهستان علائقي ۾ رڍن جي اُن ۽ ائن ۽ ٻڪرين جي ڏاس کي، جديد طرح جي مشينن ذريعي وڌيڪ ڪارآمد ۽ منفعت بخش ڏنڌي طور همٿايو ويندو. جديد ۽ قديم طبقات الارض جي مشاهدن ۽ تجربن جي بنياد تي، ساري ضلعي ۾ معدنيات گئس ۽ تيل جي ذخيرن جي کوجنا ۽ دريافت ڏانهن فوري توجهه ڪيو ويندو.

هن پروگرام تي جيڪڏهن برجستائيءَ ۽ دلي خلوص سان عمل ڪيو وڃي ته دادو ضلعي جي ٻه سؤ ميل ڊيگهه رکندڙ سرحدن ۾ ضلعي جي قيام يعني ١٩٣١ع کان وٺي اڄ تائين اٽڪل پنج لک ماڻهن ۾ جيڪا غربت ۽ تنگدسي رهي آهي ۽ تمدني ۽ ثقافتي ڪمي واقع ٿي آهي، ان جو ازالو ٿي سگهي ٿو. پر هي علائقو جنهن روحاني ورثي جو امين هو تنهن جي واپس

وراثڻ بابت ڪو عملي پروگرام رٿيو ڪو نہ ويو آهي. ٽيڻ ايئن جڳائي تہ هن عظيم ۽ وسيع درگاهہ جي مريدن کي منظم ڪيو وڃي ۽ فقراءَ کي ڪنهن تحريڪ ماتحت ڪارآمد بڻايو وڃي. قلندري فلسفي تي ازسر نو تحقيقي ڪئي وڃي ۽ ان جي ترويج جو مثبت انداز سان بندوبست ڪيو وڃي. اڄ بلخ بخارا، سمرقند، تاتار، هرات ۽ غزني بيشڪ اسان جي ماضيءَ جي مرڪزي طور ياد ڪيا وڃن ٿا، پر اسان کي پاڻ پنهنجيءَ ۽ دنيا جي رهبريءَ ۽ رهنمائيءَ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي. اهو سوال ڪو ”سيوهڻ جي سرڪار“ کان تہ پڇي!

*_*_*

# سنڌڙي جو شهباز قلندر



مرزا ڪاظم رضا بيگ

سنڌ سونهاري جي سرزمين کي اهو فخر حاصل آهي جو سندس سيني ۾ ڪيترائي اُملهه ماڻڪ موتي پوريل آهن، جن جي فيض ڪان سنڌ جو هر فرد فيضياب ٿيندو رهيو آهي ۽ ٿيندو رهندو. اهڙن اڻ لڀ ماڻڪ موتين مان سلطانِ سنڌ، سرتاج اولايا سيف اللسان، شيخ المشائخ، قطب زمان، مست الست، شمس الدين سيد محمد عثمان المعروف قلندر لعل شهباز رحمة الله عليه به هڪ اهڙو لعل آهي، جنهن پنهنجي روحاني فيض سان سنڌ جي رهاڪن کي مستفيض ڪيو سندس ڪرامتون سنڌ جي رهاڪن جي دلين تي نقش برسنگ آهن.

حضرت قلندر لعل شهباز رحمة الله عليه جي والد ماجد جو اسم گرامي سيد ابراهيم ڪبير رحمة الله عليه هو ۽ والده ماجد "مروند" جي حاڪم سلطان شاهه جي نياڻي هئي. سندن حسب نسب جو سلسلو حضرت امام جعفر صادق عليه السلام تي ختم ٿئي ٿو جيڪو هن طرح سان متعدد مستند ۽ جامع ڪتابن ۾ ملي ٿو.

(١) شيخ عثمان بن سيد ڪبيرالدين بن سيد صدرالدين اولادِ سلطان ابنِ امام جعفر صادق عليه السلام (تحفة الڪرام)

(٢) شيخ عثمان بن سيد ڪبيرالدين بن سيد شمس الدين بن سيد نورشاهه بن سيد محمود شاهه بن سيد احمد شاهه بن سيد هادي بن سيد مهدي بن سيد منتخب بن سيد غالب بن سيد منصور بن سيد اسماعيل بن امام جعفر صادق عليه السلام (لبِ تارريخ سنڌ، حيات نامه قلندري ۽ صوفيائي سنڌ)

(٣) شيخ عثمان بن سيد حسن ڪبيرالدين بن سيد شمس الدين بن صلاح الدين بن سيد شاهه بن سيد خالد بن سيد محب بن سيد مشتاق بن

سيد نورالدين بن سيد اسماعيل بن سيد امام جعفر صادق بن امام زين العابدين علي بن امام حسين عليه السلام.

(خزينة الاصفياءَ اخبار الاوليا جلد ٻيو جي حوالي سان ۽ تذڪره الانساب سلسلة السادات رياض الاوليا تاريخ اولياءَ جي حوالي سان)

قلندر شهباز جي ولادت جي سال ۽ ڄمڻ واري هنڌ ۾ مختلف نظريا ۽ رايا پيش ڪيا ويا آهن. گزيٽيئر لاڙڪاڻي (ص. ٤٠) واري سندن ولادت وارو سال ٥٣٨هه لکيو آهي. حيات نامه قلندري جي مصنف ولادت جو سال هڪ شعر جي ذريعي ٻڌايو آهي جيڪو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

بجـــو تـــاريخ شـــمس الـــدين عثمـــان
بـــدرکن "رنـــج" از "فلـــک کرامـــت"
٧٩١ ٣٥٣

لبِ تاريخ سنڌ جي مصنف پڻ اهو سال ٥٣٨هه لکيو آهي، پر غلطي سان اهو سال صوفيائي سنڌ ۾ ١٥٧٣هه مطابق ١١٧٧ع درج ڪيو ويو آهي. جيتريقدر مقام ولادت جو تعلق آهي ته ان جو نالو مروند آهي. پر ان ۾ به اتفاق رائي نٿو پاتو وڃي. صاحب لبِ تاريخ سنڌ جي تحقيق مطابق سندن وطن ميمند افغانستان جي صوبي هرات جي ويجهو واقع آهي. هڪ ٻي حوالي جي مطابق پاڻ روسي ترڪستان جي صوبي آذربائيجان (آرمينا) پرڳڻي جي هڪ ڳوٺ مروند ۾ ڄاوا جيڪو گهڻي قدر درست آهي، ۽ انهيءَ ڳالهه جي تصديق خود قلندر شهباز پنهنجي هڪ غزل جي مقطع ۾ ڪئي آهي.

مـــنم عثمـــان مرونـــدي کـــه يـــار خواجـــه منصـــورم
ملامـــت ميکنـــد خلقـــه کـــه مـــن بـــردار مـــي رقصـــم.

قلندر شهباز ستن سالن جي عمر ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪري ڇڏيو. متعدد عالمن جي سايہ عاطفت ۾ رهي ڪيترن ئي علمن ۾ ڪمال حاصل ڪري باطني علم سکڻ لاءِ بابا ابراهيم ولي ڪربلائي جو مريد ٿي جيد عالم ٿيو ۽ ان کان ئي تصوف ۾ خلافت جو خرقو ڏنڪيائين. سندن طريقت جو طريقو هن ريت آهي.

مخدوم عثمان لعل شهباز قلندر مريد شيخ جمال مجرد مريد سيد ابراهيم مجرد مريد شيخ عاقل شهيد مريد شيخ مسڪين شهيد مريد سيد مرتضيٰ سبحاني مريد امام جعفر صادق عليه السلام. مجرد لفظ جي معنيٰ آهي

چڙو جنهن پنهنجي سموري عمر بنا شادي ڪرڻ جي گذاري ڇڏي هجي.

ڪن اهلِ قلم حضرت قلندر جي نسبت "قادريہ" بيان ڪئي آهي. "تذڪرة الفقراءَ" جي صاحب داراشڪوه جو شجرو حضرت قلندر جي متعلق حضرت غوث اعظم شيخ عبدالقادر جيلاني تائين هن طرح بيان ڪيو آهي:

دارا شڪوه مريد ملا شاهہ بدخشي مريد ميان مير سنڌي (لاهوري) مريد حضرت سيوستاني مريد شاه اسڪندريہ خواجہ جاني مريد سيد علي قادري مريد حضرت مخدوم سيدنا عثمان مروندي لعل شهباز مريد شاه جمال مجرد. مريد شيخ ابو اسحاق ابراهيم مريد مرتضيٰ سبحاني مريد حضرت احمد بن مبارڪ مريد حضرت غوث اعظم شيخ عبدالقادري جيلاني مريد ابو سعيد بن علي مبارڪ مريد شيخ ابوالحسن علي بن محمد يوسف قريشي مريد ابوالفرح طوسي مريد ابوالفضيل عبدالواحد يمني مريد ابوبڪر شبلي مريد حضرت جنيد بغدادي, مريد خواجہ ابوالحسن سري سقطي مريد خواجہ معروف ڪرخي مريد امام علي رضا عليہ السلام مريد امام جعفر صادق عليہ السلام.

ڪن عالمن حضرت لعل شهباز جي نسبت "سهرورديہ" قلمبند ڪئي آهي. صاحب "تذڪره الفقراءَ" لکي ٿو تہ:

"سهرورديہ طريقي جي مختلف شاخن ۾ لعل شهبازيہ گروهہ بہ شامل آهي. ان شاخ جو آغاز حضرت لعل شهباز کان ٿيو آهي." فرمائي ٿو: "نيز بچند واسطہ درميان بذريعہ شيخ عثمان لعل شهباز بخانواده سهرورديہ منتهي مي شود."

قلندر شهباز عربي ۽ فارسي ۾ فارغ التحصيل هو. منقول آهي تہ هڪ ڀيري محمد سلطان هڪ عربي مجلس سماع جو انتظام ڪرايو. جنهن ۾ قلندر بہ شرڪت ڪئي ۽ پنهنجي فيض سان اهل محفل کي روشن ۽ تابنده ڪيو. سندن پاڪيزه سوانح حيات جو جيڪڏهن معنوي عنوان ٿي سگهي ٿو تہ صرف عبادت ۽ رياضت. هي عظيم المرتبت ۽ عالي صفت انسان الله جي عبادت ۾ محو ٿي ويندو هو تہ ڪنهن جي بہ خبر ڪا نہ هوندي هيس. پاڻ معرفت جي افق جو اهو روشن سج هو جنهن جي ڪرڻن سان ايمان جا ڏيا هميشہ هميشہ جي لاءِ جرڪن پيا. هن بي مثال انسان کي مستِ الست، صاحبِ تصوف، سيف اللسان وغيره جي لقبن سان منسوب ڪيو وڃي ٿو ۽ ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ جنهن جي ولادت باسعادت جي بشارت حضرت امام حسين عليہ السلام جي روضي مبارڪ مان آئي تہ ڪبيرالدين عنقريب توکي

هڪ "باز" عطا ٿيندو جنهن مدينة العلم جي دروازي سان علم جي دولت حاصل ڪئي هوندي ۽ جنهن دين جا اسرار ۽ رموز اسم اعظم ۽ نڪاتِ وحدت سکيا هوندا ان جي عظمت ۽ مرتبت جو ڪو به اندازو لڳائي نٿو سگهجي.

جڏهن قلندر شهباز ملتان آيو ته سنڌ ۽ ملتان جو حاڪم سلطان غياث الدين بلبن جو پٽ محمد سلطان المقلب به خان شهيد هو. صاحبِ تاريخ فيروز شاهي لکي ٿو ته: "جڏهن قلندر شهباز ملتان آيو ته خان شهيد ان جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ان لاءِ هڪ خانقاه به تعمير ڪرائي ته قلندر شهباز ملتان ۾ ئي رهي پئي، پر پاڻ راضي نه ٿيا. قلندر شهباز ان دور جي مشهور بزرگ بابا ابراهيم ولي ڪربلائي جو مريد ٿيڻ کان پوءِ ملتان آيو هو ۽ پنهنجي مرشد جي ئي چوڻ تي سنڌ جو قصد ڪيو هو. سيوهڻ ۾ آمد کان پهرين سنڌ ۽ هند جي متعدد مقامن جو دورو ڪيو. پاڻ ڏهه ورهيه ملتان ۾ رهيا انهي عرصي ۾ ساڻن حضرت شيخ بهاءُالدين ذڪريا، شيخ فريدالدين گنج شڪر، حضرت جلال جهانيان جا گهرا تعلقات هئا. انهيءَ ڪري کين "چاريار" جي نالي سان ڪوٺيو ويندو هو. اميرخسرو ۽ امير حسن دهلوي جهڙا ماڻهو سندن درباري هوندا هئا. لبِ تاريخ سنڌ جو مصنف لکي ٿو ته "شيخ عثمان سن ٦٤٩هه ۾ سيوهن شريف ۾ تشريف فرما ٿيو جيڪو مندرجه ذيل قطع تاريخ مان برآمد ٿئي ٿو.

چوباز آشيان قدس شهباز
سوستان را نموده جنت آسا
خرد تاريخ آن از روئی اخلاص
"نمود آفتاب دين" بگفتا

٦٤٩هه

سيوهڻ ۾ اچڻ مهل سندن عمر (١١١) هڪ سؤ يارهن سالن هئي ۽ پاڻ اتي ئي مستقل سڪونت اختيار ڪيائين. هنن سفر ۾ همراهي لاءِ بغداد شريف مان سيد علي بغدادي کي پاڻ سان گڏ ڪنيو هو جيڪو سڄي سفر ۾ سندن خدمتگذار رهيو ۽ اهو پٿر ۽ عصا به هن وٽ هئي جيڪا قلندر کي سندس مرشد ڏني هئي. اڄ به اهو پٿر لعل شهباز جي مقبري ۾ لڳل آهي جنهن کي "گلوبند" ڪوٺيو ويندو آهي ۽ اها عصا به درگاهه ۾ نادر شيءَ طور رکيل آهي.

سنڌ جا متعدد علماءَ ڪرام قلندر جي سوانح متعلق لکن ٿا تہ قلندر شهباز سيوهڻ جي جنهن محلي ۾ اچي رهيو هو اتي بدڪار عورتون رهنديون هيون. جڏهن قلندر شهباز جي اچڻ جو اطلاع پڌائون تڏهن اهي بدڪاري جي راهہ ڇڏي صحيح رستي تي اچي ويون ۽ سندن صحبت پاڪ جي اثر کان توبہ تائب ٿي خداوندِ ڪريم جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويون. پاڻ سيوهڻ ۾ رهي بگڙيل دلين کي سنواري رشد و هدايت جو اهو ئي طريقو اختيار ڪيو جيڪو بين صوفين اپنايو هو. هنن الله ۽ ان جي رسول جي ڏنل تعليم کي ماڻهن تائين پهچايو. پاڻ سيوهڻ ۾ رهي انسانن کي سڌي رستي هلڻ جو درس ۽ تلقين ڪندا هئا.

قلندر سير و سياحت جو ڏاڍو شوقين هو. "تذڪره شهباز" جو مصنف مولانا فتح محمد سيوهاڻي لکي ٿو تہ "کين حضرت امام موسيٰ رضا عليه السلام سان بيحد عقيدت هئي ۽ پاڻ مشهد جا ڪيترائي سفر پيادل ڪيائون." سندن سير و سياحت جي واقعن جي سلسلي ۾ "مخزنِ راز" جو مصنف لکي ٿو تہ "پاڻ بابا ابراهيم ولي ڪربلائي جي صحبت مان بہ فيض پرايائون. ان کان پوءِ پاڻ حرمين شريفين ڏانهن ويا. جڏهن حضور صلعم جن جو سچو عاشق سندن آستاني تي پهتو تہ مٿس عجيب ڪيفيت جو عالم طاري ٿيو. قلندر ان مقدس روضي تي سر جهڪايو جنهن لاءِ هڪ ارادتمند سچي دل سان چيو آهي:

*سر اين جا سجده اين جا زندگي اين جا مزار اين جا۔*

ادب جي اها بارگاهہ جيڪا عرش کان زياده نازڪ آهي ۽ جتي جنيد ۽ بايزيد جا نفس بہ گم ٿي ويا اتي پهچي قلندر شهباز جهڙو رسول الله جو عاشق، مستانہ حالت ۾ نغمہ سرا ٿيو.

*ز قيد دو جهان آزاد باشم،*
*اگر تو همنشين بنده باشي۔*

حرمين شريفين جي زيارت کان پوءِ پاڻ نجف اشرف پهچي حضرت علي عليه السلام جي دربار ۾ حاضري ڏنائونِ اتان واپس ٿي هنن سيدالشهداءَ حضرت امام حسين عليه السلام جي مقدس آستانہ تي ارادت ۽ عقيدت جا گل پيش ڪيا. هتي حضرت قلندر جي سندن والد سان بہ ملاقات ٿي، جنهن کين چيو تہ تون هندستان وڃ ۽ اسان جي طالب شاهہ جمال مجرد کان

پنهنجون امانتون حاصل ڪر. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سندن والد هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. انهن کي ڪربلا ۾ دفن ڪرڻ کان پوءِ حضرت قلندر جن پنهنجي والد جو گهر بابا ابراهيم ڪربلائي جي خاندان وارن کي ڏيئي اتان ڪوچ ڪيو.

جنهن زماني ۾ قلندر شهباز سيوهڻ ۾ اچي رهيو تنهن زماني ۾ ايران ۽ ويجهڙائي وارن ملڪن ۾ مولانا جلال الدين رومي، شيخ سعدي ۽ خواجه فريدالدين عطار جي شاعري مقبول خاص و عام هئي. قلندر جي شاعري جو پڻ اهو ئي دور هو. سندس شاعري ۾ به اهي ئي خصوصيتون نمايان هيون جيڪي صوفيائي ڪرام جي شاعري جو روح آهن. مولانا شبلي نعماني لکي ٿو ته "ايران جي شاعري ۾ درد ۽ اثر جي شروعات ان طرح سان ٿي جو اربابِ حال يعني حضرت صوفيائي ڪرام ۾ ڪي طبعاً شاعر هئا. عشق و محبت جو سرمايو انهن کي تصوف کان مليو انهن پنهي لاڙن انهن جي ڪلام ۾ جوش ۽ اثر پيدا ڪيو. سلطان ابو سعيد ابوالخير، حڪيم سنائي، خواجه فريدالدين عطار هن خصوصيت جا باني آهن. لعل شهباز جو ڪلام به انهيءَ معيار جو چڱو مثال آهي.

غزل قصيدي جو هڪ اهم حصو هو ان کي جدا صنف سخن جي حيثيت حاصل نه هئي. صوفيائي ڪرام جيڪي بادشاهن جي تعريف ۽ رئيسن جي توصيف جا قائل نه هئا. غزل کي فنِ شاعري جي هڪ اهم صنف ۾ بدلي ڇڏيو ۽ ان کي امتيازي ۽ انفرادي مقام عطا ڪيو.

جن صوفيائي ڪرام غزل کي غزل بنايو اهي سعدي، عراقي ۽ مولانا روم هئا. انهيءَ اعتبار کان به حضرت قلندر جا اشعار نهايت ئي بلند پايه جا آهن. هن جي شاعري معرفت ۽ مدحتِ سلطان دو عالم ﷺ جي مضمونن جو مقدس مرقع آهي. سندس ڪلام ۾ اها ئي بيخودي ۽ تصوف جو ميناج بدرجه اتم موجود آهي، جيڪو ٻين اوليائن جو طرح امتياز رهيو آهي. خالق ۽ مخلوق جي وچ ۾ جيڪو رشتو آهي سندس شعر انهن جي ترجماني نهايت والهانه انداز ۾ ڪن ٿا. ان جا ڪيترائي شعر ايترا ته اثر انگيز آهن جو انسانن جو ذهن فوراً وجد ۾ اچي ٿو وڃي. هن سائنسي ۽ مادي دور ۾ به ان جي ڪلام جو اثر بلڪل تازو آهي ۽ انسانن جديد ذهني رجحانن جي باوجود ان جي ڪلام مان متاثر ٿيڻ کان سواءِ نٿو رهي سگهي. حضرت قلندر جي طبيعت، روحاني لهرن جو جوش جلال، تحريڪ عمل ۽ انقلاب جو هڪ ميڙ هو. هونءَ ته پاڻ قرآن جو حافظ هو. فقهه حديث ۽ ٻين شريعت

جي علمن جو پڻ عالم هو پر ان ڪلام تي سندس قلندرانہ جلال ۽ مستي جو نمايان اثر آهي. الله تعاليٰ ۽ حضور صلعم. حضرت علي عليه السلام ۽ اهلبيت سان والهانہ محبت سندن شعرن جو روح آهي. سندن شاعري شروع کان وٺي آخر تائين الهامي ۽ روحاني شاعري آهي. سندن گهڻو ڪلام غزل تي مشتمل آهي. قلندر شهباز غزل کي فنِ شاعري جي هڪ اهم صنف ۾ بدلي ڇڏيو ۽ ان کي امتيازي ۽ انفرادي مقام بہ عطا ڪيو. غزل گوئي ۾ پنهنجي همعصرن ۾ افضل ۽ اعليٰ فردِ ڪامل هو. سندس ڪلام جلي يا خفي خوبين سان ڀرپور نظر اچي ٿو. سندس هيٺين شعرن مان سندس شاعرانہ، عارفاني ۽ قلندرانہ عظمت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو:

ز عشق دوست هر ساعت درون نار می رقصم
گهے برخاک می غلطم گهے برخار می رقصم

من بنده خدایم هم شاه و هم گدایم
هم وصل هم جدایم مستِ الست هستم

قلندر شهباز عبادت ۽ رياضت جي ٻني ۾ ڀڇي ڪُندن ٿي ويو هو. سڄي زندگي مست الست رهيو. هر وقت جذب طاري رهندو هوس پر عشق اِلاهي جي اُها مستي هئي جنهن تي هزارين هوشياريون نثار ڪري سگهجن ٿيون. محبت رسول صلعم جي اها بيقراري هئي جنهن تي دنيا جو هر قرار قربان ڪيو وڃي ٿو ۽ انهيءَ مستي ۽ بيقراري ۾ پاڻ ١١٢ يا ١١٣ جي عمر ۾ تاريخ ٢١ شعبان سن ٦٧٣هه جي رحلت فرمائي. سندس وفات تي ڪنهن شاعر هيٺين قطعہ تاريخ چئي آهي:

چون رفته سوئے جنان آن شیخ
کوز بده آل و پاک نام است
از هاتف غیب می شنیدند
"عثمان به دوازده امام است۔"

٦٦١ + ١٢ - ٦٧٣هه

قلندر شهباز جي ذات فيض ۽ برڪت جو سرچشمو آهي. پاڻ ڪيتريون ڪرامتون ڏيکاريائون ۽ خلق خدا کي بي شمار فائدا پهچاياائون. اڄ بہ سندن مزار مبارڪ فيض ۽ برڪت جو سرچشمو ۽ مرجع خاص و عام

آهي. اهل دل سندس توسل ۾ واسطي سان الله تعاليٰ کان پنهنجي آس پڄاڻ لاءِ دعا گهرندا آهن ۽ الله تعاليٰ انهن جي آس پنهنجي فضل و ڪرم سان پوري ڪندو آهي.

هرگز نميرد آنکه دلش زنده شد بعش،
ثبت است برجريده عالم دوام ما.

*_*_*

# شہباز ولایت۔ قلندر طریقت

## حضرت مخدوم سید محمد عثمان مروندی المعروف لعل شہباز قلندر رحمۃ اللہ علیہ



ڈاکٹر محمد صدیق خان قادری
اسسٹنٹ پروفیسر نشتر میڈیکل کالج ملتان

باب الاسلام سندھ۔ قدیم ترین علمی، تہذیبی اور ثقافتی قدروں کا امین ہے۔ اس قبۃ الاسلام میں صدیوں سے اسلامی رشد و ہدایت کی حَسین روایات عکس ریز ہیں۔ ان روایاتِ جمیل میں وہ روایات غیر معمولی اہمیت کی حامل ہیں جن کا تعلق صوفیاء اور علماء کے علمی، تعلیمی، تبلیغی، اصلاحی اور تربیتی کارناموں سے ہے۔ یہ علماء جنہیں "ورثۃ الانبیائ" کہا گیا ہے۔ تصوف کے اس چشمۂ صافی کے قاسم تھے۔ جس میں اصحاب صفہ کے اخلاق حسنہ کی چاشنی تھی۔ صوفیاء کی حکمت بالغہ کی نظافت تھی۔ علم ظاہر اور علم باطن کا حسین امتزاج تھا۔ واردات روحانی کی پاکیزہ کیفیت تھی اور معرفت انوار الٰہی کا لافانی سرور تھا۔ ان صوفیاء اور اکابر امت میں وادیٔ مہران کے عظیم روحانی پیشوا۔ شہباز ولایت۔ اور قلندر طریقت حضرت مخدوم سید محمد عثمان مروندی المعروف لعل شہباز قلندرؒ کا نام خصوصیت سے قابل ذکر ہے۔ حضرت مخدوم سید محمد عثمان مروندی المعروف لعل شہباز قلندرؒ کا نام سید محمد عثمان اور لقب لعل شہباز قلندرؒ ہے۔ اسی لقب سے آپ نے دنیا بھر میں شہرت دوام حاصل کی۔ آپ 1143ء کو تبریز (ایران) کے ایک سرسبز و شاداب مضافاتی دیہات مروند میں پیدا ہوئے جو تبریز سے 40 میل کی مسافت پر واقع ہے۔ آپ کے والد گرامی حضرت سید کبیر الدین ایک جید عالم۔ نامور صوفی اور شیخ طریقت تھے۔ آپ کا سلسلۂ نسب حضرت سیدنا امام جعفر صادقؓ سے ملتا ہے۔ آپ کا سلسلہ نسب اس طرح ہے۔ حضرت سید محمد عثمان۔ حضرت سید

کبیر الدین۔ حضرت سید شمس الدین۔ حضرت سید نور شاہ۔ حضرت سید محمود۔ حضرت سید احمد۔ حضرت سید ہادی۔ حضرت سید مہدی۔ حضرت سید غالب۔ حضرت سید منصور۔ حضرت سید اسماعیل۔ حضرت سیدنا امام جعفر صادقؑ۔

حضرت مخدوم محمد عثمان مروندیؒ۔ حسن و جمال اور سیرت و کردار میں اپنی مثال آپ تھے۔ آپ بچپن ہی سے خداداد صلاحیتوں کے حامل تھے۔ آپ نے ابتدائی تعلیم اپنے والد ماجد سے حاصل کی۔ سات سال کی عمر میں قرآن مجید حفظ کیا۔ اور چھوٹی عمر میں عربی اور فارسی میں مکمل مہارت حاصل کرلی۔ آپ نے عبادت و ریاضت فقر و ولایت اور جذب و سلوک کی تمام منزلیں طے کیں اور شہباز قلندرؒ بن کر آسمان ولایت پر اس طرح چمکے کہ جن کی روشنی نے وادیٔ مہران کو منور کر دیا۔

تحصیل علم کے بعد آپ نے مرشد کامل کی تلاش میں دور دراز علاقوں کا سفر فرمایا۔ آپ مشہد مقدس میں حضرت امام موسیٰ کاظمؑ کے مزار پر پہنچے، جہاں آپ کی ملاقات حضرت شیخ جمال مجرد کے مرید حضرت بابا ابراہیم سے ہوئی۔ جنہیں آپ کی آمد سے پیشتر بیعت کی بشارت مل چکی تھی۔ حضرت بابا ابراہیم نے آپ کو دیکھتے ہی فرمایا "سید عثمان! میں تمہارا انتظار کر رہا ہوں" حضرت بابا ابراہیم نے آپ کو قلندری سلسلۂ طریقت میں بیعت فرمایا۔ حضرت مخدوم سید محمد عثمان مروندیؒ نے اپنے شیخ طریقت کی خدمت میں رہ کر علوم ظاہر و باطن کی تکمیل فرمائی۔ روحانیت، ولایت اور قلندریت کے تمام مدارج طے فرمائے۔ اس موقع پر مرشد نے آپ کو تبرکات بھی عطا فرمائے۔

حضرت مخدوم محمد عثمان مروندی لعل شہباز قلندرؒ کا شیخ الاسلام حضرت غوث بہاء الدین زکریا سہروردی ملتانیؒ سے محبت و عقیدت کا خصوصی رشتہ تھا۔ آپ نے حضرت غوث سے ملاقات کے لیے ملتان کا سفر فرمایا۔ ملتان ان دنوں سندھ کا دارالخلافہ تھا۔ آپ نے حضرت غوث بہاالدین زکریا سے روحانی فیوض و برکات بھی حاصل کیے۔ حضرت غوث بہاء الدین زکریاؒ سے فیض پانے والوں میں ایسے بزرگ بھی شامل ہیں۔ جنہیں آپ قلندری سے سلوک کی طرف لائے۔ اور ایسے بھی ہیں جو سلوک کی راہ سے عالم جذب میں پہنچے اور قلندری اختیار کرلی۔ آخر الذکر میں حضرت لعل شہباز قلندرؒ کی مثال سامنے ہے۔

حضرت مخدوم سید محمد عثمان مروندی المعروف لعل شہباز قلندرؒ نے حج کی سعادت

بھی حاصل کی۔ اس سفر کے دوران آپ کی ملاقات کئی بزرگان دین سے ہوئی۔ خصوصاً مشہد مقدس میں آپ کی ملاقات حضرت شاہ بو علی قلندر سے بھی ہوئی۔ حضرت غوث بہاء الدین زکریاؒ۔ حضرت مخدوم جلال الدین سرخپوش بخاریؒ اور حضرت بابا فرید الدین گنج شکرؒ کے ساتھ حضرت لعل شہباز قلندر کی مثالی دوستی تھی۔ یہ بزرگ چار یار کے نام سے مشہور ہوئے۔ ان چاروں بزرگان طریقت کی چلہ گاہیں روضہ حضرت شاہ صدر الدین سکھر۔ منگھو پیر کراچی اور شاہ گوریو بدین میں واقع ہیں۔

ایک روایت کے مطابق حضرت لعل شہباز قلندرؒ ایک عظیم شاعر بھی تھے۔ بعض۔ موٴرخین آپ کو سندھ کا پہلا شاعر قرار دیتے ہیں۔ آپ کا لب و لہجہ۔ مسائل اور عقائد قلندرانہ ہیں۔ آپ کے کلام میں عشق الٰہی اور محبت رسول اللہ ﷺ موجود ہے اور کیف و مستی بھی ہے۔ ان کے کلام کی روح وہی ہے جو ہر بزرگ صوفی شاعر کے کلام میں نظر آتی ہے۔ ان کا کلام مساوات اور انسان دوستی کا پیغام ہے۔ جو اسلام کی حقیقی روح ہے۔ سندھ کے ہفت زبان شاعر حضرت شاہ عبد اللطیف بھٹائیؒ کو آپ سے بڑی عقیدت تھی۔ آپ نے کئی مرتبہ حضرت لعل شہباز قلندرؒ کی درگاہ پر حاضری بھی دی۔ اور اپنے کلام میں بھی حضرت کو خراج عقیدت پیش فرمایا ہے۔ حضرت بھٹائیؒ خود ارشاد فرماتے ہیں کہ۔ ”مجھے حضرت لعل شہباز قلندرؒ کی درگاہ سے بے شمار فیض و برکات حاصل ہوئے ہیں“۔

حضرت مخدوم محمد عثمان مروندی المعروف لعل شہباز قلندرؒ کی تعلیمات سے ہمیں اخوت و محبت۔ اتحاد و یک جہتی۔ صبر و تحمل۔ بردباری اور برداشت کا درس ملتا ہے۔ آپ کی تعلیمات پر غور کرتے ہوئے اس بات کو نہیں بھولنا چاہیے کہ آپ نے اپنا تربیتی نظام اس اصول پر قائم کیا تھا کہ عوام کو روحانیت اور اخلاقیات کا جو درس دینا ہے۔ وہ اپنے عمل سے دیا جائے۔ آپ نے مکارم اخلاق کی تعلیم دی لیکن پہلے خود ان کے حامل بنے۔

حضرت لعل شہباز قلندرؒ کا وصال 109 سال کی عمر میں 1252ء میں ہوا۔ آپ کے وصال کو تقریباً پونے آٹھ سو سال کا عرصہ بیت چکا ہے۔ لیکن آپ کے روحانی فیوض و برکات کا سلسلہ جاری ہے اور قیامت تک جاری رہے گا۔ آپ کو خراج عقیدت پیش کرنے کا اصل طریقہ یہ ہے کہ ہم تمام اختلافات اور تعصبات کو بھلا کر دہشت گردی اور فرقہ واریت کے خاتمے کیلئے سیسہ پلائی ہوئی دیوار بن کر پاکستان کی نظریاتی اور جغرافیائی سرحدوں کی حفاظت

کے لیے کامل اتحاد و یک جہتی کا مظاہرہ کریں۔

ہرگز نمیرد آنکہ دلش زندہ شد بعشق
ثبت است برجریدۂ عالم دوام ما

منقبت

حضرت مخدوم سید محمد عثمان مروندی المعروف لعل شہباز قلندر رحمتہ اللہ علیہ

منقبت کہنے کو جیسے ہی اٹھایا تھا قلم
وا ہوا اور بھی شہباز قلندرؒ کا کرم

لفظ ترتیب میں آتے گئے میں لکھتا گیا
رکھ لیا آج تخیّل نے بھی صدیقؔ بھرم

سلسلہ حضرت جعفرؓ سے چلا ہے ان کا
سربلند آپ نے رکھا ہے ولایت کا عَلم

دین اسلام کی تبلیغ کے ہیں روحِ رواں
ان کے اوصاف ہیں تاریخ کے ماتھے پہ رقم

آپ کے در پہ جو اک بار چلا آتا ہے
اس کے نزدیک نہیں آتے کبھی رنج و الم

راستے بن گئے وہ امن کی منزل کے نشاں
جس طرف اٹھ گئے شہباز قلندرؒ کے قدم

معترف کیوں نہ رہے سارا زمانہ ان کا
دلِ ویراں کو بنا دیتے ہیں شہباز حرم

پہلے دکھلائی گئی گوشہ نشینی کی ادا
چھوڑ کر دنیا کو پھر آپ چلے سوئے عدم

شاعرِ سندھ سے اتنی ہے گزارش صدیقؔ
اپنے جذبات میں کرتا ہوں ہر سال رقم

# سید محمد عثمان مروندی المعروف لعل شہباز قلندرؒ



از پروفیسر محمد حنیف ازہر
علامہ اقبال کالج دہلی روڈ صدر بازار لاہور کینٹ

آزر بائیجان میں تبریز سے 40 میل کے فاصلے پر دریائے "زولو" کے کنارے ایک شہر مروند نامی واقع ہے مقدسی کی تاریخ کے مطابق یہ شہر چوتھی صدی ہجری میں ایک چھوٹا سا قلعہ تھا جس میں ایک چھوٹی سی مسجد تھی اور شہر کی بیرونی آبادی باغات سے بھرپور تھی اور اس میں ایک صاف ستھرا اور بارونق بازار بھی تھا۔ چوتھی صدی ہجری میں اس شہر کو کردوں نے لوٹ مار کر کے تباہ و برباد کر دیا تھا۔ اسی تاریخی شہر میں جنوبی ایشیاء کی اس عظیم روحانی ہستی کی ولادت ہوئی جس کو دنیا "لعل شہباز قلندرؒ" کے نام سے جانتی ہے۔ اور جس کی روحانیت سے یہ خطہ آج بھی منور و تاباں ہے۔

آپؒ کا نام سید محمد عثمان اور لقب لعل شہباز قلندرؒ ہے۔ تذکرۃ الانساب کے مطابق آپ کو لعل اس لیے کہتے ہی کہ لال رنگ کے کپڑے پہنا کرتے تھے۔ اور چونکہ آپ ہمہ وقت جذب و سکر کی کیفیت میں رہتے تھے اس لیے آپؒ کو قلندر کہتے ہیں۔

آپ کے والد گرامی کا نام سید کبیر الدینؒ ہے۔ خزینۃ الاصفیاء کے مطابق آپ کا شجرہ نسب 10 واسطوں سے حضرت امام جعفر صادق رضی اللہ تعالیٰ عنہ سے جاملتا ہے۔

"قلندر نامہ سندھی "اور- "بستان العارفین" کے مطابق آپ کا سن ولادت 538 ہجری جبکہ تذکرہ صوفیائے سندھ اور لب تاریخ سندھ کے مطابق آپ 573 ہجری بمطابق 1177 عیسوی میں پیدا ہوئے۔ آپ کی عمر مبارک ابھی چند برس کی تھی کہ آپ کو

اپنے گائوں کی مسجد میں اسلامی تعلیم کے حصول کی غرض سے بھیجا گیا۔ 7 سال کی عمر میں آپ نے قرآن مجید حفظ کیا اور جلد ہی عربی اور فارسی میں دسترس حاصل کرلی۔ آپ کو تعلیم حاصل کرنے کا بے حد شوق تھا۔ موج کوثر از شیخ محمد اکرام کے مطابق آپ بڑے عالم تھے اور لسانیات اور صرف و نحو میں مہارت رکھتے تھے اور اس زمانے میں صرف و نحو کی جو کتابیں مروج تھیں مثلاً "میزان الصرف" اور "صرف صغیرہ" وہ آپ ہی سے منسوب تھیں۔

حضرت لعل شہباز قلندرؒ کو سیر وسیاحت کا شوق تھا تعلیم حاصل کرنے کے بعد سب سے پہلے حجاز کے سفر پر نکلے، مکہ معظمہ پہنچے، حج کیا اور روضہ رسول اکرم ﷺ پر حاضری دی پھر مشہد میں حضرت امام موسیٰ کاظم رضی اللہ تعالیٰ عنہ کے مزار اقدس پر حاضری دی۔ یہاں ہی آپؒ کی ملاقات حضرت بابا ابراہیمؒ سے ہوئی۔ آپؒ نے ان کے دست حق پرست پر بیعت کی۔ انکی خدمت میں رہ کر سلوک و طریقت کی منزلیں طے کیں اور خرقہ خلافت حاصل کیا۔ بعد ازاں ایک طویل عرصہ تک سیر و سیاحت کرتے رہے۔ اس دوران بے شمار اولیائے کرام سے ملاقاتیں کیں اور بہت سے اولیائے کرامؒ کے مزارات پر حاضری کا شرف حاصل کیا۔ خصوصاً امام اعظم حضرت ابو حنیفہ رضی اللہ تعالیٰ عنہ اور حضرت غوث الاعظم شیخ سید عبدالقادر جیلانی رضی اللہ تعالیٰ عنہ کے مزارات پر قیام کیا۔ بارگاہ غوثیت سے آپ کو بیت اللہ شریف جانے کا حکم ہوا۔ آپؒ زیارت حرمین شریفین کے لئے حاضر ہوئے۔ یہاں آپ کی ملاقات حضرت سید جلال الدین سرخ بخاریؒ سے ہوئی۔ آپ نے ان کے ساتھ کئی سال تک مکہ معظمہ اور مدینہ منورہ میں قیام کیا اور ریاضتیں اور مجاہدے کیے۔ وہاں سے آپ حضرت سید جلال الدین سرخ بخاریؒ کے ساتھ بخارا تشریف لے گئے اور کئی صاحبان علم و معرفت سے کسب فیض کیا۔

چند ماہ بخارا میں رہنے کے بعد آپؒ نے نجف اشرف سیدنا حضرت علی المرتضےٰ کرم اللہ وجہہ الکریم کے روضہ مبارک پر حاضری دی۔ وہاں سے آپؒ کو کربلائے معلیٰ پہنچنے کا حکم ہوا۔ جہاں آپؒ کے والد محترم سید کبیر الدینؒ مقیم تھے۔ آپؒ کربلائے معلیٰ پہنچے والد محترم جو آپؒ کو یاد کرکے روتے تھے۔ اپنے بیٹے کو مل کر بہت خوش ہوئے۔ اپنے سینے سے لگایا اور انہیں دنیا میں ہر آزمائش میں ثابت قدم رہنے کی وصیت کی۔ کچھ روز کے بعد حضرت سید کبیر الدینؒ کا وصال ہو گیا۔ آپؒ سخت رنجیدہ ہوئے چنانچہ وہاں سے سبزوار تشریف لے گئے

جہاں آپؒ کے مرشد کامل حضرت بابا ابراہیمؒ سکونت پذیر تھے۔ آپؒ نے ان کی خدمت میں حاضری دی وہ بھی آپؒ کے انتظار میں تھے۔ چنانچہ انہوں نے اپنے پیر و مرشد کا خرقہ اور دیگر تبرکات آپؒ کے حوالے کرتے ہوئے فرمایا "جب میں دنیا سے گذر جائوں تو تم سید جمال شاہ مجردؒ کی خدمت میں حاضری دینا وہ تمہاری تکمیل کرینگے۔" چنانچہ چند روز بعد حضرت بابا ابراہیمؒ بھی انتقال فرما گئے۔ یکے بعد دیگرے دو عظیم ہستیوں کا بچھڑ جانا ایک المناک سانحہ سے کم نہیں تھا۔ لیکن آپؒ نے نہایت صبر و تحمل کا مظاہرہ کیا۔

اپنے پیر و مرشد کی وفات کے بعد آپؒ حضرت سید جمال شاہ مجردؒ کی خدمت میں حاضر ہوئے۔ مفتی غلام سرور لاہوری کی تصنیف "خزینتہ الاصفیائ" کے مطابق حضرت سید جمال شاہ مجردؒ کو حضرت بابا ابرہیمؒ سے شرف ارادت حاصل تھا۔ "خیر المجالس" از حضرت نصیر الدین چراغ دہلیؒ کے مطابق حضرت سید جمال شاہ مجردؒ طویل مدت تک مصر میں مفتی کے عہدہ پر فائز رہے۔ ایک دن حضرت سید جمال شاہ مجردؒ پر عجیب کیفیت طاری ہوئی۔ آپؒ نے اپنی داڑھی مونچھ منڈوادی اور قبرستان میں جاکر بیٹھ گئے۔ حضرت سید جمال شاہ مجردؒ کو مجرد اس لئے کہتے ہیں کہ انہوں نے شادی نہیں کی تھی۔ "خزینتہ الاصفیائ" کے بیان کے مطابق آپؒ کے پیر و مرشد حضرت بابا ابراہیمؒ نے بھی اپنی زندگی تجرد میں گذاری تھی۔ اسی دستور پر عمل کرتے ہوئے حضرت سید عثمان مروندیؒ نے بھی شادی نہیں کی اور عمر عزیز عبادت و ریاضت میں گذار دی۔ حضرت سید جمال شاہ مجردؒ کی وجہ سے یہ رسم بھی رائج ہو گئی کہ جب بھی کوئی قلندری طریقت میں داخل ہوتا ہے تو داڑھی مونچھ، بھنویں اور سر منڈوا دیتا ہے۔ محققین کی رائے کے مطابق حضرت سید جمال شاہ مجردؒ ہی سلسلہ قلندریہ کے بانی ہیں۔

"طبقات الصوفیہ" کے مطابق قلندر وہ فرد ہوتا ہے جو تارک الدنیا، تہجد گذار اور نفسیاتی لذتوں سے پاک ہو۔ اس طریقت میں صحیح قلبی اعمال پر زور دیا جاتا ہے اور ہمہ وقت مشغول حق رہنے کی تلقین کی جاتی ہے۔ قلندری کا راز مستی میں مضمر ہے۔ یہ مستی حق و انصاف اور بے خوفی سے نمودار ہوتی ہے۔ بقول اقبالؒ

ہزار خوف ہو لیکن زباں ہو دل کی رفیق
یہی رہا ہے ازل سے قلندروں کا طریق

تاریخی روایات کے مطابق حضرت لعل شہباز قلندرؒ سیاحت کے دوران جب برصغیر میں آئے تو سب سے پہلے انہوں نے حضرت خواجہ معین الدین چشتیؒ کے مزار اقدس پر حاضری دی۔ وہاں سے روحانی فیوض و برکات حاصل کیے۔ وہاں سے دہلی تشریف لائے اور خواجہ قطب الدین بختیار کاکیؒ کے مزار پر حاضر ہو کر چلہ کشی کی۔ وہاں سے پانی پت آئے اور حضرت بو علی قلندرؒ کی خدمت میں حاضری دی۔ یہاں قلندری طریقت کے بہت سے اسرار و رموز آپ پر وا ہوئے۔ پھر آپ ملتان تشریف لے گئے جہاں حضرت غوث بہائو الدین زکریا ملتانیؒ سے ملاقات کی اور پھر آپ سیہون سندھ تشریف لے گئے اور اسی مقام پر مستقل قیام کا فیصلہ کیا۔

یہ ساتویں صدی ہجری کا تیسرا عشرہ تھا جب آپؒ نے سیہون شریف سندھ میں آ کر عوام کی روحانی و اخلاقی اصلاح کی۔ آپؒ صاحب کرامت بزرگ تھے۔ آپؒ کی ایک کرامت یہ تھی کہ اس علاقہ کی فاحشہ عورتوں نے فحاشی سے توبہ کر لی اور تائب ہو کر حلقہ بگوش اسلام ہو گئیں۔ آپؒ کی تعلیمات میں محنت اور کسب حلال کا عنصر تھا۔ آپؒ نے یہاں کے لوگوں کی روحانی اصلاح کے ساتھ ساتھ اقتصادی اصلاح پر بھی بھرپور توجہ دی کہ اس وقت اس علاقہ کے لوگ تنگدستی کا شکار تھے۔ ایک مرتبہ سیہون اور اس کے گرد نواح میں شدید قحط پڑا کہ لوگوں کو اپنی جان کے لالے پڑ گئے لوگ آپؒ کی خانقاہ کے گرد جمع ہو گئے اور آہ وزاری کرنے لگے۔ آپؒ نے لوگوں کو توبہ استغفار کرنے کی تلقین کی۔ پھر آپؒ نے دعا کی تو خوب بارش برسنا شروع ہو گئی ہر طرف جل تھل ہو گئی اور جانداروں میں خوشی کی لہر دوڑ گئی۔

آپؒ کی ایک مشہور کرامت یہ ہے کہ آپؒ کے پاس آنے والا کوئی بھی مریض مایوس نہیں جاتا تھا آپؒ پانی پر دم کر کے دیتے اس طرح مریض صحت یاب ہو جاتا۔

اللہ تعالیٰ نے آپؒ کو آواز کی حسن و خوبی سے نوازہ تھا۔ خوش آواز ہونے کے ساتھ ساتھ آپؒ کی آواز میں سوز و گداز بھی تھا۔ آپؒ کا بیان اس قدر پر تاثیر ہوتا کہ لوگوں کے دلوں میں گھر کر جاتا تھا۔ لوگ اس قدر یکسوئی سے سنتے کہ گویا کہ ایک سکوت طاری ہو جاتا۔ مجمع پر ایک عجیب روحانی کیفیت طاری ہو جاتی تھی۔

آپؒ ایک باکمال شاعر بھی تھے۔ قلندری رنگ آپؒ کی شاعری میں نمایاں ہے۔ آپؒ کے اشعار میں عجیب سرور و مستی ہے جو پڑھنے اور سننے والے کو عشق حقیقی کے اسرار و رموز سے آگاہی بخشتی ہے۔ آپؒ کی زبان چونکہ فارسی تھی۔ لہٰذا آپؒ نے اسی زبان کو اپنا ذریعہ اظہار بنایا ہے۔ محققین کے مطابق آپ کی شاعری بکھری ہوئی ہے کہیں یکجا نہیں ملتی۔ مختلف کتب و رسائل میں آپؒ کے اشعار جستہ جستہ ملتے ہیں۔

ڈاکٹر ہرومل سدارنگانی نے آپؒ کو سندھ کا پہلا شاعر کہا ہے۔ اس کا کہنا ہے کہ آپؒ کے کلام میں روحانی رموز میں الہامی گفتگو کی بو آتی ہے۔

"فتاویٰ واحدی" کے مصنف میاں عبدالواحد کے مطابق حضرت لعل شہباز قلندرؒ اکثر حالت وجد میں شعر کہا کرتے تھے۔ اس کی نظیر ان کی یہ بے مثال غزل ہے۔

زعشق دوست ہر ساعت درون نار می رقصم
گہی بر خاک می غلطم گہے بر دار می رقصم

ترجمہ: یعنی محبوب کے عشق میں ہمہ وقت آگ پر محو رقص ہوں کبھی غلطی سے خاک میں لوٹتا ہوں اور کبھی سولی پر چڑھتا ہوں۔

شدم بدنام در عشقش بیااے پارسا اکنون
نمی ترسم ز رسوائی بہر بازار می رقصم

ترجمہ: میں اس عشق میں اس قدر بدنام ہو گیا ہوں اور اب پکار رہا ہوں کہ اے پاکباز! اب تو میرے پاس آ جا رسوائی سے کسی طرح نہیں ڈرتا اور بازار میں کھلے عام رقص کر رہا ہوں۔

اگر صوفی شدن خواہی بیاتا خرقہ پوشانم
چہ خوش زنار بر بستم بہ ایں دیدار می رقصم

ترجمہ: اگر تم صوفی بننا چاہتے ہو تو آؤ تاکہ میں تمہیں خرقہ پہنادوں یہ کیسی خوبصورت زنار ہے جس کو دیکھ کر میں محو رقص ہوں۔

مرا مخلوق میگوید گدا چندان چہ می رقصی
بدل داریم اسرارے ازاں اسرار می رقصم

ترجمہ: لوگ بار بار مجھ سے پوچھ رہے ہیں کہ اے گداگر! کیوں ناچ رہے ہو! وہ نہیں جانتے وہ میرے دل میں راز کی طرح پوشیدہ ہے جس کی وجہ سے میں محور قص ہوں۔

خلائق گر کند بر من ملامت زیں سبب ہر دم
مگر نازم برایں ذوقی کہ پیش یار می رقصم

ترجمہ: اگرچہ دنیا والے ہر دم مجھ پر اس باعث ملامت کرتے ہیں مگر مجھے اپنے اس ذوق وشوق پر بے حد ناز ہے کہ میں اپنے محبوب کے سامنے محور قص ہوں

حضرت لعل شہباز قلندرؒ نے فارسی زبان میں نعتیہ شاعری بھی کی ہے۔ ایک نعت کا مطلع ملاحظہ ہو۔

آں شاہ ہر دو عالم عربی محمد است
مقصود بود آدم عربی محمد است

ترجمہ: محمد عربی ﷺ دونوں جہانوں کے مالک ہیں اور وہی آدم کا مقصود اول ہیں

آپؒ حضرت علی کرم اللہ وجہہ الکریم کی شان میں ایک منقبت کہتے ہوئے اپنی وابستگی اور بے خودی کا اظہار اس طرح کرتے ہیں۔

جام مہر علی ز در دستم
بعد از جام خرد ام مستم
حیدری ام قلندرم مستم
بندۂ مرتضیٰ علی ہستم

آپؒ کے کلام کا اگر گہری نظر سے جائزہ لیا جائے تو معلوم ہوتا ہے کہ آپؒ کا کلام لب و لہجہ کے لحاظ سے منفرد انداز میں عشق کی گہرائیاں اور پنہایاں لیے ہوئے نظر آتا ہے۔ اس میں جوش وجذبہ کی فروانی اس قدر زیادہ ہے کہ بقول ڈاکٹر عبدالمجید سندھی

"آپؒ کے خیالات عام صوفیانہ اصطلاحات سے مختلف اور منفرد ہیں۔"

تذکرہ نویسوں کے مطابق آپ نے سندھ کے مختلف علاقوں میں جاکر لوگوں کے دلوں میں ایمان کی شمع کو روشن کیا لیکن تاریخ پر تاریکی کے گہرے پردے پڑے ہونے کی وجہ سے اس کی تفصیل سے آگاہی ممکن نہیں لیکن "تحفتہ الکرام" کے مطابق آپ اور

حضرت بہاوالدین زکریا ملتانیؒ، حضرت بابا فرید الدین گنج شکرؒ اور حضرت جلال الدین سرخ بخاریؒ سندھ میں بہت گھومے پھرے اور تبلیغی و اصلاحی خدمات سرانجام دیں۔ آپؒ سے بے شمار بڑی شخصیات نے فیض پایا۔ ڈاکٹر عبدالمجید سندھی کے مطابق سید علی سرمستؒ، سید عبدالوھابؒ، سید عبداللہ شاہ علویؒ، سکندر بودلوؒ، سید میر کلاں، سید بھورا بادل شیرؒ، سید صلاح الدینؒ، شیخ مکھنؒ، شاہ گوڈریاؒ، شیخ چھٹوؒ، لعل بکرؒ، لال موسیٰؒ وغیرہ قابل ذکر ہیں۔

آپؒ نے سو سال سے زائد عمر پائی اور سہیون میں وفات پائی "حدیقتہ الاولیائ" اور مآثر الکرام "کے مطابق آپ کا سن وصال 673 ہجری بمطابق 1274 عیسویٰ ہے جو کہ صحیح معلوم ہوتا ہے جبکہ دیگر تذکرہ نگاروں کے مطابق 650 یا 651 ہجری ہے جبکہ بعض کے نزدیک 724 ہجری ہے فیروز شاہ تغلق کے زمانے میں 757 ہجری میں والی سہیون نے آپکا مزار تعمیر کروایا پھر اکبر اعظم اور شاہ جہان بادشاہ کے زمانے میں بھی اس کی توسیع و آرائش ہوئی۔

حضرت لعل شہباز قلندرؒ کے عقیدت مند پوری دنیا میں موجود ہیں اور ہر سال شعبان کی 18 تا 20 تاریخ آپؒ کے مزار پر اپنی عقیدتوں کا نذرانہ پیش کرتے ہیں میلہ لگتا ہے۔ نقارے استعمال کئے جاتے ہیں، دھمالیں ڈالی جاتی ہیں اور تین دن تک فضا مست قلندر کے مستانہ نعروں سے گونجتی رہتی ہے۔